روزانه عوام جو آواز ڪراچي

# هلال پاڪستان

مئگزين

مئنيجنگ ايڊيٽر:
ناصر ٻروهي

انچارج:
فقير محمد لاشاري

زراعت:
الهه بخش ڪيهڙ

سگهڙن سٿ:
فهميده حسين

ٻارڙا:
حُسام سومرو

ريڊيو، فلم، ٽي وي:
پروڊڪشن انچارج:
محبوب نوروزي

گيٽ اپ:
عرفان فاروقي

ڪئليگرافي:
قيوم منگي

اسڪيچ:
حفيظ الله ميمڻ

ڪلر پروسيسنگ:
ثناءُ الله

ٽائيٽل ٽرانسپيرنسي:
موسيٰ رضا

هي اخبار شيخ سلطان ٽرسٽ پاران محمد هاشم ميمڻ، شيخ سلطان ٽرسٽ پريس مان پرنٽر وسيم احمد صابري ۽ تان ڇپائي، ڪورٽ ويو ايم اي جناح روڊ ڪراچي مان شايع ڪئي

قيمت: ۵ رپيا

## فهرست

### تاريخ

| | | صفحو |
|---|---|---|
| سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو | غلام محمد لاکو | ٦ |
| سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر | سنڌيڪار: دستگير ڀٽي | ١٣ |
| قديم سنڌ جا هنر | عبدالڪريم ڪنڀر | ١٦ |
| سنڌ ۾ سومرا حڪومت | عبدالله ورياه | ٢١ |

### ادب

| | | |
|---|---|---|
| شاعري | | ٢٤ |
| خفتي (ڪهاڻي) | شمس سومرو | ٣٣ |
| ٽُڪ ۽ ٽڪون (ڪهاڻي) | سنڌيڪار: الطاف احمد | ٣٦ |
| هي به وڏو ڏينهن آهي | زبيده ميتلو | ٤٣ |
| تاثر | سليم چنا | ٤٥ |
| الطاف شيخ جو سفرنامو | | ٤٦ |
| شاعري جو سماجي ڪارج | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | ٤٨ |
| وڪرسو وهاءِ (مضمون) | غلام حسين رنگريز | ٥٧ |
| سمجهه ۽ سچ | مختيار ملڪ | ٦٠ |
| حاجي مرحوم جي ياد ۾ ملهايل جلسي جو احوال | مقصود گل | ٦٣ |

### زراعت

| | | |
|---|---|---|
| سنڌ جي زرعي معيشت جو سرسري جائزو | عبدالمجيد نظاماڻي | ٦٦ |

## يارڙا

لالچي زال جي پڇاڙي (ڪهاڻي) — سنڌيڪار، شمس انصاري ٧٥
ٽي پوڙا — ڊاڪٽر نواز علي شوق ٧٧
ڪاٺو ديو ۽ پريم پري — مقصود گل ٧٩

## سگهڙين سٿ

ماسات مٺي ذات (ڪهاڻي) — شميم ميمڻ ٨٠
پيئڙن جا خط ٨٣

## فن

هارون رند سان گالهه ٻولهه — نصير مرزا ٨٤
اڻوسر ندڙ سفر — غلام علي شاد ٨٨

سوال جواب ٩١
اوهانجا خط ٩٥









# پنهنجي پاران

مئگزين جو پنجون پرچو اوهانجي هٿن ۾ آهي. آس آهي ته اوهان سوڌو بين سوڌو قبول پوندو. مئگزين واسطي خطن جي گهڻائي ۾ مئگزين جي ساراهه پهچي ٿي. پاڻ جا قرب آهن، ۽ سندن ٿورائتا آهيون، پر اسان لاءِ اها ڳالهه مطمئن ٿيڻ جي ڪانهي. ڇاڪاڻ، معيار جو ڇيهه ڪونهي هوندو. ڪجهه اوڻايون اڻتريون به آهن، جيڪي پاڻ کي به ڦرن پيون. ڪجهه دوستن جا جيڪڏهن ڪي اعتراض آهن، ته وري گهڻو ڪري اهڙا، جن کي ختم ڪري سگهڻ في الحال پنهنجي وس ۾ ڪونهي، اهو وسيلن جي مهيا ٿي سگهڻ ۽ حالتن جي آجائپ تي مدار رکي ٿو. هونئن اعتراض اکين تي آهن.

ڪافي دوستن جا خط اچن ٿا، ته سندن موڪليل مواد نه ڇپيو آهي. ان سلسلي ۾ عرض آهي، ته جيڪو مواد حالتن ۾ ڏيڻ جهڙو آهي، ۽ معيار جي ڪسوٽين تي به پورو لهي ٿو، اهو اوس ايندو. اها ڳالهه آڳ به ڪئي وئي آهي، ۽ هاڻ به ڪجي ٿي. باقي لکڻ وارن سان بيائي ڪونه ٿيندي.

ڪن دوستن اهو به لکيو آهي، ته هن ايڊيٽوريل ۾ ادبي وايو منڊل ۽ بين مسئلن تي تبصرا ٽپڻي ڪئي وڃي. في الحال پاڻ لاءِ اهو ممڪن ڪونهي. اسين ڏاڍا مجبور آهيون. اسان جي هيٺاين کي سمجهڻ به پڙهندڙن جي ذمي آهي.

ايندڙ پرچي کان سيني لحاظن کان مئگزين کي وڌيڪ بهتر ڪرڻ ڪوشش ڪئي ويندي

ساڻ سلامت
(انچارج)



# سيوهڻ سرڪار جو معاشرتي جائزو




## چرٻٽ راجا

تنيدي هوندي هڪڙو ٻهاڪو ٻڌو هو- ” چرٻٽ راجا ٻيدادي نگري “. خير اها تہ ٺي لوڪ ڪهاوت . ممڪن آهي اهڙو ڪو راجا ٿيو هجي . البتہ وڏن واتان اهو بہ ٻڌوسين تہ، ان راجا جو تعلق ملڪ سيوهڻ سان هو. تاريخ جي اڀياس سان اهو پتو پوي ٿو تہ، هن خطي جي اڪثر حصن تي؛ هڪ اهڙو زمانو ضرور گذريو آهي. ان زماني کي ”مغل دور“ سان ( ترخان، ارغون ۽ مغل دور ) ياد ڪجي ٿو . هن مضمون ۾ تاريخي ۽ سماجي اڀياس ذريعي ڏسبو تہ، ان نافت الاهي، عرف ظل الاهي واري دور ۾ هتي جي معاشرتي ۽ سماجي جيوت ڪهڙي هئي ، ماڻهن کي ڪيترو سک ميسر هو، هو ڪهڙن قبيلن ۾ ورهايل هئا ، ڪين اجهو ميسر هو يا مورڳو مٿن تلوارن جو وسڪارو هو ، مغلن خلاف سندن جدوجهد ڪهڙي نوعيت جي هئي ۽ ان ۾ ڪاميابي آخر ڪنهنکي نصيب ٿي؟

### پس منظر

امانجو اڀياس ارغون، ترخان ۽ مغل دور تي ( ١٥٢٠ع- ١٦٨٩ع ) مشتمل آهي . سمن جي سلطنت ١٥٢٠ع ۾، دريا خان جي شهادت تي پوري ٿي. ان بعد سنڌ تي ارغونن جو ڦهري راڄ شروع ٿيو. سنڌ لاءِ هي سڏو



سوڻ نہ هو ، انڪري مؤرخن ۽ عالمن هن واقعي کي ”خرابي سنڌ“ سان تعبير ڪيو. ( ١ ) ميرڪ يوسف موجب ارغونن سنڌ کي ڇهن سرڪارن ۾ تقسيم ڪيو. (٢) پر هائي انين تسليم نہ ڪرڻ لاءِ ڪو بہ جواز موجود ڪونهي؛ تہ هي تقسيم ارغونن جي دؤر جي شروع ٿيندي، ٿي هوندي. سنڌ فتح ٿيندي شاهہ بيگ ، مرزا قليچ بيگ موجب سيوهڻ لاءِ پهريون فوجدار مقرر ڪيو ، جنهنجو نالو هو ميرعليڪ (٣) سنہ ١٥٥٥ع ۾ شاهہ حسين جي موت تي ٻکر ۽ سيوهڻ سرڪارون، سلطان محمود جي حوالي ٿيون ۽ باقي سنڌ ( چار سرڪارون ) ترخانن جي ور چڙهي. پر ڪجهہ مدت بعد سيوهڻ بہ ترخانن جي اثر ۾ اچي ويو. جڏهن اڪبر سنڌ فتح ڪئي، تڏهن هتي لاءِ الڳ عملدار مقرر ٿيڻ لڳا ، جنکي عام طرح ”فوجدار“ سڏبو ويندو هو (٤) غالباً سيوهڻ تي مغلن فوجدارن جو سلسلو تڏهن ختم ٿيو؛ جڏهن ميان نصير محمد ڪلهوڙي (١٦٨٩-٩٠ع؟)، دوران سنڌ ۽ ٻکر جي ڪيترن علائقن تي قبضو ڪري؛ سنڌ مان مغلن جا لاءِ ڪيڻ جي ابتدا ڪئي. (٥)

جيئن مٿي ذڪر ٿيو ، تہ ارغونن سنڌ کي ڇهن سرڪارن ۾ تقسيم ڪري حڪومت ڪئي؛ جن مان هڪ هئي ، ” سيوهڻ سرڪار“. دهليءَ جي مغلن هن انتظامي سرشتي کي ، اڃا بہ وڌيڪ منظم ڪيو. ذڪر هيٺ آيل سرڪار موجوده دادو ضلعي، نواب شاهہ ضلعي جي اڌ ( اوڀر - ڏکڻ واري حصي ) ۽ سانگهڙ ضلعي جي ريگستانن تائين پکڙيل هئي. وڌيڪ انتظامي سهوليت خاطر هن سرڪار کي ، ڪل ٻارنهن پرڳڻن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو؛ جن مان اٺ درياهہ جي اولهہ ۾ ۽ ٽي درياهہ جي اوڀر ۾ هئا . درياهہ جي اولهہ ۾ هي پرڳڻا هئا. باغبان، پاٽ، نيرون قلعو، ڳاها، ٻوبڪ، حويلي سيوهڻ، نيرون ۽ سن. درياهہ جي اوڀر ۾ هئا خطو، لاڪاٽ ۽ جونيجو پرڳڻو (٦).

### قبيلا، قومون ۽ ذاتيون

قبيلائي طرز جي سوچ، قومن کي هر قسم جي اندروني انتشار ڏي کڻيندي آهي . اهڙو سماج ڪافي ڊگهي عرصي تائين غلاميءَ جي بدترين زنجيرن ۾ جڪڙجي ويندو آهي . ( ٧ ) ارغوني غلامي سنڌ جي اندروني انتشار جي پيدائش ڏسجي ٿي . اڄو تہ ڏسون، تہ ذڪر هيٺ آيل

زماني ۾ سيوهڻ سرڪار ۾ ڪيترا قبيلا ۽ ذاتيون رهنديون هيون ۽ ساڳئي وقت اهو به معلوم ڪجي ته سرڪار ڏي سنڌ کي ڪهڙو رويو هو؟

پرڳڻي باغبان ۾، سمڪ، ننهور، ابڙا، ۽ سميجن مان ٽي قومون - جوڻيجا، پريا ۽ پڳهيا پراڻا شهري سڏبا هئا. (٨) سميجن جي چوڏهين قومن ڏيپا، جيڪي اڙدا هوندا هئا ۽ مٺن شاه بيگ ارغون گهڻو ڏاڍ ڪيو هو. اهي پسند خواجه پٺاڻ پرڳڻي ۾ رهندا هئا. ان بعد پرڳڻو نيرون قلعو اچي ٿو.

هن پرڳڻي ۾، ماڇين جي اڪثريت هئي جيڪي ابتدا کان ڌارين سان برسر پيڪار رهيا. ڪن مغلن دربدر ڪري سنڌ جاين ۽ زمينن تي ٻهورن کي آباد ڪيو. هالي اچو ته ڳاهه پرڳڻو ڏسجي. هتي جي آباد قبيلن ۾ ننهور، ڪوريجا، سميجا پڳهيا، سميجا ڏيپا، راه پوٽا، سميجا، پان، سمڊ ۽ شيخ مشهور هئا، جيڪي سڀ پراڻن شهري سڏبا هئا. بوبڪ پرڳڻي ۾ بوڪ، سميجا، دل، سميجا پڳهيا، خواجه، پچا، ننهور ۽ هندو رهندا هئا. امن پسند هئا پر چغل خوري سبب مصيبت ۾ اڙبا هئا. پرڳڻو حويلي سيوهڻ، گهڻو ڪري خاموش رهيو. قبيلن متعلق ڄاڻ گهٽ ملي ٿي. نيرون پرڳڻي ۾ ملاح رهندا هئا؛ جيڪي پنهنجي پيٽ گذران ۾ ٻي پورا رهندا هئا. هي پرڳڻو اڳ ۾، سنجر نالي سان به سڏبو هو. ان کان پوءِ سن پرڳڻو اچي ٿو. هتي سيد، لاڪا، ڪوريجا، قبيلا رعيت سڏبا هئا، البته ڪماٺ، سانجهند ڳاهيجا، مغلن لاءِ مٿي جو سور بڻبا رهيا. ڪوريجا به ڪڏهن ڪڏهن اڙدايون ڪندا هئا. (٩)

جيئن مٿي آيو آهي ته درياه جي اوڀر ۾ ٽي ٽي پرڳڻا هئا. جوڻيجا پرڳڻي ۾ ڪوريجا ننهور ۽ شيخ فرمانبردار سڏبا هئا سميجا، پڳهيا حڪمرانن لاءِ نافرمان هئا. هتي جا ننهور ۽ ڪوريجا طاقتور هئا پر مغلن پاران سميجن انڙن سان وڙهي ختم ٿي ويا. هالي پرڳڻو خطو اچي ٿو جتي هالي پوٽا، شيخ، سميجا، اوٺا، سميجا پريا، سميجا پڳهيا، راهوجا، ڪوريجا، ڏيٿا، ٻلي ۽ لاڪا رهندا هئا؛ جيڪي ڏاهه جي هلت تي هلندڙ هئا. ميرڪ يوسف سميجن ڏاهرين کي ٻي چيو سڏي ٿو. هالي پوٽا ۽ سميجا انڙ هڪ ٻئي سان وڙهندا هئا؛ جنهن ڪري هي پرڳڻو ويران ٿي ويو هو. لاڪاٽ پرڳڻي ۾، جيئن اڄ به آهي، لاڪا، سميجا ۽ انڙ ڪثرت ۾ رهندا هئا. شروع ۾ عوام لاڪن طرف هو پر پوءِ سميجن انڙن کي اڳواڻي ملي. ان بعد لاڪا زمينون ۽ ملڪيتون وڃائي، فريادي بڻجي دهلي ويا. (١٠)

## مغلن خلاف هليل تحريڪ جي نوعيت

جڏهن سيوهڻ سرڪار جي رهاڪن ۽ حڪمرانن جي لاڳاپن جو ذڪر ڪيو آهي؛ تڏهن مناسب آهي ته هتي مغلن خلاف هلايل تحريڪ ۽ هلچل جو به سنجيدو اڀياس ڪجي ته ڏسجي ته ڪهڙي ڪيتري پائيءَ ۾ هو؟ افسوس جو سنڌ اندر هلايل تحريڪن جو حقيقتن تي مبني اڀياس نه ٿيو، پر هيل تائين مجموعي مطالعو به نه ڪيو ويو آهي. ذڪر هيٺ آيل زماني جي تحريڪن جو جذباتي ذڪر ته گهڻو ٿيو آهي، پر فڪري لحاظ سان ڪو به تجزيو نه ڪيو ويو آهي. مغلن جي زماني ۾، سنڌ ۾ طاقت جا ٽي محور هئا: ٺٽو، ٻکر ۽ سيوهڻ. ٺٽي جي شاهه عنايت واري تحريڪ مشهور آهي. ٻکر ۾ آدم شاهه جي شهادت سان مغلن خلاف هڪ ڀرپور ملڪي ۽ قومي تحريڪ زور ورتو؛ جنهن آخرڪار سنڌ کي غلاميءَ جي چنبي مان آزاد ڪرايو. ٽيون مرڪز هو سيوهڻ، جتي مغلن خلاف وڏي پيماني تي هلچل هلي. ٽي قبيلا- چانڊيا، سميجا انڙ ۽ نوتڙيا، خاص طرح سان، هن علائقي ۾ ڌارين خلاف برسر پيڪار رهيا (١١) پر ڪاميابي آخر ۾ ڪنهن کي نصيب ٿي؟ جواب آهي- "لوڪن جي مدد سان ڪلهوڙا سرائي طاقتور قبيلي طور منظر تي آيا. سندن ظهور پائدار حالتون پيدا ڪري وري مقامي گهراڻي جو راڄ آندو." (١٢)

مغلن خلاف ڪاميابي ڪلهوڙن کي ڇو نصيب ٿي ۽ ٻين قبيلن کي ڇو نه؟ اچو ته سوال جو جواب ڳوليون! جڏهن به ڪو سماج، ملڪ يا قوم؛ ڪنهن مصيبت ۾ وڪوڙيو ويو آهي، تڏهن ڏکين ڏينهن جي خاتمي لاءِ ڪئين مٿير مڙس تدبيرون سوچي تحريڪون هلائيندا آهن. جن کي مختلف اصطلاحن يا نالن جهڙوڪ - "قومي تحريڪ"، "سياسي آزادي لاءِ تحريڪ" يا "سماجي بي آرامي" وغيره سان سڏيو ويندو آهي. هنن اصطلاحن جي آئيني ۾، مٿي ذڪر ڪيل ٽن تحريڪن جو تجزيو ڪندي، هيٺ سيوهڻ سرڪار ۾ مغلن خلاف هلايل تحريڪ جي نوعيت معلوم ڪئي ويندي.

ٺٽي ۾، ٻين انيڪ نامعلوم تحريڪن کان علاوه "شاهه عنايت" واري تحريڪ مشهور

آهي. شاهه جي شهادت سان هي تحريڪ پنهنجي پڄاڻي کي اچي.

بڪر ۾ طاقت جو پيو ڳڙهه هو. ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جيتوڻيڪ مغلن کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ روحاني تقويت ڏني، پر سنت ئي ڪين پنهنجي ڪيل غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ هو مغلن خلاف منظم قومي تحريڪ جو باني ٿيو. ميان صاحب کي ملتان ۾ شهيد ڪيو ويو. ميان شاهل محمد بکر جي فوجدارن سان مقامي جنگ ۾ شهيد ٿيو. ميان نصير محمد ڪيترا ڀيرا گرفتار ٿيو پر هن صاحب همت ڪري غالبن (١٨٩ع) ڏاري بکر ۽ سيوهڻ تي قبضو ڪري، سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حاڪميت هلائي. (١٣) ان بعد هڪ دفعو وري ميان دين محمد کي ملتان ۾ شهيد ڪيو ويو. يار محمد قلات جي دوران ۾، سنڌ تي قبضي جو مربوط پروگرام ڏاهيو ۽ ميان نور محمد سموري سنڌ تي قبضو ڪري، هتان مغلن جو تڏو ئي ويڙهي ڇڏيو!

سيوهڻ سرڪار ۾ جتي سميجن، چانڊين ۽ نوهڙين ڌارين خلاف ڇڙ وڇڙ ۽ غير منظم جنگ جاري رکي، اتي ڪجهه مقامي قبيلن وري سرڪار جو ساٿ ڏنو. باغبان ۾ ماڇين کي دربدر ڪرائڻ ۾ پنهورن اهم ڪردار ادا ڪيو. چوڻي آهي "دير آهي پر اندير ڪونهي"، سو ميان يار محمد قلات کان واپس ٿي، جڏهن سنڌ ۾ "ڪلهوڙن" جي اقتدار کي وري بحال ڪيو. تڏهن سندس حملي ۾ فتح جو پهريون نشانو ساڳيا "پنهور" بڻيا. قانع علي شير لکي ٿو: "سراين جي فوج ڪڇيري جي فتح بعد، پنهورن جي گادي شڪارپور تي قبضو

ڪيو ۽ ان جو نالو رکيو "خدا آباد". (١٤)

ڪلهوڙن جي تحريڪ هڪ منظم قومي تحريڪ هئي، جنهن وٽ هڪ ڀرپور پروگرام هو. هنن جا ڪيئي سورهيه شهيد ٿيا، پر مقصد بهرحال اڳيان رهيو. سندن تحريڪ جي شروعات بکر کان ٿي ۽ آخرڪار سيوهڻ تائين پکڙجي وئي. هو نيٺ ديس دشمن کي ڪيڏڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ان راهه ۾ کين پنهنجن فقيرن کان علاوه، سنڌ جي ناميارن درويشن ۽ شاعرن جو تعاون ۽ همدردي توڙي حمايت حاصل رهي.

سماجيات جا عالم ٻڌائين ٿا ته، "جڏهن ماڻهن جون خواهشون، امنگ ۽ جذبا پورا نٿا ٿين ۽ معاشرو بي يار مددگار بڻجيو وڃي، تڏهن ماڻهو سماجي بي آراميءَ جو شڪار بڻجيو وڃي ۽ اهڙي حالت ۾ پريشاني، ناراضگي ۽ غير يقيني واريون حالتون پيدا ٿيو وڃن" (١٥). پوهڻي صاحب چوائي اهڙي معاشري جون خاص نشانيون، "سندن اڳيان واضح مقصد جو هجڻ، عمل ڪرڻ جي تمنا گهٽجي، سماجي ڪارڪردگي بي مقصد ۽ بي ترتيب، جوش، اجايو گمان ۽ ڏپ" (١٦) آهن. طاقت جو ٿيون اڏو سيوهڻ هو. هتي ٻين انيڪ قبيلن کان علاوه، ٽن قومن خاص طرح سان مغلن خلاف سالن تائين غير منظم ۽ ڇڙ وڇڙ جدوجهد جاري رکي، وٽن جوش توڙي جذبو گهڻو ۽ وڙهڻ جي تمنا حد کان وڌيڪ هئي پر ڏسجي ٿو ته سندن اڳيان ڪو واضح مقصد نه هو. ڌارين خلاف وڙهندي، ذات ۽ قبيلي جي حد تائين نه هي جنگجو قبيلا پاڻ ۾ متحد هئا. انڪري جيڪڏهن اسين سيوهڻ جي هلچل ۽ جاکوڙ

کي سماجي بي آراميءَ سان تعبير ڪيون ته، غلط نه ٿيندو. ڊاڪٽر پوهيو ٻڌائي ٿو ته، "سماجي مسئلا گهڻو ڪري سماجي ۽ ڪلچر جي تبديليءَ جو نتيجو هوندا آهن. اها تبديلي بي وقتي ۽ تڪڙي هوندي آهي." (١٧)

ارغونن اچڻ سان اهڙا قدم کنيا، جيڪي هتي جي معاشري، تمدن ۽ اقتصاديات لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا. سما سردار جيڪي ماضيءَ ۾ فوج جي اهم عهدن ۽ جاگيرن جا مالڪ هئا تن کي ارغونن مجبور ڪيو ته هو رعيت، مزدور ۽ هاري بڻجي سندن غلامي هيٺ رهن. (١٨) بادشاهي ڪنڌڙ گهرائو ۽ سندن قبيلا، ڪسمپرسيءَ جي زندگي گهارڻ لاءِ مجبور ڪيا ويا. سندن سماج ۾ هي تبديلي، سندن منشا ۽ مرضي بغير آيل هئي. سندن ڪلچر خطري ۾ هو، وطن ڏچي ۾ هو، معاشي وسيلا تنگ ڪيا ويا هئا ۽ سڄي سماج ۾ اچي سهيءَ ولوڙ پئي هئي. هي سلسلو ارغونن کان هلي مغلن جي زوال تي پورو ٿيو. هوڏنهن ته هن طويل عرصي ۾ سڄي سنڌ مصيبت ۾ هئي پر سيوهڻ سرڪار سان ته جنسي ويل هو. ادوئي سبب آهي جو سڀ کان وڌيڪ بغاوتون به هتي ظاهر ٿيون.

سميجن، انڙن، ترخانن جو ساٿ ڏنو. هنن ترخانن سان ساٿيون ڪيون. مرزا باقي ترخان سندن پيٽ سان هو، انڪري ڪيس سنڌي پڇو سڏيو ويندو هو. مغان جي زماني ۾، سندن مفاد خطري ۾ پيو. جاگيرون به ويون ته سجاده گيري به وئي. (١٩) انڪري هو مقابلي تي نڪري آيا. ماڇي ارغونن سان وڙهيا ته ترخانن وري کين پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪيو ۽ وري

مغلن خلاف برسرپيڪار ٿيا (٢٠). ڏارين جي هڪ قوم سان ڏاڍ ۽ ٻيءَ سان ويڙهه. سميجن جو گروهه ٻارنهن برادرين تي مشتمل هو جن مان ٻه ڏهه پراسن رهيون (٢١). البته ٻه برادريون منگواڻا ۽ سميجا انڙ مغلن لاءِ مٿي جو سور بڻيل رهيا. سميجا انڙ سي وري ٻه راهو، ڏاهري ۽ ساند رعيت ڏيڄن ٿا (٢٢). ظاهر ڏي. ته، خود سميجا انڙ جن تي اسانجي تاريخ هڪ طرف فخر ڪري ڏسي ته، هنن ڏارين جي راڄ کي ڪوڪلو بڻايو، ته ٻئي طرف ماضي هن ڳالهه تي ماتم ڪري ڏو ته، هو پنهنجي پنجن کهرن (ڏاڻين) کي به ويڙهه لاءِ همخيال نه بڻائي سگهيا! پکهيا چئن پرڳڻن باغبان، ڳاها، ٻوبڪ ۽ خطي ۾ مغلن سان سهڪاري رهيا، ته جوڻيجي پرڳڻي ۾ ڏارين خلاف برسرپيڪار ڏسجن ٿا. ٿيپا باغبان پرڳڻي ۾ برسرپيڪار آهن( ته ڳاها ۾ وري رعيت ڏيڄن ٿا. ساڳيو حال نومڙين ۽ چانڊين جو به ڏسجي ٿو. (٢٣) ڏيڙان ۾ وڏيرو طيب مناهيجو ۽ ڏئي پرتو ڏاريجو شهيد ٿين ٿا ته سندن پاڪ رت مان رڱيل جهنڊي کي کڻڻ واري جو نالو به ڪونه ٿو پڌجي. هن ٿوري اپٽاس جي آڌار تي هي چئي سگهجي ڏو ته، ” هتي هر ذات، پاڙو، قبيلو ۽ راڄ ڏارين خلاف وڙهيو پر اهي مقصد، بنا ڪنهن تنظيم ۽ قيادت جي. نتيجي طور هو مغل سامراج جي وڏي، منظم ۽ جارح فوج کي شڪست ڏئي سنڌ مان ڪڍي نه سگهيا.“ انڪري هن ايجيني ۽ هلچل کي نه ته سياسي بي آرامي سان تشبيهه ڏيو ۽ نه وري قومي تحريڪ سڏيو. البته هن هلچل ۽ غير منظم جاکوڙ کي سماجي بي آرامي ( Social unrest ) جو نالو ڏئي سگهجي ٿو. ان

هوندي به سميجن، چانڊين ۽ نومڙين وغيره جي وهايل رت کي رائگان ڪونه سڏيو. سندن بي پناهه قوت ۽ چڙوچڙ جنگ ايترو ضرور ڪيو، جو ڪلهوڙا ٻکر کان وٺي سيوهڻ تائين پکڙجي ويا ۽ ميان نصير محمد پنهي سرڪارن جي علائقن تي قبضو ڪري، ”ڪلهوڙا“ خاندان جي حڪومت جو بنياد وڌو. مذڪوره زماني جي تحريڪن جي مختصر ڇنڊڇاڻ ۽ پس منظر پيش ڪرڻ بعد لازمي آهي ته ؛ سيوهڻ سرڪار ۾ پيدا ٿيل بي آراميءَ جي حقيقي سبب تي تفصيلي روشني وجهجي. ان رت اسين اهو معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿينداسين ته مغلن ؛ هتي جي اقتصاديات ۽ معاشرت کي ڪيئن تباهه ڪيو ۽ ساڳئي وقت حڪومت جو عوام ڏي ڪهڙو رويو رهيو؟

## اقتصادي ۽ معاشي صورتحال

ارغون، ترخان ۽ مغل ڌاريان حڪمران هئا. سندن ثقافت، ٻولي، طرز حڪومت ۽ اٺي ويٺي وچ ايشيا سان آندل هئي. اهڙي صورتحال ۾، سنڌ واسين جي جيڪا حالت ٿي سا سيد حسام الدين راشدي جي لفظن ۾: ” ملڪ جا سيئي قلعا، وسنديءَ وارا واهڻ ۽ وستيون، مال ملڪيتون مطلب ته سڄو ارڪو ترڪو ڌارين جي قبضي ۾ اچي ويو، جن جي نه ٻولي سمجهه ۾ ٿي آئي ۽ نه سندن اٿڻ ويهڻ، چال چلت ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان هتان جي ماڻهن کي ڄاڻ ۽ سڃاڻ هئي“ (٢٤).

سنڌ جو وچولو اقتصادي لحاظ سان جيترو اڄ به اهم آهي، ايترو مغلن جي ڏينهن ۾ به ڊاڪٽر سورلي ان متعلق وضاحت ڪندي لکي ٿو، ” سنڌ ملڪ انهن خوشنصيب ملڪن مان هڪ آهي ؛ جنهن جي ملڪن گذر چوماسي بدران ندين تي هوندو آهي. سنڌ جي ندي ان لاءِ باقاعدگيءَ سان آب حيات مهيا ڪندي رهي ٿي“ (٢٥). زراعت کان علاوه مغلن جي زماني ۾ ٻارنهن مکيه صنعتون پڻ روان دوان هيون (٢٦). سيوهڻ ۾ سڄي، نير، ڪهڙو، مکڻ، آفيم ۽ ڪاشي وغيره جهجهي انداز ۾ پيدا ٿيندي هئي (٢٧). ڊاڪٽر چيلاڻي چوي ٿو ته، سن، ٻوبڪ ۽ سيوهڻ ڪپڙي جي صنعت جا مکيه مرڪز هئا. ايسٽ انڊيا ڪمپني انگل به سئو مڻ نيرهتان ٿي سالانه خريد ڪندي هئي. هنن جو مستقل نمائندو سيوهڻ ۾ رهندو هو(٢٨). چوپائي مال جي ڪثرت هجڻ ڪري هتي چمڙي جي صنعت به مشهور هئي. جوڻيجه، نيرون ۽ باغبان پرڳڻن ۾ سڄي جام پيدا ٿيندي هئي (٢٩).

مٿي ڏنو سين ته ” سيوهڻ سرڪار“ جي اقتصادي لحاظ سان ڪيتري اهميت هئي. هيٺ اسان مغل ڪارندن جي حرڪتن جي نشاندهي ڪنداسين، جنهن سبب هتي جي معشيت تباهه ٿي.

ارغونن هٿان باغبان مان هڪ هزار اٺن جو ڦرجڻ، ڪيترن قبيلن جو عام ڪوس، سوين ڳوٺن جو ساڙڻ پٽڻ، همايون جو وچولي ۾ در در پٽڪڻ، ترخانن ۽ سلطان محمود وچ ۾ هتي ٿيل خونريز معرڪا، ٺٽي جي فتح لاءِ سيوهڻ جو مرڪز بڻجڻ ۽ ان کان پوءِ ويڙهايو ۽ راڄ ڪيو واري پاليسي هن سرڪار جي معيشت، صنعت ۽ زراعت لاءِ بنيادي ڪارڻ پيدا ڪيا (٣٠). ساڳئي وقت مغلن هتي جي آباديءَ تي ڀس ڪو ڌيان نه ڏنو (٣١). ڪين حڪومت ڪرڻي هئي، هر سامراج وانگر

هنن به سنڌين کــي ٻــاڻ ۾ ويڙهنــي، حڪومت ڪري پنهنجا مقصد ماڻيا.

ملڪ تباهه ٿئي ته ڇا ـ جي مڪيو هجي ته ڇــا! سنڌ واسين جي ٻــاڻ ۾ ڇڪتاڻ ملڪي غلامــيءَ جي ڏينهن کي هڪ طرف وڌايو ته ٻئي طرف معيشت به ٻڏڻ لڳي، انصار زاهــد جو تجزيو ڪيڏو نه مناسب آهي"، معاملو نه ڪنڌڙ جنگ تي ٻهتو جنهن وچولي سنڌ جي زراعت ۽ واپار کي ڳــري جوکي ۾ وڌو (٣٢) تــاريــخ مظهر شاهجهاني ذريعي خبر پوي ٿي ته، ڪيئن مغل فوجدارن هٽ وڌي سيوهڻ جي معيشت جي تباهي ڪئي. باغبان ترخانن تائين قــدري آباد هو، پر پوءِ شاهي دور ۾ مڪمل تباهه ٿيو. نيرون قلعو پرڳڻو احمد بيگ جــي عملداريءَ ۾ تبــاهه ٿيو. بوبڪ پرڳڻو شاهجهان جي زماني ۾، ڏيان جــو مستحق هو، ٻــر ڪير هو جو مٿس ڪرم ڪري! ڳاهه پــرڳڻو احمد بيگ جــي ظلمن جــي ڪري نــابود ٿيو. نيرون جي پرڳڻي جي ماڻهن ان کي ڪڏهن اڪثين به نه ڏٺو هو. خــطو پرڳڻو ويڙهايــو ۽ راڄ ڪريو واري پاليسي ڪري ويران ٿيو. (٣٣) اها هيءَ هڪ جهلڪ، جنهن تــحت حڪومت جــي سرپرستيءَ ۾، سيوهــڻ سرڪار جي معيشت تباهه ٿــي. اهڙي صورتحال ۾ واڻي نڪري ٿي ته "والــي وسائيج، درد منديءَ جو ديس!!

## معاشرتي ۽ ثقافتي جهلڪ

ذڪر هيٺ آيــل دور ۾ سيوهڻ جي سياسي سوچ، هليل تحريڪن، قبيلن ۽ قــومن توڙي اقتصادي ۽ معاشي مطالعي بعد ڏسون ته ان دور جــي سماجي جيوت ۽ ثقافتي صورتحال ڪهڙي هئي؟ مؤرخ ٻــڌائين ٿا ته هتي جي ماڻهن جي، ذڪر هيٺ آيل دور ۾ ڪو سٺو جيوت نه هــو. امير ۽ ڪاردار محلاتن ۾ رهندا هــئا ۽ غريب ڪچين جاين ۽ ڪکاون گهرن ۾ وچولو طبقو اڄ جــي مفهوم ۾ موجود نه هو، البته زميندارن، واپارين، ڪاريگرن ۽ ڪامورن کي هــن فهرست ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو. ڇپلائي لکي ٿو ته هتي يا ته ٽٽ جــي زندگي ڏسبي هئــي يــا وري انتهائي ذلت جــي. اميراڻو طبقو ٺٺ سان رهنــدو هــو، بهترين شراب پيئندو هو، سٺ رڇي طعام کائيندو هــو ۽ ناچو ڇوڪرين سان ناچ ڪرائيندو هو.

اڪبر کان اورنگزيب تائين سنڌ جي عوام جــي حالت فخر جهڙي هئي. پليز رٽ سنــڌ ۾ هرهنڌ بک ۽ هراس ڏٺو ۽ ساڳئي وقت هن عام ماڻهوءَ جي حالت غــلام، ٻانهي ۽ نوڪر واري ڏٺي. پورهيت هڪ ته ڊنل ڏسبو هو ۽ پيو وري ڪيس اجــورو نه ملڻ جيترو ملندو هو. (٣٥) سهلر (١٦٤٤ع) سنڌ جي هارين کي نهايت مظلوم، مصيبت ســاريل ۽ مسڪين ڏٺو. منوڪي (١٦٥٩ع) عــام ماڻهوءَ کــي نهايــت مفلوڪ الحال ۽ غريب سڏي ٿو. (٣٦) ٺٽي ۽ بکر جــي ماڻهن لاءِ هڪ طــرف نکر، ساڌ ٻيلو ۽ مکلي تفريح لاءِ هئا، جتي هو عيــد، جمعي يــا ماهه پورنين سومر جــي ڏينهن ويــندا هئا، ته ٻئي طرف سيوهڻ جي ماڻهن جا ڏينهن رات مصيبت ۾ گــذري رهيا هئا. هڪ طــرف هتي ظلم جي انتها هئي ته ٻئي طرف هتي جي عام ماڻهوءَ جــي عزت ۽ ننگ ناموس به محفوظ نه هــو. اڪيءَ تــي هندو، ٻارين ٻچين ڪڏ ڻي، اگهاڙي بــدن غسل ڪندا هئا. مرزا جاني بيگ هڪ خاص جاءِ ۾ ويهي، لڪي هي تماشو ڏسندو هو. (٣٧) پوءِ جي عملدارن جــي اخلاقي حالت به سڌريل نــه هئي! جنهن سرڪار ۾ اهڙي ذلت آميز زندگي موجود هجي اتي ڪهڙو شريف، ونڊر، تفريح يا سير سفر جو سوچيندو!!

## بيدادي ننگري

ارغون حڪومت (١٥٢٠ع) جي شروعات جبر ۽ ظلم، باهين ۽ ڦرلٽ، قتل عــام ۽ وحشت سان شروع ڪئي. آزادي گهرندڙن جو، سر تلوار سان قــلم ڪيو ويندو هــو. مخدوم بلال جهڙي بي مثــل عالم جــو گهاڻي ۾ پيڙجڻ، سنــدن زندگيءَ جــي مثال جي جي انتها آهي. (٣٨) افسوس جــو سورلي ۽ ڇپلائيءَ کي پنهنجي ڪتابن لاءِ "تاريخ مظهر شاهجهاني" دستياب نـــه ٿي، نـــه ته سندن ڪتاب، اڄ سنڌ جي اڀياس لاءِ اڃا به وڌيڪ موزون هــجــن ها! مغلن جـــي حڪومت ڪهڙي طرز جي هئي ان لاءِ ڊاڪٽر سورلي هڪ سٽ ۾ سڀڪجهه ٻـــڌائــي ڇڏيو، "مغل بادشاهي ڏپ ۽ لالچ تي ٻڌل هئي." (٣٩) سنڌ ۾ مغل ڪارندا ڪيڏا بــه ڪڏا ڪم ڇــو نه ڪن پر ڪين اچا ڳاڇا ڪان آجــو رکيــو ويو هو. سنڌ کان ٻاهر آباشيءَ جــو سڌارو ٿئي (٤٠) پر سنڌ وارا پنهنجي مدد پاڻ ڪن. عوام جــي پلي تي پيسو به خرچ نـــه ٿئي، پر قيمتي قبــن ۽ محلاتن جي تعمير ٿئي. (٤١) سنــڌ کان ٻاهر تاج محل ۽ ٻيون عمارتون مرڪز جي هدايتن تي ٺهن، پر ٺٽي جــي جامع مسجد، مقامي ماڻهو ڏهرائين. (٤٢) اهــي ۽ ان قسم جــون سوين ٻيون ستم ظريــفيون هــن طويل دور ۾، سنڌ واسيــن سان ٿيــنديون رهيون.

مقامي ماڻــهن کان زمينون

ڪسي ڀڳوڙن جي حوالي ڪري، هتي جي هارين ۽ سردارن کي ڏارين جي تابع ڪيو ويو. سما سردار توڙي سميجا هنن ظلمن جو خاص طرح نشانو بڻيا رهيا. سيد حسام الدين راشدي هن صورتحال جو هن طرح نقشو چٽيو آهي: انهن سنڌ جون زمينون ناني ويڙهو ڏاهي، ڦاٽ ۾ ورهائي ڪنيون، ڪن جي نالي تي جاگيرون ٿيون، ڪن خالصن جي صورت ۾ ورتيون، ڪن وظيفن ۽ چراغي جو نالو ڏئي قبضي ڪيون. ملڪ جي اصل مالڪن کي نظرانداز ڪري سڀئي وڏا عهدا به ڦاٽ ۾ ورهائي ورتائون. پوءِ ته ٿيو هر مذڪوره زماني ۾ سنڌ جي چوٽيءَ جي عالمن مخدوم بلال، مخدوم رڪن الدين، مولانا يوسف ۽ عثمان درپيلاني جو حق ربّي مذهبي منصبن تي به ڏارين مولوين کي فائز ڪيو ويو" (۴۳) اهڙي نفسا نفسي واري ڪيفيت ۾ سنڌ جي عام ماڻهو جو حشر ته قيامت صغرا کان گهٽ نه هو.

ان ماحول ۾ "سيوهڻ سرڪار" سان ته اڃا به جنسي ويل هو. هتي ايندڙ شاهي ڪارندا درندا صفت هئا. امن هجي ته ڇا، بدنظمي هجي ته ڇا، ماڻهو سک جو ساهه کڻن ته ڇا، شهر ۽ واهڻ ويران ٿين ته ڇا؟ عملدار يا ته موسيٰ گيلاني جهڙا موڪليا ويا هئا، جن ۾ هڪ ميل تي پنهنجي نڪري شڪار ڪرڻ جي به جرئت نه هجي؛ يا وري احمد بيگ جهڙا حد درجي جا نالائق ۽ ظالم! خواجه بدرالدين، شيخ موسيٰ ۽ قره بيگ جي زماني ۾ بدامني، لاقانونيت ۽ وڳوڙ حد درجي تي هئا. ميرڪ لکي ٿو: "۽ رعيت جي پيڙي پئي وئي، جا وڳوڙين جي وڪڙ ۾ ڦاسڻ ڪري پنهنجو سڀڪجهه سير تي چاڙهي چڪي هئي ۽ باقي ڪسر وري جاگيردارن پوري ڪري ڇڏي." (۴۴) دستور آهي ته جڏهن به ڪا باغي ڌر عملدارن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪندي آهي، تڏهن ان کي معاف ڪبو آهي، پر مغل ڪارندن وٽ ڌوڪي سان هٿيار ڦٽا ڪرائي، سنڌين جو قتل عام جائز هو.

شمشير خان جڏهن پيو پيرو سيوهڻ جو عملدار ٿيو، تڏهن هڪ عالم (ميرڪ يوسف) جي چرچ تي معاهدي کي ٽوڙي ڏني اڇلائي هڪ هزار سميجا، ڏيڙاٽ جي ڳوٺ ۾ مارايا ويا. (۴۵) مغل ڪارندا، حريت پسند چانڊين سان پورا نه پئون ته، ٻچڙيءَ ۾ انهن جا فصل ضرور ويران ڪرائين. (۴۶) سنڌ جو مصلحت پسند وڏيرو هميشه آرام پسند رهيو آهي. پر شير خواجه سيوهڻ جو عملدار ڪنن جو ڪچو هو. چغلخورن جي ڪيڏي لڳي، وڏيرن کان زمينون کسي، کين بازارين ۽ گهٽين ۾ چوڪنڀو پٽي ڪاٺ تي چاڙهيو ويو. ان کان علاوه سوداگرن تي به ڳاٽي پڳا، ڏنڊ ۽ محصول مڙهيا ويا (۴۷) هن علائقي جي ماڻهن تي اصل قهر احمد بيگ جي زماني ۾ نازل ٿيو. هن سڄو اختيار پنهنجي پٽ مرزا يوسف کي سونپيو ۽ هو ظلم ۽ ستم ۾ حجاج بن يوسف جو درجو رکندو هو. سڀڪجهه حوالي ڪري، پنهنجي مهر سان ڪيس اختيار جو پروانو ڏيئي ڇڏيائين. (۴۸) مرزا يوسف واڳ وٺندي ئي ظلم ستم جا ماڻهن تي پهاڙ ڪيرايا. پهور جيڪي ابتدا کان مغلن جا سهڪاري هئا، تن تي اچڻ سان اجائي ڍل مڙهيائين.

مرزا يوسف جي ظلمن جي وڌيڪ رونداد ڏيندي ٻڌايو ويو آهي ته، "روزانو سوين ماڻهن کي قتل ڪيو ويندو هو. ڀلي ڪو بيگناهه قتل ڪئي لڳڻ ڪري مري پوي، ان جي کيس ڪا به پرواهه نه هوندي هئي، هزارين ماڻهن جي ملڪيت ضبط ڪئي وئي. ڪو لچ لوفر سوداگر کي ڦري اچي، ته سزا ته ٺهيو، پر کيس انعامن اڪرامن سان نوازيو ويندو هو. بنگال مان جهازين جي خاص ٽولي گهرائي، سيوهڻ کي جوا جو اڏو بڻايو ويو. سيوهڻ جي قلعي جي تعمير ٿي ته بيگار لاءِ معزز شهري مٿن تي تغاريون کڻن. قاضي عبدالواحد جهڙي معزز کي قتل ڪرائي، مرزا يوسف دل تي خوش ڪئي. زوري ڍل وصول ڪرڻ، ٽور جي وٺن ۾ ڪوٽ ۽ مسڪينن جون زمينون ضبط ڪرڻ، سندس خاص مشغلا هوندا هئا. نتيجي طور ماڻهن ۾ پاڄ پئي ۽ ملڪ ويران ٿيو. (۴۹) احمد بيگ جڏهن هتان بدلي ٿيو ته کيس ترقي ڏئي "ملتان" جو گورنر بڻايو ويو. ان کان علاوه شاهجهان جي دور ۾، جڏهن بارش نه پئي ۽ فصل تباهه ٿيا؛ تڏهن ڍل گهٽائڻ بجاءِ سورڳو وڌائي وئي. (۵۰)

پڪ آهي ته اهڙي دور نظام ۽ حاڪميت کي ڏسي هن خطي ۾ مثل مشهور ٿيو ته:

چرپٽ راڄا، بيدادي نگري!!

## حوالا


(۱) محمد ابراهيم جويو "شاهه سچل سامي" ص ۳۵، سال ۱۹۷۸ع.

(۲) ميرڪ يوسف "تاريخ مظهر شاهجهاني" ص ۲، ايڊٽ سيد حسام الدين راشدي

سنڌي ادبي بورڊ ١٩١٢ع.

(٣) مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ" ص ٣٤٧ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٦ع.

(٤) غلام محمد لاکو "سنڌ صديـن کان" ص، ٥٦، گرامي پبليڪيشن دولت پور صفن ١٩٨٠ع.

(٥) قانع مير علي شير "تحفة الڪرام" ص ٢٥٩، سال ١٩٥٩ع.

(٦) حوالو (٤) ص ٥٧.

(٧) حوالو (١) ص ٣١.

(٨) "تاريخ مظهر شاهجهاني" فا ـ ي ڇاپو ص ٦٣.

(٩) ساڳيو حوالو، ص ٦٥ کان ٧٥.

(١٠) ساڳيو حوالو، ص ٧٥ کان ٨١.

(١١) ڏسو "تاريخ ڪلهوڙا" از غلام رسول مهر، سنڌي ڇاپو.

(١٢) انصار زاهد خان "سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت" (انگريزي) ص ٨٠، ڪراچي ١٩٨٠ع.

(١٣) حوالو (٥) ص ٢٥٩.

(١٤) حوالو (١٣) ص ٢٦٢.

(١٥) پوهيو الهداد "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" ص ١٧، سنڌ الاجي ١٩٧٨ع.

(١٦) حوالو (١٥)، ص ١٨.

(١٧) حوالو (١٦)، صه ١٩ ارجي

(١٨) انصار زاهد خان "سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت" (انگريزي) صه ١٣٨، ڪراچي ١٩٨٠ع.

(١٩) حوالو (١٨).

(٢٠) حوالو (١٩).

(٢١) "تاريخ مظهر شاهجهاني" صه ٤٨٢ ۽ ٤٨٣، فارسي ڇاپو.

(٢٢) حوالو (٢١) صه ٨٤.

(٢٣) ڊاڪٽر چيلاڻي "سنڌ جي اقتصادي تاريخ" مترجم سراج الحق.

(٢٤) سيد حسام الدين راشدي، "مير محمد معصوم بکري" صه ٦٣، س.ا.ب. ١٩٧٩ع

(٢٥) سورلي ڊاڪٽر "شاهه عبداللطيف ڀٽائي" (انگريزي) صه ١٠٩ ڪراچي ١٩٦٦ع.

(٢٦) چيلاڻي "سنڌ جي اقتصادي تاريخ" صه ٢١٢.

(٢٧) چيلاڻي ۽ ڊاڪٽر سورلي جي ڪتابن (ـالا مٿي ڏنل) جا متعلقه صفحا.

(٢٨) حوالو (٢٦) صه ٨٣.

(٢٩) "تاريخ مظهر شاهجهاني" از نياز همايوني، صه ١٦٣، ١٦٧ ۽ ١٧٠، ناشر سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٩ع.

(٣٠) حوالو (١٨) صه ١٣٨ ؛ حاشيو.

(٣١) ڊاڪٽر سورلي "شاهه عبداللطيف ڀٽائي" صه ١١٣.

(٣٢) حوالو (٣٠) صه ٣٩.

(٣٣) حوالو (٢٩) صه ١٧١ کان ١٧٣.

(٣٤) "سنڌ جي اقتصادي تاريخ" ڊاڪٽر چيلاڻي صه ٢١٤.

(٣٥) حوالو (٣١) صه ١٢٥.

(٣٦) حوالو (٣٥) صه ١٢٥.

(٣٧) فارسي ڇاپو "تاريخ مظهر شاهجهاني" صه ٢٢٦.

(٣٨) حوالو (٢٤).

(٣٩) حوالو (٣١) صه ١٥٤.

(٤٠) حوالو (٣١) صه ١١٣.

(٤١) حوالو (٣١) صه ١١٣.

(٤٢) سيد حسام الدين راشدي "تذڪرة امير خاني" صه ٢٩٦، س.ا.ب ١٩٦١ع

(٤٣) سيد حسام الدين راشدي "مير محمد معصوم بکري" صه ٨١، س.ا.ب. ١٩٧٩ع.

(٤٤) حوالو (٢٩) صه ١٩٨.

(٤٥) حوالو ساڳيو، صه ٢١٧.

(٤٦) حوالو ساڳيو، صه ٢٢٠.

(٤٧) حوالو ساڳيو، صه ٢٣٣.

(٤٨) حوالو ساڳيو، صه ٢٣٩.

(٤٩) حوالو ساڳيو، صه ٢٤٨.

(٥٠) حوالو ساڳيو، صه ١٤٠.


## جرمن فلاسافر

جرمن جي فلسفي تي تبصرو ڪندي هڪ نقاد چيو آهي ته جرمن فلاسافر تارن تي اکيون کپايو هلندا آهن، ته ڪين انهيءَ ڳالهه جو خيال ڪونه هوندو ته سندن پير زمين تي آهن. نتيجو اهو ٿيندو آهي ته هو ڪڏهن ڪڏهن ٿاڦيءَ ۾ منهن ڀر ڪري پوندا آهن. اها طنز ڪنهن حد تائين حقيقت کان واجهيل ڪونهي، پر نقاد انهيءَ حقيقت کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي ته ستارن تي نظر جمائي هلندڙ هڪ لحاظ کان انهن کان مٿانهان به آهن، جيڪي ڪڏهن ڪڏهن ٿاڦيءَ ۾ ڪرڻ جي ڊپ کان هميشه ڪنڌ جهڪائي هلن ٿا.

۽ قلعن واري شهر کان الڳ هئي ۽ ٽن مکيه رستن جو ميلاپ ٽئڪسيلا ۾ اچي ٿي ٿيو جنهن ڪري هن شهر ۾ ترقي ۽ آسودگي هئي. هتي هندو استاد (علم وارا) ۽ ويچ چانيل هئا ۽ شايد ٻڌ ڌرم اڃا واسو نه ڪيو هو. پر ٽئڪسيلا ظاهري طرح علم جي بنهه اوچي مرڪز جو مثال به نه هو. شهر جون گهٽيون ڪشاديون هيون پر انهن جي ڪنارن سان ٻنا ڪنهن رٿا بنديءَ جي ٺهيل ننڍا وڏا سڌين ڇتين وارا گهر هئا جيڪي گهٽين کي سوڙهو ڪري ڇڏيندا هئا.

هر گهر جي اوچائي، پاسي واري گهر کان گهٽ يا وڌ هئي. انهن گهرن جون ڀتيون ڇيڪي مٽيءَ يا اڻ گهڙيل پٿرن سان ٺاهيل هيون. اندر سادا سودا ڪمرا ۽ گهٽيءَ واري پاسي انهن ۾ هڪڙي بنهه ننڍڙي دري ڏسڻ ۾ ٿي آئي. گرميءَ ۾ مٽيءَ جي ڇت ٽپي ٻاهر ٿي وهندي هئي. رڳو هڪڙي رعيتي عمارت شهر جي وچ ۾ هئي جنهن ۾ هڪ اڻ سڌو ڏکو هال هو ۽ ان هال جي ڇت ڪاٺ جي ٿنڀين تي ٻڌل هئي. اوسي پاسي ۾ سوڙهين گهٽين سان ڪکايون جهوپڙيون اڏيل هيون جن سان واٽهڙن جو لنگهڻ به ڏکيو هو. گند ۽ اوندهه ۾ رڳو هڪڙي ڳالهه چٽي نظر آئي، ته گند اڇلائڻ لاءِ ڪچري جون گنديون به ٺهيل هيون. سڪندر پل چاڙهڻ کان پوءِ گهوڙي تي چڙهي مڪاني مهندارن سان ملڻ ۽ شهري هال ۾ درٻار گهرائڻ ۾ رڌل هو ته ٻئي پاسي سندس سپاهي ساڻي پسگرداني جو واءُ سواءُ وٺي رهيا هئا. سڪندر جي ساموندي سرواڻ نيرڪس لکيو، "هندستان جا رهاڪو جسماني طرح سنهڙا، ڊگها ۽ وزن ۾ ٻين قومن جي ماڻهن کان هلڪا آهن........ هو هاٿي ڏند (عاج) مان جوڙيل ڪنن جا والا پائين ٿا ۽ منجهن شاهوڪار ماڻهو ته هرو ڀرو اهي والا پائين ٿا." هي ماڻهو ڏاڙهيءَ کي رنگ هڻن ٿا. ڪن جون ڏاڙهيون تمام اڇيون، ڪن جون نيريون، ڳاڙهيون ۽ ڪن جون سايون ۽ واڱڻائي آهن. هو لٺين جي چمڪندڙ ڌاڳي سان ٺهيل ڪپڙا پهرين ٿا. يا ته سندن ڪپڙي جي چمڪ ٻئي ڪپڙي کان وڌيڪ آهي يا نه ته سندن ڪاري رنگ جي جسم تي اهو ڪپڙو وڌيڪ ٺڙي پوندو هجي. هو جبا پائين ٿا جيڪي گوڏن کان به هيٺ ٿين. انهيءَ جو هڪڙو پلاند پنهنجي ڪلهن تي ورائي ٿا رکن ۽ ٻيو مٿي کي ٻڌيو ڇڏين. اڇي رنگ جي چمڙي مان ٺاهيل سندن جوتا ڏاڍا سهڻا سينگاريل آهن جن جا ترا ٿلها آهن جنڪي پائڻ سان هنن ماڻهن جو قد ڪجهه اوچو ٿيو وڃي. گرميءَ ۾ سواءِ ڪن اپوجهن جي باقي سمورا ماڻهو سج جي تپش کان بچڻ لاءِ ڇٽي کڻي هلندا آهن. مٿي جي وارن کي يا ته ڳنڍ تي ڳنڍ ڏيئي ٻڌي ڇڏيندا آهن يا وري پويان وانگوڙو ڏاهيو ڇڏين".

سڪندر جي پنهنجي ساٿي ارسطو بيولس لکيو آهي، "جيڪي ماڻهو بنهه غريب آهن ۽ ڌيئرن کي ڏاج نٿا ڏيئي سگهن، سي سامانجڻ شرط ڌيءَ کي وڪري لاءِ منڊيءَ ۾ آڻي ويهاريندا آهن، پوءِ واڪا ڪري سنک وڄائي يا دهل تي ڍنڍورو ڏيئي ماڻهو ميڙيندا آهن. جڏهن ڪو خريدار اڳتي ايندو، ته ڇوڪريءَ کي پٺيرو پهري فقط سندس ڪلهن کي ظاهر ڪندا ۽ پوءِ روبرو ڪري کين آمهون سامهون ويهاريندا. جيڪڏهن ڇوڪري کي ڪنهن خريدار کي وڻي وئي ۽ پاڻ به ان مرد سان وڃڻ تي راضي ٿي ته پوءِ پنهنجي طرفان گڏجي رهڻ لاءِ شرط ۽ اصول طئه ڪيا ويندا هئا."

ڪجهه هندو قبيلا جن وٽ پيسو نه هو، ڏونشي بازيءَ جي مقابلن ۾ پنهنجون ڪنواريون ڇوڪريون سوکڙيءَ طور ڏيئي ڇڏيندا هئا. شاهوڪار ماڻهو، ته هاٿيءَ جو تحفو ڏيئي پنهنجو مان مٿانهون ڀاپائيندا هئا. ڪجهه ماڻهن ٻڌايو، ته مڙس جي لاڏائي کان پوءِ زالون سندن چتا جي باهه ۾ ٽپو ڏيئي پاڻ کي جيئري ئي جلائينديون آهن ۽ جيڪي ائين نٿيون ڪن تن کي ماڻهن وٽان مان نه ملندو آهي. هي رواج ايران جي ڪجهه ٻاهرين علائقن ۾ به سڪندراعظم کي ڏسڻ ۾ آيو هو جتي جا رهاڪو مئلن جا لاش ڳجهن ۽ ڪتن جو کاڄ بڻائيندا هئا. (پارسي زرتشت اڄا سوڌو ائين ڪن.) سڪندر انهيءَ دستور کي ٽنديو ۽ انجي ساڙ پٽڻ لاءِ حڪم ڏنائين. هو چوندو هو ته "جي ٻئي جهان ۾ سزا ماڻڻا آهن ته پوءِ يونانين وانگر مردي کي سنئون سڌو دفنائڻ کان سٺو ٻيو ڪو به نمونو ڪونهي."

## ٽئڪسيلا جو اگهاڙو فلاسافر

ٽئڪسيلا ۾ پيون به گهٽيون اچرج ۾ وجهندڙ شيون ڏسڻ ۾ آيون. بازارن ۾ وينل ڪي ماڻهو هر لانگهائو کي تيل سان مالش ڪندا هئا ۽ مٿس ٻي مهرباني اها به ڪندا هئا، ته کين مفت ۾ پيرو ۽ بادام انگور ۽ ماکي به کٽي وڃڻ

لاءِ ڏيندا هئا. ڪين جيڪي وڻندو هو خوشيءَ سان ڪٽي رمندا رهندا هئا. هتانجي ماڻهن ۾ به فرق هو. هڪڙو ڏکيا وار رکندڙ ۽ ٻيو مٿو ڪوڙائيندڙ. سڪندر اعظم انهن فرقن جي اڳواڻن سان ملڻ لاءِ ڏاڍو آتو هو. سڪندر پنهنجي ساموندي صلاحڪار اونيسڪرائيٽس کي سندن ڳولها ۾ موڪليو. هو انهن ڪمن لاءِ سمجهو ماڻهن جي چونڊ ڪندو هو. اونيسڪرائيٽس نه رڳو ساموندي چالو هو پر فلسفي پڻ هو ۽ پڙهيو به يوناني سنياسي اسڪول ۾ هو جتي عظيم ڊائيو جينز جو شاگرد رهيو. نيٺ هن ٽئڪسيلا کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي انهن اڳواڻن جو ڏس پتو ڪيئو.

جڏهن اتي پهتو ته ڏٺائين ته سار اهي ماڻهو اگهاڙا ويٺل ۽ ليٽيل آهن. انهن مان هڪڙي (جنهن کي يونانين "ڪلانس" سڏيو) اونيسڪرائيٽس کي ڏسندي شرط ٽهڪ ڏيندي چيو، "جيڪڏهن اسانجو پرچار ٻڌڻو اٿئي ته ڪپڙا لاهي اگهاڙو ٿي ويهي رهه."

ڪرائيٽس وردي پاتل هو مٿي تي ٽوپلو ۽ گوڏن تائين بوٽ چڙهيل هئس. هن بعد ۾ لکيو "ٽاڪ منجهند مهل جڏهن سج جي گرميءَ سانڙي رهي هئي، پيرين اگهاڙو هلڻ لاءِ ڪو سوچي به نٿو سگهي." اڃا هو انهيءَ ويچار ۽ ٻڌتر ۾ هو ته ڀرپان ويٺل گرو "منڊانيس" کيس ڪيڪاريندي چيو، "هيڏي ساري دنيا تي راڄ ڪندڙ سڪندر کي ڏاهپ سان عشق آهي جنهن تي "منڊانيس" کيس جس ڏني ڇو ته هو پنهنجي حياتي ۾ اهو پهريون فلاسافر ۽ ڏاهو ڏٺو آهي جيڪو هٿيار کڻي هلي ٿو."

پوءِ هن سقراط، پٿاگورث ۽ ڊائيو جينز جا حال احوال ورتا ۽ چوڻ لڳو، "اهي ڏاڍا سلڇڻا ۽ سولا ماڻهو ڏسڻ ۾ ٿا اچن پر هنن فطرت جي مطالعي کان وڌيڪ روايتن تي ڌيان ڏنو آهي". ڪرائيٽس لکيو آهي ته "سندن ڳالهه ٻولهه کي ترجمو ڪرڻ لاءِ ٽن ماڻهن مدد ڪئي ڇو ته منهنجا ترجمان رڳو سولي ٻولي سمجهي سگهندڙ هئا. منڊانيس جي ڳالهين کي هنن جيئن سمجهيو تيئن موجب، "آئون توهانکي سمجهائي نٿو سگهان ته فلسفو ڇو ڪارائتو آهي. اهو ائين ٿيندو جڻ صاف پاڻيءَ کي چئجي ته گپ مان لنگهي به صاف شفاف رهي".

بهرحال پوءِ اهي پٺي ڪرو، اونيسڪرائيٽس سان گڏجي قبضي ٿيل ٽئڪسيلا ۾ آيا. "هنن سڪندر سان گڏجي ماني کاڌي، پر کائڻ مهل ويٺا ڪونه. پنهي ۾ جيڪو گهٽ عمر وارو هو، سمورو وقت هڪڙي ٽنگ تي بيٺو رهيو. هو پنهنجن پنهي هٿن سان ڪاٺيءَ جو هڪ پنج فوٽو ڏنڊو جهليو بيٺو هو. جڏهن هڪڙي ٽنگه ٿڪجي ٿي پئي ته ٻي تي بيهي ٿي رهيو ۽ سڄو ڏينهن هڪڙي ٽنگه تي بيٺو رهيو. وڏي عمر وارو ڪلانس، ۳۷ ورهين جي سنياس ۽ ويراڳ ڪمائي هئي هو عام ماڻهن وانگر اٿي ويهي

۽ چري پري سگهيو ٿي. بعد ۾ هو سڪندر جي لشڪر سان ٻه سال گڏ رهيو ۽ فوج ۾ جيڪي به ماڻهو سندس پرچار ٻڌڻ ۾ دلچسپي رکندا هئا تنکي ليڪچر ڏيندو رهيو، جڏهن ۷۹ ورهين جي ڄمار ۾ مئو ته لشڪر ۾ ڏاڍو رنج پيدا ٿيو.

اوڀر ۽ اولهه جي فلاسافرن جي هيءَ گڏجاڻي داستانن ۾ سدائين رهندي آهي. ٻن هزار سالن کانپوءِ اڄ به جمنا سافسٽ (اگهاڙو فلاسافر) پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۾ ڄاتل سڃاتل آهي. هندستان، يونان توڙي انگلينڊ ۾ سڪندر ۽ ڪلانس جي گڏجاڻيءَ کانپوءِ ٿيل واقعن کي اهڙا سودو ورجايو پيو وڃي. انگلينڊ ۾ ڪرامويل جي موت کانپوءِ Puritans (مذهبي تعليم ۽ اخلاق تي سختيءَ سان عمل ڪندڙ ماڻهن) اگهاڙي فلاسافر کي پنهنجو آئيڊيل بڻايو ۽ پنهنجي وقت کان اڳ هندن جي پورهين ٿيڻ تي ڪين ساراهيندي، سڪندر تي تنقيد ڪئي ۽ کيس چارلس پنجين جهڙو ظالم بادشاه سڏيو. اگهاڙي فلاسافر جي مشهوري سريءَ جي لڪرين جي پاڇي ۾ سندس شهر ٽئڪسيلا کان نڪري، يونانين ذريعي دنيا جي ڪنڊڪڙڇ تائين پهچي وئي.

(هلندڙ)



# قديم سنڌ جا هنر ٢

عبدالڪريم ڪٿي

موهن جي دڙي مان جيڪي مهرون هٿ آيون آهن، انهن تي جانورن جون شڪليون ۽ اکر تصويرن جي صورت ۾ لکيل آهن. آڳاٽي زماني ۾ اهڙيون مهرون سڄي دنيا ۾ چالو هيون، جن مان پتو پوي ٿو ته هتي لکڻ جي هنر جي ترقي ڪافي قدر ٿي هئي. انهي لسر جون مهرون ۽ سنڌو تهذيب طرف پيش ڪيون آهن. "قديم سنڌ" نالي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته انهيءَ مان مرحلن ماڻهن انومان ڪيو آهي ته موهن جي دڙي جي تهذيب انهي قديم زماني جي آهي.

عطا محمد قدوائي، "انسان ڪي ڪهاڻي – ٢" ۾ لکي ٿو:

"وادي سنڌ جي تهذيب ۾ هڪ طرح جي علامتي تحرير جو به رواج هو. پٿرن، ٺڪرن ۽ مهرن تي تصويري علامتن مان ثابت ٿئي ٿو ته انهن کي لکڻ جو هنر ايندو هو. پر لڳاتار ڪوشش جي باوجود هن تحرير کي اڃا تائين پڙهيو نه ويو آهي."

اٽڪل هڪ هزار سالن تائين وڌڻ ويجهڻ کان پوءِ هيءَ تهذيب يڪايڪ فنا ٿي ويئي. هن وڏي حادثي جو اصل سبب اڃا تائين معلوم نه ٿي سگهيو آهي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ ڪنهن خوفناڪ حملي ڪندڙ جو شڪار ٿي ويئي، جنهن قتل عام ڪري هن ڪي نابود ڪري ڇڏيو. رستن تي انساني هڏيون اهو ظاهر ڪن ٿيون ته گهڻو ڪري ماڻهو شهر کان ٻاهر نڪري به نه سگهيا هئا ۽ اتي ئي ماريا ويا. شايد اهو آريا لوڪن جي آتر کان هن نديءَ ڪناري تي حملي ۽ سونن جي ناڪ جوهڪ خوني ڏيک هو."

## رسم الخط:

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب، نئين زندگي، ماهه جنوري – فيبروري، ١٩٨١ع جي پرچي ۾ ڇپيل پنهنجي مضمون "سنڌي زبان تي عربي زبان ۽ اسلامي تهذيب جو اثر" ۾ سنڌ جي رسم الخط بابت لکيو آهي "ابن نديم لکي ٿو: سنڌ جي ٻولين جون زبانون ۽ مذهب مختلف آهن ۽ رسم الخط به گهڻيون آهن. هن جا تقريباً ٻه سئو رسم الخط آهن. سنڌ جي ماڻهن وٽ ٽي رسم الخط رائج آهن. سنڌين کانسواءِ ٻيون سياه فام قومون مثلاً: نوبه، بجه، زغاوه، مراوه، استاتا، بربر ۽ حبشين جون مختلف قومون به پڙهي واريون هجڻ سبب سنڌي رسم الخط لکنديون آهن، انهي ڪري جو ڪين پنهنجو رسم الخط ڪونهي."

البيروني لکي ٿو: "ڏکڻ سنڌ ۾ ڪاري واري خطي تائين، "مابوشائو" نالي جيڪو رسم الخط ڪم ايندو آهي، ان کي "مالواڙي" چئبو آهي. لهنوا (المنصوره) ۾ "سندو" رسم الخط ڪم ايندو هو. "لاڙي خط" لاڙديس ۾ ڪم ايندو هو.

"اردناگري" رسم الخط "ڀاٽيا" ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۾ لکيو ويندو هو."

ڊاڪٽر ايچ – ٽي – سورلي، دي گزيٽيئر آف ويسٽ پاڪستان جي "دي فارمر پراونس آف سنڌ (خيرپور رياست سميت)" نالي ڪتاب ۾ لکي ٿو:

"جيتري قدر موهن جي دڙي وارين مهرن تي لکيل تصويري خط جو تعلق آهي، ته مهرن جي پڙهائي بابت اهم ڏکيائي درپيش آهي؛ انهي مان اها ري حقيقت جو پتو پوي ٿو ته انهن وٽ ڊگهيون لکتون نه آهن. مهرن تي جيڪا تحرير آهي، اها فقط چند نشانين تي مشتمل آهي. ڊگهين لکتن جي وسيع تعداد کان سواءِ اهو هڪ ماهر لاءِ وڏيڪ مشڪل ٿيندو، ته هو انهي مان ڪو مطلب ڪڍي سگهي ۽ جيڪي ڪجهه مهرن تي لکيل آهي انهي کي سمجهي سگهي.

موهن جي دڙي واري تحرير بابت تمام دلچسپ رايا هڪ مضمون، "دي نيومرل سائينس آف دي موهن جو دڙو اسڪرپٽ" ۾ شامل آهن، جيڪو "اي – ايس – سي روس" ميموائرس آف دي آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا، نمبر ٥٧، سن ١٩٣٨ع ۾ لکيو.

ڊاڪٽر روس پنهنجي دليلن جو بنياد، موهن جي دڙي واري تحرير جي انگن وارن نشانن تي رکيو آهي ۽ اهو قياس ظاهر ڪيو اٿس ته اهي عددي نشان حقيقي انگ پيش نٿا ڪن. هو انومان ڪڍي ٿو ته، جيڪڏهن انهن جو استعمال آئيڊيو گرافڪ ناهي ته تحرير کي پڙهڻ يا سمجهڻ جو مدار عددي نشانن تي رکيل آهي، جيڪي هومونيمس يا قاسمي هومونيمس نمبرن تي مشتمل آهن. اهي تحريري زبان جا بنيادي نمبر آهن يا وري اهي آوازن جا مجموعا آهن.

## گهرو زندگي

"قديم سنڌ" نالي ڪتاب

جي حوالي سان سر جان مارشل چوينٿو تہ، ”موهن جي دڙي جي سڀيتا، ان وقت جي مصر ملڪ ۽ ايشيا جي الهندي طرف جي سڀيتا جهڙي آهي، پر ڪن ڳالهين ۾ انهي جي سڀيتا کان بہ سرس آهي. انهن هنڌان ڪي اهڙيون عمديءَ طرح جڙيل سنان جون جايون ۽ اهڙا ڪشادا گهر ڪين لڌا آهن، جن جي موهن جي دڙي جي عمارتن سان ڀيٽ ڪري سگهجي. انهن ملڪن ۾ ماڻهن پنهنجو تن، من، ڌن رکيو ديوتائن لاءِ مندرن، ۽ راجائن لاءِ عمدن محلاتن، ۽ مخروطي منارن جوڙڻ تي ئي لڳايو؛ باقي رواجي ماڻهو مٽيءَ جي جڙيل جاين ۾ رهندا هئا. هڙاپا ۽ موهن جي دڙي ۾ قصوني ٻيءَ طرح آهي. اتي بہ ماڻهن پنهنجي حاڪمن لاءِ عاليشان عمارتون جوڙيون هونديون، جي اڃا ڪين لڌيون آهن؛ پر پنهنجي رهڻ لاءِ ڪشاديون ۽ هوادار جايون جوڙيندا هئا. اهي هوادار جايون، وهنجڻ لاءِ تلاءُ، ڍڪيل موريون وغيره اهو ابهاڻ ڏين ٿيون، تہ هتي جي ماڻهن پنهنجي گهرو جيوت جهڙيءَ فرحت ۾ ٿي گذاري، تهڙي ان وقت دنيا ۾ ٻين هنڌ ڪنهن بہ ڪونہ ٿي گذاري“.

سنڌ ماٿري جا ماڻهو، سميري، بابلي يا مصري ماڻهن وانگر شان و شوڪت جا قائل نہ هئا. پر پنهنجي شهرين لاءِ آرام واري زندگي مهيا ڪرڻ جو اهتمام جيتري قدر ممڪن هو، ضرور ڪندا هئا. انهي ڪري سنڌو ماٿري جي تهذيب ۾ اهرام مصر يا سمير جي وڏن مندرن جهڙيون عاليشان عمارتون نہ هونديون هيون.

البتہ گهر تمام آرام وارا هوندا هئا. اهي خوبصورت ڳاڙهين پڪن سرن جا ٺهيل هوندا هئا، جن ۾ ڪيترائي ڪمرا ۽ وسيع اڱڻ هئا. گهڻو ڪري گهرن ۾ غسل خانا موجود هئا. شهر ۾ سڀني شهرين جي وهنجڻ لاءِ هڪ وڏو حمام بہ هوندو هو. اهڙي طرح شهر ۾ اناج رکڻ لاءِ هڪ وڏو گدام بہ هوندو هو، جتان شهر جي اناج جون ضرورتون پوريون ڪيون وينديون هيون.

سرن جا ٺهيل غسل خانا رستا ۽ عمارتون انهن آبادين ۾ موجود هيون، جتي ماڻهو خوشحال ۽ آرام واري زندگي گذاريندا هئا. ٻارن لاءِ مٽيءَ جا ڳاڙها رانديڪا، پٿر جون مهرون ۽ ڌاتن جا زيور لڌا آهن، جن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، تہ انهن ماڻهن جو معيار زندگي خاصو بلند هو.

## کيتي

رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انهي آڳاٽي وقت ۾ پنجاب ۽ سنڌ ۾ ترن ۽ جون جا فصل پيدا ٿيندا هئا. هن وقت آن پيهڻ لاءِ جيڪي جنڊ ڪم اچن ٿا، سي عيسوي سن کان بہ صديون ڪن اڳ چالو ٿيا هئا. اڳي جنڊن جو نمونو ٻي پيو هوندو هو. موهن جي دڙي مان تمام گهڻا جنڊ لڌا آهن. انهي مان مسٽر مئڪي اهو انومان ڪيو آهي تہ اناج جي پوک گهڻي ٿيندي هئي، جنهن ڪري ماڻهن وٽ جنڊ بہ گهڻا هوندا هئا.

## زيور

آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽينڊنٽ مسٽر ڊڪست، ڪن گهرن مان زمين جي هيٺان پوريل ٽامي جا ڪي برتن لڌا، جن مان ڪڏ هڪ سڙيل ڪاراٽي بہ هئي. هڪ ڏنو ۾ قيمتي زيور پيل هئا، جن تي جڙت جڙيل هئي.

سر جان مارشل انهن زيورن اپڻ ڪانئوءِ سگهوني ”اسٽريٽيڊ لنڊن نيوز“ ۾ لکيو تہ:-

”سونا زيور تمام عمديءَ طرح جڙيل ۽ پالش ڪيل آهن، اهڙن محسوس ٿئي ٿو ڄڻ اهي لنڊن واريءَ جواهرن جي بانڊ اسٽريٽ مان کڻي جي آيا آهن؛ توڙي جو اهي زيور پنج هزار ورهيہ اڳ، تاريخ جي زماني کان اڳ واري هڪ گهر مان لڌا آهن“.

## قيمتي پٿر

موهن جي دڙي مان جيڪي زيور لڌا آهن، تن مان پتو پوي ٿو تہ قديم سنڌ جا رهاڪو عقيق يا سنگ سليماني، نيلم، فيروز ۽ ٻيا قيمتي پٿر، هار جي داڻن توڙي زيورن جي جڙت لاءِ ڪم آڻيندا هئا. سن ۲۴ - ۱۹۲۵ع ۾ هڪ سهڻو هار لڌو، جيڪو حود ساک پيو پري تہ ڪنهن قابل ڪاريگر جو جوڙيل آهي.

مسٽر رکلداس بنرجي، جنهن سڀ کان پهريائين دڙو کوٽايو هو، سو وينجهارن جي تعريف ڪندي چوي ٿو، تہ رگ ويد ۾ جن آرين جو ذڪر آهي، تن کي بہ اهڙو هنر ڪونہ ايندو هو جهڙو موهن جي دڙي جي ڪاريگرن کي هو. سر جان مارشل بہ انهيءَ هار جي گهڻي تعريف ڪئي آهي

## ڪتڻ ۽ اُڻڻ جو هنر

پيرو مل مهرچند آڏواڻي پنهنجي ڪتاب ”قديم سنڌ“ ۾ لکي ٿو تہ: موهن جي دڙي مان ڪيترائي اٽڻ لڌا آهن: ڪي سادا تہ ڪي اُجاءِ. انهيءَ مان سمجهجي ٿو تہ غريبن توڙي شاهوڪارن جي گهرن ۾ چرخي

چوڙيءَ جو رواج هو. دڙي منجهان هڪ چانديءَ جو ٿانءُ جواهرن ۽ مڻين سان ڀريل لڌو، جو آڇيءَ طرح اٽيل ڪپڙي سان ويڙهيل هو؛ ان ۾ ديسي ڪپهه ڪم آيل آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته پنج هزار ورهيه اڳ سنڌ ۾ ووڻن جي پوک ٿيندي هئي، ۽ انهيءَ قديم زماني ۾ نيٺ سنڌي ماڻهن وٽ ڪپڙي اُڻڻ لاءِ آڏاڻا به هئا.

## ڌاتو

مسٽر محمد ثناءُ الله، هند سرڪار جو آرڪيالاجيڪل ڪيمسٽ چوي ٿو ته ٽامي ۽ قلعي مان ''برانز'' جوڙڻ جي سڌ، سنڌو ماٿر جي ماڻهن کي عيسوي سن کان ٽي هزار ورهيه اڳ ۾ هئي. انهيءَ کان به اڳي هئي.

## هٿيار:

موهن جي دڙي مان ڏوربون پٿر ۽ ٽامي جون گدائون (Maces)، ڏورا ۽ لا، ڪهاڙيون، تير ۽ ڪمانون هٿ آيون آهن. تلوار جوڙڻ جو رواج گهٽ هو ۽ هيو، تنهنڪري ترار ڪانه لڌي آهي. شهر کي عالم پناهه ڪونهي. ڪا زره به ڪانه لڌي آهي. ماڻهو گهڻو ڪري صلح سانت ۾ گذاريندا هئا.

## وٽ ۽ ماڻا:

موهن جي دڙي مان جيڪي وٽ ۽ ماڻا لڌا آهن، سي ايلم ۽ ميسو پوٽاميا جي وٽن سان هڪجهڙائي رکن ٿا. مسٽر اي. ايس. سنڪي چوي ٿو ''موهن جي دڙي جا آهي وٽ ايلم ۽ ميسو پوٽاميا جي قديم وٽن کان وڌيڪ سوڌا ۽ پورا آهن.

## ڪنيارڪو ڪم ۽ ڪاشي

سنڌ ۾ ٿانون جوڙڻ جو هنر جڳن کان عام آهي. موهن جي دڙي جا ماڻهو ٿانون تي چٽسالي به ڪندا هئا ۽ نهايت نفيس ٿانون جوڙڻ جو هنر به. ڪين ڪاشيءَ جي ڪم جا آڳاٽا نمونا پڻ، موهن جي دڙي مان مليا آهن. مسٽر ارنيسٽ مئڪي چوي ٿو ته، ''رومن جي وقت کان اڳ مصر ملڪ ۾ انهيءَ هنر جي مصري ماڻهن کي ڪل به ڪانه هئي.''

## سنگتراشي ۽ اُڪر:

موهن جي دڙي جا رهاڪو اعليٰ قسم جو سنگتراشي ۽ اُڪر جو ڪم ڪندا هئا. ''مئنچيسٽر گارجين'' ۾ مسٽر بريلسفورڊ لکيو آهي ته، هتان جيڪي ماڻهن ۽ پڻ ساهوارن جون شڪليون لڌيون آهن، سي ان وقت جي ميسو پوٽاميا طرف جي ڪاريگريءَ کي شهه ڏيو بيٺيون آهن.

## مهرون:

موهن جي دڙي مان جملي ۵۵۸ مهرون لڌيون آهن. جيڪي مختلف ڍولن ۽ ماپن جون آهن. ڪي مهرون عاج جون ٺهيل آهن، ته ڪي صابوني پٿر جون. ڪجهه مهرون ٺڪر جون آهن. ڪن مهرن کي سوراخ آهي، جنهن مان ڌاڳو لنگهائي سگهجي ٿو. انهيءَ مان پروڙجي ٿو ته موهن جي دڙي جا ماڻهو اهي مهرون ڳچيءَ ۾ پائيندا هئا، يا ڪرائي ۽ ٻانهن تي تائيت وانگر ٻڌندا هئا. انهن مهرن تي شڪليون نڪتل آهن. جن مان ڪاريگرن ۽ ڪاريگريءَ جو ثبوت ملي ٿو. انهن مهرن تي ابريل چٽ آهن، تن مان سمجهه ۾ اچي ٿو ته سيل مهر ڪرڻ مهل به اهي مهرون ڪم آڻيندا هئا. قديم زماني ۾ دستور هو، ماڻهو ڪيڏانهن ٻاهر ويندا هئا، ته دروازن جي ٻاهران مهرون هڻندا هئا. هر هڪ مهر تي ڪنهن ديوتا جي شڪل نڪتل هوندي هئي. اهو ديوتا چوڻ، گهر جي سنڀال ڪندو هو، ۽ سندن ملڪيت کي ڪوبه هٿ نه لائيندو هو. موهن جي دڙي جي ماڻهن وٽ به شايد اهوئي دستور هو.

## رانديون ۽ رانديڪا:

موهن جي دڙي مان سنگ سليماني ۽ ٻين پٿرن جو ٺهيل گوليون، شطرنج ۽ ڍارا لڌا آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي ته ماڻهن جي واندڪائي جي وندر اهي رانديون هيون. ان وقت جي ماڻهن کي پنهنجي ٻارن جي وندر جو به جهجهو اونو هوندو هو، جو ڪيترن قسمن جا رانديڪا به لڌا آهن، جيڪي ماڻهن، ڍڳن ۽ گهوڙن جون شڪليون آهن. هڪ ڍڳي جو پچ چڪجي ٿو ته ڪنڌ پيو لوڏي! هڪ هاٿي آهي، جيڪو جهنجهٽو ٿي ڪم اچي ٿو. موهن جي دڙي مان هڪ ٺڪر جي ٺهيل گاڏي ڦيٿن سان لڌي آهي. انهيءَ قسم جون گاڏيون عيسوي سن کان پنجهه سئو ورهيه اڳي ميسو پوٽاميا طرف چالو هيون، جنهنڪري چئبو ته گاڏين جو هي جهوني ۾ جهونو نمونو آهي.

## طب ۽ دوائون

هندن جي ڌرمي پستڪن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جا ماڻهو قديم زماني ۾ طب کان واقف هئا ۽ ڪيترين ڪارائتين ٻوٽين جي سڌ هئن، جن مان مختلف دوائون ٺاهيندا هئا.

## قديم سنڌ جو مذهب

سنڌو ماٿري جا رهواسي ڪيترين ئي قدرتي شين جي پوڄا ڪندا هئا. موهن جي دڙي مان لڌل شين ۽ مورتين مان پتو

هوي ٿو، ته قديم سنڌي وڻن، جانورن ۽ پاڻيءَ وغيره جي پرستش ڪندا هئا.

موهن جي دڙي مان ڪيتريون ئي مورتيون لڌيون آهن، جن ۾ هڪ مورتي ”ديوي ماتا“ جي پڻ آهي. انهي ڪانسواءِ هڪ مرد ديوتا جي پڻ شڪل لڌي آهي. سر جان مارشل جي راءِ موجب اها مورتي شوڀڳوان جي آهي، جو يوگ آسڻ ۾ ويٺو آهي. هتان شو جا لنگ به لڌا آهن. انهي ڪانسواءِ پنڊور جي کوٽائي مان پڻ شو لنگ لڌا آهن. جنهنڪري هيڪاري يقين ٿو ٿئي ته سنڌ ۾ شو ۽ شڪتي جي پوڄا جو رواج نهايت قديم آهي.

ڊاڪٽر ايڇ.سي.راءِ چوڌري، پنهنجي ڪتاب ”اين ايڊوانسڊ هسٽري آف انڊيا“ جي ٽئين باب ۾ پڻ لکي ٿو ته سنڌ جا ماڻهو ديوي ماتا ۽ شو جي پوڄا ڪندا هئا.

## وڻن جي پوڄا

قديم سنڌي ماڻهو وڻن جي پوڄا پڻ ڪندا هئا. اهي پپر ۽ ٻين وڻن جي پوڄا ڪندا هئا. پوڄا جا ٻه قسم هوندا هئا. هڪ ته خود وڻن کي پوڄيندا هئا ۽ ٻيو وڻن ٽڻن جي ديوتا کي مجسم ڪري، ان جي پوڄا ڪندا هئا.

## جانورن جي پوڄا

موهن جي دڙي مان ڪيترن جانورن جهڙوڪ هڪ سڱي جانور ۽ ٿوهي سان ڏڪي جون تصويرون هٿ آيون آهن. قديم زماني ۾ مصرملڪ ۾ هڪ سڱي جانور (Unicorn) جي پوڄڻ جو رواج هو ۽ اهو هندستان جو جانور ليکيو ويندو هو. وشنو ڀڳوان کي ”ايڪ شرنگ“ يعني هڪ سڱو سڏيندا آهن. ٿوهي واري ڏڪي جي پوڄا جو شو ڀڳوان جي پوڄا سان واسطو ٿي سگهي ٿو. چون ٿا ته شو ڀڳوان جي پوڄاري اڄ تائين ڏڪي جي پوڄا به ڪندا آهن.

## پاڻيءَ جي پوڄا

موهن جي دڙي ۾ هر گهر مان کوهه لڌو ويو آهي ۽ هر گهر ۾ غسل خانو پڻ آهي، انهيءَ ڪانسواءِ هڪ وڏو تلاءُ به لڌو آهي. جنهن مان سمجهه ۾ اچي ٿو ته قديم سنڌين کي جڳت مڳت جو خيال هو ۽ غسل ڪرڻ هڪ ڌرمي ڳالهه ڪري ليکيندا هئا. انهي ڪانسواءِ درياهه جي پوڄا ته قديم وقت کان وٺي اڄ تائين هلندي اچي.

## واپار

عظيم قدوائي، پنهنجي ڪتاب، ”انسان کي ڪهاني“ -٢، ۾ لکي ٿو ته:-

”ٻني ٻارو انهن جو خاص مشغلوهو. ڪڻڪ، تر، جو، مٽر ۽ ڪپهه به اهي ماڻهو پيدا ڪندا هئاءِ هتي جي ماڻهن جي خوراڪ جو بندوبست ڪندا هئا. معلوم ٿئي ٿو ته هنن ماڻهن جو واپار ڏورانهن علائقن سان هوندو هو، ڇاڪاڻ ته سميرءِ بابل جي تهذيب جي کوٽائيءَ ۾ ڪجهه مهرون ۽ ٻيون اهڙيون شيون مليون آهن، جن مان پتو پوي ٿو، ته اهي سنڌ ماڻري جوڙ ٿيل آهن.

آر (UR) جي هنڌ تي کوٽائي ڪندي مهرون نڪتيون آهن، جن تي بلڪل اهڙائي هاٿي، گينڊا ۽ پاڏا ٺهيل آهن، جهڙا موهن جي دڙي ۾ مليا آهن.

## ٻين قومن سان تعلقات ۽ قديم سنڌي

موهن جي دڙي مان لڌل شين مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم سنڌين جا ٻين قومن سان پڻ تعلقات هوندا هئا.

موهن جي دڙي مان ٽامي جا ٿانو ۽ اوزار پڻ لڌا آهن. سنڌ ۾ لڪيءَ جي جبلن وٽان ٿوري انداز ۾ ٽامو لڀي ٿو، پر اهو ڪچو ڌاتو تمام ٿوري مقدار ۾ آهي، جنهن مان ٿانو وغيره جوڙي نٿا سگهجن. ٽامي جون کاڻيون سنڌ ۾ ڪونهن، تنهن ڪري سمجهه ۾ اچي ٿو، ته قديم سنڌ جي رهواسين پنهنجي روزمره جي استعمال لاءِ ٽامو مدراس، راجپوتانا ۽ ڪشمير يا ايران ۽ ڏکڻ افغانستان مان آندو هوندو. ڇاڪاڻ ته اتي ٽامي جون کاڻيون آهن. جنهن ڪري انهن قومن سان تعلقات هئڻ سبب کين ٽامو ملي سگهيو هوندو.

موهن جي دڙي مان سونا زيور به لڌا آهن. اڳياڻن رشتن سنڌو نديءَ کي ”سوني“ سڏيو آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌو نديءَ جي واريءَ مان اڄ تائين ”سون“ جا ذرا لڀن ٿا. حقيقت ۾ سيني وڏين ندين جي واريءَ مان سون جا جزا لڀن ٿا.

اڳياڻي زماني ۾ ماڻهن جو اهو به ڌنڌو هو، ته دريا جي وادي مان سون جا ذرڙا هٿ ڪري آهي وڪڻي، پنهنجو گذر سفر ڪندا هئا. اڄ تائين به سنڌ ۾ اهڙا پورهيت آهن جن کي ”ڌوڙ ڌوئا“ يعني ڌوڙ ۾ ڌوئيندڙ سڏجي ٿو. اهي ڌوڙ ڌوئا هينئر به سونارن جي کورن جي رک ۽ مٽي ٿوري ناڻي ۾ خريد ڪري اها رک ڌوئي ان مان سون جا ذرڙا هٿ ڪندا آهن. سنڌي ماڻهن کي هينئر به ”سوني سنڌوءَ“ مان سون ملي سگهي ٿو.

ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي

وڌيڪ وضاحت ڪندي سندس ڪتاب ”قديم سنڌ“ ۾ لکيو آهي :-

”عيسوي سن کان ٥١٠ ورهيه اڳ دارا بادشاهه پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهي، اهي ملڪ پنهنجا ڏن پڙيندڙ ڪيا هئا. اهي دارا کي ٣٦٠ ٽئلينٽ سون جي خاڪي جا، يعني اٽڪل ٢٦٠ من سون جا هر سال ڏن طور ڏيندا هئا. اهو سون ڪشمير کان وٺي دارستان جي سون جي کاڻين مان ملندو هئو. ڪشمير ڏي ٽامي جون کاڻيون پڻ آهن. سنڌي سڀ ڌهن جي ڪشمير جي ماڻهن سان لهه وچڙ هئي. تنهن جي ثابتي خود سنڌي ٻولي پڻ ڏي، جو ان ۾ ڪشمير ۽ دارستان طرف جي ٻولين جا ڪيترائي اهڃاڻ آهن. اهو ٻولين جو هڪٻئي تي اثر هيڪر ري ثابت ڪري ٿو، ته سنڌ جي ماڻهن ڪشمير جي ماڻهن سان گهڻي لهه و چڙ هئي.

چچ نامي ۾ ڄاڻايل آهي ته عيسوي ستين صديءَ ڌاري سنڌ جي حڪومت ڪشمير تائين هئي. اسانجا سنڌي ماڻهو اوڏانهن حڪومت ڪندا هئا، تنهنڪري سنڌ ۽ ڪشمير طرف جي ٻولين جو هڪٻئي تي اثر پيو. يوناني تاريخ نويس ڄاڻايو آهي ته سڪندر اعظم جي ڪاهه وقت الور ( روهڙيءَ طرف ) ۾ سون ۽ چاندي جون کاڻيون هيون. چچ نامو ته شروع ئي الور جي شاهوڪاريءَ ۽ بستيءَ جي ساک سان ٿئي ٿو“.

انهي کانسواءِ کنڊرن جي کوٽائي مان پتو پيو ٿو ته سنڌو ماٿرجي ماڻهن جا سمير، بابل، مصر ۽ ٻين ملڪن سان واپاري تعلقات پڻ هوندا هئا. اهڙيون مهرون وغيره پڻ لڌيون آهن، جيڪي انهي ڳالهه جي ثابتي ڏين ٿيون.

سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب جي مطالع مان خبر پوي ٿي ته انسان ذات جي اوسر ۽ تهذيبي ترقيءَ جي شروعات سڀ کان پهريائين سنڌ ملڪ ۾ ٿي ۽ اتان تهذيب جي روشني ساري دنيا ۾ پهتي. اٽڪل پنجن هزار ورهين کان به اڳ سنڌ ۽ پنجاب جا ماڻهو متمدن زندگي گذاريندا هئا ۽ هئا ۽ پڪن شهرن ۾ رهندا هئا. سندن تمدن هنر ۽ ڪاريگري اعليٰ درجي تي پهتل هئي. سندن اکرن لکڻ جو نمونو به سڌريل ڍنگ جو هو.

نتيجو : موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان پتو پوي ٿو ته جهڙيءَ طرح مصر جي ڊيلٽا تي ميمفس هيٺاهين مصر جو تختگاهه هو ۽ مصر جي سري ۾ ٿيبس تختگاهه هو، تيئن سنڌ جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ موهن جو دڙو برک شهر هو. ٿي سگهي ٿو ته موهن جي دڙي وارو شهر ان قديم دور ۾ سنڌ جو گادي وارو شهر هجي. پنجاب جي مانٽگومري ضلع ۾ هڙپا جو قديم شهر سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر هو، جنهن جي تهذيب موهن جي دڙي واري تهذيب سان مشابهت رکي ٿي. هي شهر به موهن جي دڙي وانگر پڪين سرن جو اڏيل هو. اهي ٻئي شهر قديم زماني وارن سنڌين جي اڏاوت واري فن جو بهترين مثال آهن.

موهن جي دڙي جي کوٽائي مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو شهر گهڻا ڀيرا ويران ۽ آباد ٿيندو رهيو آهي. ماهرن جو خيال آهي ته گهٽ ۾ گهٽ ست (٧) شهر انهي هنڌ هڪ ٻئي مٿان آباد ٿيندا رهيا آهن. پڪن سرن جي عمارتن مان پتو پوي ٿو، ته ان وقت جا ماڻهو سکيا آسودا هئا.

هي شهر عيسوي سن کان اڳ واري زماني ۾ آباد هو ۽ انهي جو لاڳاپو ڏاتو ۽ پٿرجي تهذيب جي زماني سان جڙيو وڃي ٿو. مختلف اندازن مطابق هيءَ تهذيب اٽڪل پنج هزار ورهيه پراڻي آهي. پر ڪن ماهرن جو چوڻ آهي ته اها تهذيب ست هزار ورهيه جهوني آهي.

موهن جي دڙي واري شهر جي بيهڪ ۽ جوڙ جڪ مان پتو پوي ٿو، ته ان وقت جا ماڻهو سليقه مند ۽ شاهوڪار هئا. سندن گهر ننڍن ننڍن محلن ۾ ورهايل هئا، جن جون گهٽيون سڌيون ۽ هڪٻئي جي آمهون سامهون هونديون هيون. گهر جون ڪي سرون اهڙيون به آهن جيڪي هزارين ورهيه گذرڻ کانپوءِ به نيون لڳن ٿيون. جاين ۾ رهڻ لاءِ ننڍڙيون ڪوٺيون، غسل خانا ۽ کوهيون به آهن. پاڻيءَ جي نيڪال جون ڪسيون ۽ موريون پڻ ڏٺيون آهن. نيڪال جو سرشتو اهڙو ته بهترين آهي جو اڄ به انهي جو جديد دنيا ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. پڪ سان چئي سگهجي ٿو، ته قديم زماني جا رهواسي بهترين ڪاريگر ۽ انجنيئر هئا. ڪن هنڌن تي ٿنڀن سان وڏا هال آهن، جتي شايد انهي زماني جا ماڻهو خاص ڪمن لاءِ ۽ خاص موقعن تي گڏجاڻيون ڪندا هئا. انهن کانسواءِ ڪي عمارتون دڪانن جي ڊول جون ڏٺيون هيون، جتي ڏهاڙي، وڻج واپار ٿيندو هو. هڪ وڏو تلاءُ پڻ هوندو هو جتي شهري وهنجندا هئا، انهيءَ تلاءُ ۾ لهڻ لاءِ ڏاڪا پڻ ڏٺيل آهن. سم جي روڪڻ لاءِ ڏامر ۽ ڪنڪريٽ استعمال ڪيا ويا آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته واديءَ سنڌ جا ماڻهو هزار ورهيه اڳ وڏين عمارتن جا ماهر هئا.

ڪندي پاڻيءَ جي نيڪال واري سرشتي مان معلوم ٿئي ٿو، ته شهر ۾ هڪ ميونسپالٽي هئي ۽ ماڻهن کي شهر جي آباديءَ ۽ صحت جو گهڻو اونو هوندو هو. ڀانئجي ٿو، ته ماڻهن کي انجنيئري ڄاڻ هئي، جنهنڪري نديءَ جي زبردست وهڪرن ۽ ٻوڏن کي روڪي سگهيا ٿي. آڳاٽن سنڌي ماڻهن وٽ تعليم سکڻ ۽ سيکارڻ جو رواج ۽ هنرن جي سکيا جو رواج عام هوندو هو. جنهنڪري علم ۽ هنر پنهنجن نسلن ڏانهن منتقل ڪندا رهندا هئا. ڀٽن تي اڪر ۽ چٽساليءَ جو ڪم عمدو ٿيندو هو. ڪپڙي اڻڻ جي ڪري قديم سنڌ ساري دنيا ۾ مشهور هوندي هئي. آڳاٽا سنڌي ماڻهو زراعت جي هنر کان چڱيءَ طرح واقف هئا. تنهنڪري فصل گهڻا اپائيندا هئا. پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ اناج پاڙيسري ملڪن ڏانهن موڪلي، اتان ٻيون شيون گهرائي پنهنجون ضرورتون پوريون ڪندا هئا. اڄ وچ لاءِ ڏکي ڪاڏيون ۽ پيڙيون وغيره استعمال ٿينديون هيون. سنڌ ۾ ڪپڙي اڻڻ جو هنر جهجهو هوندو هو، جنهن ڪري سنڌ جو ڪپڙو ساري دنيا ۾ مشهور هو. ٻاهرين ملڪن جا راجائون ۽ رائيون سنڌ مان ڪپڙو گهرائي پنهنجون پوشاڪون ٺهرائيندا هئا. مطلب ته سنڌو ماٿري جا ماڻهو علمي توڙي هنري ميدانن ۾ تمام گهڻو سڌريل هئا. اهڙيون ڪيتريون ئي ثابتيون ملي چڪيون آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته اٽڪل پنج هزار ورهيه اڳ سنڌي ماڻهو مهذب زندگي گذاريندا هئا.

محقق ۽ مورخ، سميرين تهذيب کي مصر ۽ بابل جي تهذيبن کان به آڳاٽي ڄاڻائين ٿا. تنهنڪري انهيءَ ڳالهه جي تصديق ٿي وڃي ٿي ته "دلمون" دنيا جو سڀ کان پهريون مهذب شهر هو، جنهن جي وڌيڪ پڪ اسان کي دلمون (موهن جو دڙو) جي کوٽيل کنڊرن مان ٿئي ٿي. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ وقت جنهن ڳالهه آرڪيالاجي جي ماهرن جي گهڻو توجهه ڇڪايو، اها شهر جي شاندار سينيٽري، گهرن، گهٽين ۽ رستن جي جوڙجڪ ۽ ترتيب هئي. اهي ڳالهيون شاهدي ڏين ٿيون، ته ان شهر کي بهترين سينيٽري سسٽم ۽ انتظام هو. اولهه جي عالمن جڏهن هن شهر جي ان عظمت کي ڏٺو، تڏهن حيران ٿي ويا ۽ موهن جي دڙي واري سڀيتا جي ساراهه جا ڍڪ پنهنجن ڪيترن ئي مضمونن ۾ ڀريائون. دڙي مان جيڪي مهرون مليون آهن، انهن جي پڙهجڻ کانپوءِ اهو چڱيءَ طرح ثابت ٿي ويندو، ته سنڌو ماٿر جي سڀيتا دنيا جي عظيم ترين سڀيتا آهي.

# سنڌ تي سومرا حڪومت

**عبدالله ورياهه**

سنڌ جي سومرا حڪمرانن جي باري ۾ تاريخدان اڃا تائين ڪا به هڪ راءِ قائم ڪري نه سگهيا آهن، ته اهي سنڌ جا اصلي رهاڪو هئا يا عرب مان آيل ڪنهن عربي نسل جا ماڻهو هئا. اهو مسئلو حل نه ٿيڻ جو هڪ ٻيو سبب به آهي، ته تاريخ تي تحقيق ڪندڙ ان وقت تائين حقيقت کي پهچي نه سگهندو، جيستائين سندس ذهن صاف ۽ ڪشادو نه هجي، ڪو به ڪٽر پڻو سندس سوچ ۾ حائل نه هجي ۽ تاريخ لکڻ جي ان بنيادي اصول کي آڏو رکي حقيقت کي حاصل ڪري سگهجي ٿو.

بهرحال اهو تحقيق طلب مسئلو آهي، ته سومرا حڪمران جي حاڪم عبدالرحمان بن ثمره جي اولاد مان آهن يا سورج بنسي خاندان، پرمار راجپوت مان آهن. هن باري ۾ اسان جي مڃيل عالمن ڪافي ڪجهه لکيو آهي. انهن لکيو آهي، سومرن جي ريتن، رسمن، رهڻي ۽ نالن کي آڏو رکي عام تاثر اهو قائم ڪيو ويو آهي ته سومرا اصل سنڌي نسل مان آهن، جيڪي پهريائين هندو مذهب رکندا هئا ۽ سنڌ ۾ اسماعيلين جي تبليغ جي اثر هيٺ اسماعيلي يا قرامطي ٿيا ۽ ان کان پوءِ پنهنجو عقيدو تبديل ڪري سني مسلمان ٿيا.

سنڌ تي سومرن جي حڪومت واري اهم دور بابت مواد جي گهٽتائي سندن حڪومت جي عرصي ۽ بادشاهن جي نالن بابت پيدا ٿيل اختلاف به اڃا تائين موجود آهن، ته سندن حڪومت جو ڪل عرصو ڪيترو هو ۽ ڪهڙي حاڪم ڪهڙي سن ۾ سنڌ تي حڪومت ڪئي هئي. ان بابت ڪا به راءِ پڪ سان قائم ڪري نٿي سگهجي. جيستائين ڪو پختو ثبوت ملي.

تنهن هوندي به تاريخي ڪتابن ۾ سومرن جي دور ۽ حڪومت متعلق جيڪي حوالا ملن ٿا، تن مان خبر پوي ٿي، ته منصوره ۽ ملتان جي عرب

حڪومتن جي اقتدار وڃائڻ بعد سومرن انهن جي جاءِ ورتي ۽ خاص طرح سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ سومرن جي خودمختيار حڪومت چوٿين صدي هجريءَ جي پڇاڙي ڌاري قائم ٿي چڪي هئي. غزنوي بادشاهن وارو سڄو دور (٣٨٨ هه کان ٥٨٢ هه) سومرن جو سنڌ تي اقتدار هو. پر ڪڏهن بادشاهه جي طاقتور هجڻ تي ان جي اطاعت ٿي ڪيائون، ته ڪڏهن ان جي هيڻائپ جو فائدو وٺي سرڪشي ڪري خود مختيار ٿي ويا ٿي. محمد غزنوي جي پٽ سلطان عبدالرشيد جي دور حڪومت (٤٤١ - ٤٤٤ هه) ۾ جڏهن غزنوي حڪومت ڪمزور ٿي چڪي هئي ۽ غزنوي شهزادا اقتدار لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ ۾ پورا هئا، ته سومرن اميرن خود مختار ٿي ٿيءَ ۾ سومري سردار کي حاڪم مڃي غزنوين جي اطاعت ڇڏي ڏني (پر جلد ئي ٤٤٦هه-١٠٥٤ع ۾ سومرو گذاري ويو. سندس پٽ پونگر ٻيءَ جي گذرڻ بعد سنڌ جو حاڪم ٿيو. هن پندرهن ورهيه حڪومت ڪئي ۽ ٤٦١ هه ١٠٦٨ع ۾ گذاري ويو). امير سومري جي قائم ڪيل خود مختيار حڪومت سلطان معزالدين محمد بن سام غوري جي اقتدار ۾ اچڻ (٥٧٩هه ١١٧٤ع) تائين سنڌ جي ڪجهه علائقي تي قائم رهي. ١١٩٥ع ٥٨٠ هه ۾ اُچ ۽ ملتان فتح ڪري سلطان محمد غوري اتان سومرن جو اثر ختم ڪري ڇڏيو تنهن هوندي به ڏاکڻي سنڌ تي سومرن جي حاڪميت قائم رهي. ٦٠٢ هه / ١٢٠٦ع ۾ سلطان محمد غوري جي قتل ٿيڻ بعد سلطان محمد غوري جو نائب غلام قطب الدين ايبڪ دهلي جي حڪومت جو وارث ٿيو ۽ سنڌ تي ناصرالدين قباچه جي حڪومت قائم ٿي، ۽ هن جو مرڪز اُچ ۾ هو. هن سڄي سنڌ تي پنهنجو اقتدار قائم ڪيو ۽ سومرن جي خود مختار حڪومت کي پڻ پنهنجي اطاعت ۾ آندو. ناصرالدين قباچه جو سنڌ تي ٢٣ ورهيه راڄ رهيو. ٦٢٥هه ١٢٢٨ع ۾ شمس الدين التمش قباچه تي ڪاهي حڪومت هٿ ڪئي. هن، اُچ، ملتان ۽ سڄي سنڌ فتح ڪري پنهنجي پاران نظام الملڪ کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو جنهن پنهنجو تختگاهه بکر کي بنايو. پر سنڌ جي هيٺين علائقي تي وري به سومرن جي سرداري قائم رهي. دهليءَ تي غلام گهراڻي جي دور (٦٠٢ هه - ١٢٠٦ع) کان وٺي ويندي تغلق گهراڻي جي سلطان محمد بن تغلق جي حڪومت جي ڪجهه وقت تائين دهليءَ جي پاران ملتان، بکر ۽ سيوهڻ تي حاڪم مقرر ٿيندا پئي آيا، پر اهو سڄو دور سنڌ جا حقيقي حاڪم سومرا هئا، جيڪي نالي ماتر ساليانو خراج دهليءَ جي بادشاهن کي پيا موڪليندا هئا ۽ جڏهن سندس طاقت ۾ هيڻائپ ظاهر ٿيندي هئي، ته سومرا خراج ڏيڻ بند ڪري خود مختيار ٿي ويندا هئا، ته ڪڏهن سندن مقرر ڪيل گورنرن جي تابع رهندا هئا.

سلطان فيروز شاه تغلق جي حڪومت (٧٥٢ هه، ٧٩٠ هه - ١٣٥١ع کان ١٣٨٨ع) جي شروع واري دور ۾ سنڌ ۾ سومرن جي آخري حاڪم همير پٽ دودي جي حڪومت هئي پر هو فيروز شاهه تغلق جي ملتان واري گورنر عين الملڪ ماهرو جي مددسان راڄ ڪندو هو. آخر سمن جي طاقت ۾ ايترو ته واڌارو آيو جو همير سومري جي حڪومت کي ملتان جو گورنر به بچائي نه سگهيو ۽ سنڌ تي سمن جي صاحبي شروع ٿي.

سنڌ جي سومرا حاڪمن جا نالا تاريخي ڪتابن تاريخ طاهري، تحفةالڪرام، تاريخ معصومي، آئين اڪبري، منتخب التواريخ ۽ ڪن ٻين ڪتابن ۾ ڏنل آهن. پر سڀني جا هڪ ٻئي سان ايڏا ته اختلاف آهن جو ڪا به ڳالهه پڪ سان چئي نٿي سگهجي. صرف ايترو اندازو ٿئي ٿو ته سومرن جي سنڌ تي ١٠٥١ع کان ١٣٥١ع تائين ٽي سؤ ورهيه حڪومت قائم رهي. جو ته جڏهن ١٣٥١ع ۾ سلطان محمد تغلق ٺٽي ۾ آيو، ته اتي سومرن جي حڪومت هئي پر جڏهن ١٣٦٢ع ۾ فيروزشاهه تغلق ٺٽي تي ڪاهه ڪئي ته ان وقت سنڌ جا حاڪم سما هئا. انهن ٽن سو ورهين ۾ سومري [illegible] ڪهڙن حاڪمن ڪهڙن [illegible] ۾ حڪومت ڪئي ان بابت ڪا به صحيح ڄاڻ نه ملي آهي، پر ٺري، وگهه ڪوٽ، روپا ماڙي ۽ محمد طور جيڪي سومرن جي گادي جا هنڌ هئا ۽ جتي هنن وڏي شان ۽ دٻدٻي سان حڪومت ڪئي انهن قديم شهرن جا آثار اڄ به انهن ڏولهه دلين ۽ سرويچ سروائن جي ياد ڏياري ٿا.

جيڪڏهن سنڌ جا تاريخدان ۽ آثار قديمه جو کاتو گڏجي انهن قديم آثارن بابت ڪا کوجنا ڪندو، ته يقين آهي ته اسان جي هن اهم ۽ تاريخي دور متعلق ڪي پختا دستاويز ملندا، جن سان اسين پنهنجي تاريخ جي هن اهم باب کي چڱي طرح پڙهي ۽ سمجهي سگهنداسين.

دنيا جي تاريخ ۽ تهذيب کي سهيڙڻ ۾ انهن قتل دڙن هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، جيڪر سنڌ جي هن دور کي واضح

ڪرلو آهي، ته سومرن جي دور جي مٽي ذڪر ڪيل قتل شهرن کي باقاعده آثار قديمه جي کاتي طرفان کوٽيو وڃي ۽ انهن مان

لڌل شين، ڪتبن، ڪرين ۽ سڪن کي تاريخدانن ۽ عالمن جي مدد سان پڙهيو ۽ سمجهيو وڃي، ته جيئن سنڌ تي سومرن

جي حڪومت واري اهم دور بابت ڪو به ڪارو مواد حاصل ڪري سگهجي.



# اديب جي ايمانداري

نيپال جو مشهور اديب، "سائمي ڏوسوان"، جڏهن دهليءَ ۾ پنهنجي سفارتخاني جو ڪلچرل سيڪريٽري ٿي آيو، ته ڪجهه ملاقاتن ۾ محسوس ڪيم ته: سندس اندر جو اديب، ڊپلوميٽ عهدي کان مٿاهون آهي. هن جي اندروني چڪتاڻ سندس لاءِ آرام واري نه هئي. ان کان سواءِ هن پنهنجي ذاتي مسئلن بابت مون سان هڪ دوست وانگر حال ونڊيو. جڏهن به پريشان ٿيندو هو، ته مون وٽ هليو ايندو هو، ۽ ته به فون ڪري حال احوال ڏيندو هو.

هڪ ڏينهن سندس پنهنجي ذاتي مسئلي تي، "عدالت" جي عنوان سان هڪ ڪهاڻي لکي ورتم. انهن ڏينهن ۾ آءٌ، هندي زبان ۾ پنهنجي چونڊ ڪهاڻين جو هڪ ڪتاب "پنجاب کان پاهر جا ڪردار" جي نالي سان مرتب ڪري رهي هئس. انهيءَ مجموعي جي اروهن ڪهاڻين ۾ هيءَ ڪهاڻي "عدالت" به شامل هئي. ڪتاب پريس ۾ ڏيڻ کان اڳ، مون هيءَ خبر ڏوسوان صاحب کي به ٻڌائي. هرڪهاڻي جي آخر ۾ انهيءَ جي ڪردار جي ملڪ يا علائقي جو نالو ڏنل هو. اهڙيءَ طرح "عدالت" جي آخر ۾ "نيپال جو ڪردار" لکيل هو. ڏوسوان مونکي چيو ته ان ڪهاڻيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ نيپال لفظ کي ڪڍي ان جي جاءِ تي ٻئي ڪنهن ملڪ يا علائقي جو نالو لکان، نه ته ڊپلوميٽ جي حيثيت سان هن لاءِ ڏکيائي پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي. جيئن ته آءٌ هن جي پريشانيءَ کي ڏسي نٿي سگهيس، انڪري هن جي فرمائش تي "نيپال" بدران "آسام" لکائي ڇڏيم.

ڪتاب ڇپجي ڪانه پئي، هن نه ڏنو ۽ مونکي هڪ نوٽ لکي ڏنائين، ته: "جڏهن آءٌ پنهنجي آتم ڪٿا لکان، ته هن نوٽ کي به ان ۾ ضرور شامل ڪريان. اهو نوٽ هن ريت آهي:

"هيءَ ڪهاڻي ڏوسوان جي آهي، پر سنوارو هڪ ثقافتي نمائندو، ايتري ڏرڪاندڙ ۽ پڙيو آهي جو ڪهاڻيءَ کان انڪاري ڏيکارڻ لاءِ پنهنجي ديس نيپال کي پارت جو هڪ صوبو، آسام بنائڻ ۾ پوئتي نه پيو!"

۱۹۷۳-۱۱-۱۴

— ڏوسوان سائمي.

ان ڏينهن ڏوسوان، منهنجي نظرن ۾ اڳ کان به مٿاهون ٿي ويو. هيءَ سندس اندر جي اديب جي ايمانداري هئي ۽ مون احترام کان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

(ناول رسيدي ٽڪيٽ مان امين ٽيپو جي چونڊ).



ادب :

نظم

# اڄاڻ پاڻ کي ڳوليون ويٺا؟

آڪاش انصاري

ڄڻ ڄڻ ڪان جشنِ عام ڪري،
پنهنجي هستي؛
پنهنجي وجود کي نيلام ڪري،
پنهنجي تاريخ جو ڪفن ڦاڙي،
وري موئن جي دڙن ۾ ويهي
وفا جي ڪچي گهرن ۾ ويهي
انا جي ڏونڌي کي ڦولهيون ويٺا،
اڄان به پاڻ کي ڳوليون ويٺا!؟

شهر ۾، سچ جو آ مينهن اٿو،
نگر نگر ۾ ماڻ جو طوفان؛
۽ اهڙي ماڻ اجو ڇيرا به ٿين پيا حيران ..!!
۽ اسان!؟ سڀ منارن تي مرڪي،
چڙهايون ريشمي چوليون ويٺا
اڄان به پاڻ کي ڳوليون ويٺا!!؟

موت جي ديوي پيئي رقص ڪري،
۽ اسان ..!؟ منڊ جو تڙو ڏوڪاڻي،
ڏيون صبوح کي لوليون ويٺا؛
اڄان به پاڻ کي ڳوليون ويٺا!!؟
اسان جي قبر جون رکوال؛
خونخوار ڳجهون،
سدا ٻڪايلون ۽ ڪار ڳجهيون،
پنهنجي چنبن سان،
پنهنجي چهنبن سان،
اسان جو آئيند وکيکارن ٿيون.
اسان جي بارڙن جي ٽوليُن ڏي،
ڪيڏي لالچ منجهان نهارين ٿيون.
۽ اسان!؟ پنهنجي اُڀهمن کي اڄان
ٻڌايون ڳيري جون ٻوليون ويٺا!
اڄان به پاڻ کي ڳوليون ويٺا!؟

۽ ڪڏهانڪر ڪارن جي ڪپ تي،
پنهنجي مرشد جي صنمخاني ۾،
ذات جي اپسرا ڏسڪي پيئي
چئوطرف شرتلو برپا آهي
چئوطرف زلزلي جي آمد آ،
جو پيٽ ڏٽيءَ جي قدمن هيٺان،
زمين اسان جي کسڪي پيئي،



# ماروئڙن جو مٺهارو

استاد بخاري

ٽڪ ٽڪ ٽڪ ٽڪ ٽا ٽا ٽا ،
ٽاهـان ٽام ٽڪالي جا.
آءُ به آهيان ٽاڏارو -
ٽاڏارو ڙي ٽاڏارو !

ٽاڪاٽا ٽڇڪايان پيو ،
اکرن کي اوجاريان پيو.
آءُ سنڌيءَ جو سونارو -
سونارو ڙي سونارو !

ڪوڏيون، مڻڪا، مائڪ، لال،
پيش پريان جي هوڙا حال ،
ماروئڙن جو مٺهارو -
مٺهارو ڙي مٺهارو !

ڏو ڏو ڏو ڏو ڏم درياهه ،
پياز بنايو بي پرواهه.
ايران، اوليان اوڙارو -
اوڙارو ڙي اوڙارو !

کڙ کڙ کڙ کڙ آپ ڪجيو ،
اوسو پاسو عام اڏيو.
توءِ تريلو تامارو -
تامارو ڙي تامارو !

هٿ ۾ ڏاٽا سوپارا ،
لاهيون لايون، لاپارا .
لاءِ ڪڻڪي جي لاهيارو -
لاهيارو ڙي لاهيارو !

پنهنجو قرب ڪچي سان آ،
پنهنجو پيار پڪي سان آ.
سان ڪاڇيلو، ڪوهيارو -
ڪوهيارو ڙي ڪوهيارو!

زون زون زون زون تيز جهاز ،
ڳذري ويو ڇڻ ڀري باز.
هاءِ ، حياتي لامارو -
لامارو ڙي لامارو !

پازر پنڌ نه ڏيٺي آ،
ڏات بخاري ڏيٺي آ.
ڏيندو ويندو وڻجارو -
وڻجارو ڙي وڻجارو !



## غزل

آثم ناٿن شاهي

آويءَ آويءَ پرندو آهيان ،
پنهنجو پاڻ پجرندو آهيان .

ڌم ڌم پورا ڏينهن سڄي ۾ ،
جيئندو آهيان ، مرندو آهيان .

سوچن جي ساگر ۾ اڪثر ،
ٻڏندو ، پڙندو، ترندو آهيان .

هر هڪ ڪاريءَ رات جي ڪڪ سان،
پنهنجي پاڪ اُڀرندو آهيان .

ڪنهن پل پربت جهڙو اڻ ٽر ،
ڪنهن پل ڪڙ جيان ڳرندو آهيان .

وڻ پيڙي وهم جهڙا ڪنهنجا ،
مرنديءَ آهر ٽرندو آهيان.

ڳاڙين جو ڳر ناهي "آثم"،
ٻيهرن کان سان ڏرندو آهيان؟

## غزل

ج. ع. منگهاڻي

رهي نه رتو چاڻ ڪٿي !
هاڻ مچيندا آڻ ڪٿي !

هيشا دليون ٻنر پاڻ !
اهڙا ماڻهو هاڻ ڪٿي !

چرڪي پوندي آهيان هڪدم
سوچون ڪيڏانهن ! پاڻ ڪٿي!

مايائن سان چرپا سهنا
هلندا آهن ساڻ ڪٿي !

سڙيل ذهنن جي سوچن ۾
ايندي هاڻ نواڻ ڪٿي !

آجا جن جا ديس منگهاڻي
تن کي پي جي ڪاڻ ڪٿي!






## تاجل بيوس

[۱]

ڏڦا ۽ ڏانگهون ـ ڪنيو ڦرن ڦـير ۾،
آميڙين اسر جون، پُٽيون هن پانگون،
تيڏيون ٿن تانگهون ـ جيڏو شوق شڪار جو.

[۲]

ڏڦا سارو ڏينهن ـ ڪنيو ڦرن ڦير ۾،
هيٺان اوپر آپ جو مٿان پوي مينهن،
تيڏو تسري نينهن ـ جيڏو شوق شڪار جو.

[۳]

نه نوٽيون، نه ٿاڪ نڪا اوٽ آتر جي،
جهليو چيچ هٿن ۾، ويٺون ڏين واڪ، (۱)
ڳل لڳاني ڳچ تي، ٻهري ٿن پوشاڪ،
تـڏهن ٿا اوشاڪ ـ ڏين واس وجود کي.

[۴]

نه وانگي، نه وٺ ـ لام، نڪا ڇوڪ ڇڪور جي،
وٺي ويچارن وري، مٿي سر اڏام،
مونکي انهيءَ مام ـ سرڪ پياري سور جي.

[۵]

نه واڏا، نه وٽڪار ـ نڪو دؤر درياهه جو،
ڇمڙا پڌي ڇيلهه سان، پور نه انهيءَ پار،
ڪتن کي ڪوڪار ـ جيئن لهي سج لڪن ۾.

[٦]

نه وانجهي، نه وڙ ـ نڪو بيڪ ٻندر جو، (۲)
مٿي ڪُنّ ـ ڪهر ـ هٿن ويٺيون هنڙا،

[۷]

نه واٺا، نه وٿراءَ ـ نڪا ڪاهه ڪتن جي،
رات به انهيءَ راهه ـ سونچو هيو سيج جو.

[۸]

نه واٺا، نه وٺ ـ ڇانوَ ـ نڪي ٻر ٻڪيءَ جو،
پـنڙا! سڀ پچي ويا، ٿـڌا، ڪوسا ٿانو،
ڪنهنجا وٺان ناٿو ـ مڙئي جوڙ جتن جو.

[۹]

نه ڪونـدو، نه کهر ـ نڪا اوٽ آتر جي،
الا! جوڀن ڏينهڙا، ڪاربهر جو ڪڙ،
آهن ـ ڳاڏڙ آه ڪان، ڏيهه ڏڪاريا! ڏر،
نه تـه سار اِهو ٻرَ ٻرَ جيان ڪنـدءِ پـدرو.

[۱۰]

ڪتن کي ڪاهي ـ هل آميڙي هوڏ سان،
وينـڊو وانهـڙن تي، بيٺو ٿـو باهي، (۳)
اِهو ئـي آهي ـ جـو للڪار ي ٿو لوڏ کي،

---

(۱) ڍنڍئيون ۽ ماڙيچائيون جن جو گذر سفر ڇپن ۽ رانديڪن وڪڻ تي هوندو آهي.

(۲) سنڌوءَ جي ٻنهي ۾ شڪار کهٽي پاڳي ڪچي ۾ ڪيو ويندو آهي، جنهن سان درياهه لاڳو آهي. آن ڪري مون هن سر جي ٻڪي وارين سرحدن کي ڪچي سان ملائي ڇڏيو آهي.

(۳) وينڊ وريل مرون.

---

## آزاد نظم

### غلام حسين رنگريز

رات جي راهه ڪاري مٿي،
ٽمڪندڙ اڻ ڳڻيا ستارا به آهن.
دور تائين ڦهليل تاريڪ وحشتن ۾،
ڏات جون ڏياٽيون،
روشني جا منارا به آهن.
مست ساگر جي ڇولين کي،
سيني سان لائڻ جي لاءِ،
ڪيئي پانهون ڦهليل ڪنارا به آهن.
بن چمن جي بيلن ڇڏيل بنن ۾،
ايندڙ بهار جا ڪيئي لڪيل اشارا به آهن.
دوستو، ساٿيو همسفر رفيقو،
شام منزل نه آهي اسانجي،
شام منزل نه آهي اسانجي،
شام جي پاڇ اونده جي پوئان،
صبح سوجهري جا نظارا به آهن،
صبح سوجهري جا نظارا به آهن.



## خوني هٿ — نظم

عنايت بلوچ

روح ۾ ڪنڊا چڀيل،
دل جي هر هڪ تار مان مغموم سر آلاپجن،
ڪنهن نئون ھي روڳ چنبڙائي ڇڏيو،
وحشتن جو قافلو مون ڏي وڌيو،
مان نه ڏيهن جو ڏکايل هان اڪيو،
ايتري سگهه ناهه مون ۾ جو نوان صدمان سهان،
پاڻ نگريءَ جي هڙن ۾ پيو سدائين پيسجان،
ڪيئن ڪيان،
ڪاڏي وڃان،
هو ”شتيلا“ ”صابره“ ڪئمپون نه ڏس،
ڪيترا انسان لحظي جي اندر ڪسجي ويا،
رات هڪڙيءَ ۾ هزارين بيگناهه
ظلم جي خوني هٿن ۾ ڪيئن نه سي قتلام ٿيا۔
غاصبن، وحشي درندن جي هٿان
ماءُ جي جهوليءَ منجهان معصومڙا،
ٿڃ پيئندي، ٽڪڙا ڏيندي آهي چيريا ويا.
هيان ڏاريندڙ هتي هاڃا ٿيا،
پوءِ به آ خاموش انساني ضمير۔
بي ضميريءَ ڪان به جو بيحد برو،
پهر پيرن ڪان پلا چو ٿا ڪهرو،
هو جي ”انساني حقن جا چئمپئن“،
هي اڏو راڪاس انساني لبادن جي اندر،
امن جي پيغام سان تن جا پنا ڪارا ڪيل،
خون سان پر هٿ انهن جا ٿي رڱيل،
سي مهذب قوم جا آهن آسين،
جيڪي ”ڪارنهن جو چٽو“ تهذيب تي.

---

ظلم جو پر انت اچڻو آ ضرور،
هو ڏسو! اوپر طرف!!
رات جي ڪاراڻ سان ڏس پرهه پاڪون پٽي ڪيدي،
روشني ۽ آس جا نروار ڪرڻا ٿي پيا
هو ڏسو مظلوم ۽ مجبور ڇهرا ڀڪڪندا وڌندا وڃن،
بي ڊپا ۽ بي ڌڙڪ،
ظالمن جي انت آڻڻ لاءِ ڌوڪيندا وڃن۔
ڏاڍ ۽ ڏمڪاو جا هي ڪوٽ ڪنگرا ڪاڪ جا
ڌو ڪري ڌرتيءَ مٿان ڪرندا ضرور
جنهن ۾ وحشتناڪ خوني ۽ درندا،
ذلتن جي موت ۾ مرندا ضرور
گونجندا نعرا محبت پيار جا،
امن جا، حيوانيت جي هار جا،
نيٺ ٿيندي سوڀ هت انسان جي.

## ملئل ننڍي نينگر

ناظم حڪمت — سنڌيڪار: ذوالفقار قاضي

تنهنجو در کڙڪائيندڙ
مان ننڍي نينگر آهيان۔
مون ڪيئي در کڙڪايا آهن،
پر مون کي ڪير به ڏسي نه ٿو سگهي
جو نه مئلن کي ڏسي ڪين سگهبو آهي.

مان هيرو شيما ۾ مئس
اهو ڪهڙا سال اڳ جو واقعو هو۔
مان ستن ورهين جي هڪ نينگر هان
مئل ٻالڪ — وڏا نه ٿيندا آهن.

مهربان منهنجي سونهري وارن کي باهه لڳي
۽ پوءِ منهنجيون اکيون جلي ويون۔
مان رَک جي مُٺ بڻجي پئس
۽ هوا مون کي آڏاري ڇڏيو.

منهنجي واسطي — منهنجي ڪابه خواهش ڪانهي؛
ان پار لاءِ جيڪو جلي رک ٿي ويو هجي!!
ٽافيون کائڻ به مشڪل آهي.

مان توهان جا در کڙڪايان ٿي،
توهان جون صحيحون وڏڻ خاطر،
نه جيئڻ۔
وري معصوم ٻالڪ جلي نه سگهن
۽ اهي خوشيءَ سان
ٽافيون کائي سگهن.

## غزل

اياز ڪٽري

سو سو سوچون ورغلائين ٿيون
نياس تي ٽنگيل پسائين ٿيون

سن وٽ تنهجي ميتا ناهي
ڏاڍو سي ورچائيسن ٿيون.

نير نيڻن جا رڪجي پون ٿا
ڪي دلڙيون ڀي گهائين ٿيون.

اڄ ماڻ جو سينو چيرڻ وارا
هي خاموشيون تڙپائين ٿيون.

## ٽيڙو

مترش

چونه مرڪي ملون؟
ڪولي يادن جا زخم،
لوٽ پرڪي وڃون!

*

ڪارا ڪنٽي ٻني چڻي
چر چر جهرڪيون ڪانگ ڪبوتر
چاٺ قفس تي ٻاڪ ڦٽي.

*

اوتجي ويا خوشبوءِ جا شراب
خاردار تارن ۾ ڦٿڪي ۽ مرڪي
جهومي ڏنو ڳاڙهي گلاب!

*

ڪني ڪا بندوق چڻي
چرڪي اڏامي ويو
زيتون جي ڏاريءَ تي ويٺل ٻڪي.

*

## غـزل

عرفان مهدي

ٻريت ٻلئه ۾ ٻئي ٻيـڙا،
رڳ رڳ روڳي- ڇهنيل ڪيڙا.
منهنجي منڙن مارونڙن جا،
آلا نيـڻ ۽ لڙـڙا- لوـڙا.
مان تنها- يـادن ۾ گـم سم،
ڪيڏي پونءِ تي آهي پيڙا.
منهنجي پاڪ- جنم ڀتريءَ تي،
لڳمي ءَ هاتـا- مس- منڊيڙا.
در در- گهر گهر ٻـين بجاني،
ڦـولئه ٿياسين جـوڳيڙا.
”عرفي“! هاڻ نه ڪوني ايندو،
ڪنهنجي ڪاڻ ڪرين اوسيڙا.

## آءُ / نثري نظم

اڪبر سومرو

آءٌ
سرمد ۽ سچل،
سامي ۽ لطيف،
شاه عنايت جي شبيهه،
لالاڻ شفق جي،
۽ انهيءَ ۾،
سموري پونءِ جو،
ڳاڙهو مقدر،
هڪڙو باغي خيال،
ڪو ديوانو حال-
نماڻن نيڻن جو،
رنگين خمار-
آءٌ
پيار جي ٻهرڻين، ٻوڻين ٻهر جو،
ازلي ابدي راڳيندڙ،
مست مجنون
جو اٿيو ته جبل ڏڪيو،
ڪير جون ڏاراڻون هليون،
رستو رانجهو،
هليو ته سر پريا،
عشق جا انجام ٿيا،
دل منهنجي،
ان اڇي ڪپيري جيان،
جيڪو ڦٿڪي ٻيو،
ڏر جي وچ ۾،
سچ جي ٻنڊ ۾،
ڪچ جي سچ ۾،
منهنجو وجود،
سراپا احتجاج،
هر انهيءَ لمحي تي،
جنهن ۾ سچ ني سچ،
ٻئي چاتي اٿي-
آءٌ
صدين کان وٺي،
سچ جو ساکي،
حق جو وارث،
منهنجو نعرو آ سرمدي،
۽ سخن،
سوني جيڪو هوآلايو،
منهنجي اکين،
جنهن ۾ ناهي ڪو ڊڪ،
انا الحق، انا الحق، انا الحق!-
آءٌ
هر انهيءَ رت جو آئيندڙ هان،
جنهن ۾ لهندا هن،
لاڀارا سرن جا،
ڪپيا هن،
انگ بدن جا
اِنهيءَ رت ۾ جڏهن
ڪوني سر ڦريو سيهو
رت ۾ منهنجيون آڱريون ٻوڙي،
ويٺو ڏاهندو آڪو ڪورو بدن،
دل جي ديول منجهان،
آ، لکندو ڪوني شعر ۽ سخن،
ته منهنجي محنت جو،
ڦل ملي ويندو آ،
هر نئين صفحه تاريخ ڪي-
آءٌ
ٻولار جا سوين رنگ هان
ڏرجو ننگ هان
روشنيون، اونداهيون، روشنيون
منهنجو هڪ تر ورو ٻه
ديواني جي دل ۾ ٻوي
روح ان جو نه رهي
صبح آلي سورهي-

## غــزل

ذوالفقار سيال

اس جـو شهر ڪـو ڦٽو هونـدو،
دل جو هر زخم ٻڪ ٻڪو هونـدو.

مان تـڏهن پور ني و ڀـر وکري،
لـو چتانـي جڏهن ڏٺو هونـدو.

هڪ سولي ڪيو ڪرانـي ڪان،
جو دماڻـن جي لئه انـبو هوندو.

للڙن جا سپيـني وار ڪـري،
دل جو ٻروت ڪنهن لٽيو هونـدو.

منهنجو هـرڪو غـزل آ آئـينو،
عڪس ان ۾ ڪـو چٽو هوندو.

# حياتي

فقير قربان علي "آزاد"

صديون، سال، پلپل — جو نالو حياتي،
آ حرڪت مسلسل جو نالو حياتي.

—

هوا، باهه — پاڻي، مٽيءَ جي ملاوٽ،
عناصر جي هلچل — جو نالو حياتي.

—

جي هاڻي به بي ڪل هجي آهي مرده،
جي باڪل ته ڪٿمل جو نالو حياتي.

—

ڪؤ مردار رت — آ حياتيءَ لاءِ طعنو،
۽ ڪنهن رت وهايل — جو نالو حياتي.

—

نه وس ۾ جيئڻ آ — نه وس ۾ مرڻ آ،
تمنا جي دلدل — جو نالو حياتي —.

—

آ گل ڦل ۽ باغات، ميوات هيئان،
وڇايل ڪڙيءَ ول جو نالو حياتي.

—

پيو پاڻ پيارا ۽ جڳ کي پياريو،
محبت جي ڏاڏل جو نالو حياتي.

—

اڃو هيڏي پيارا نه ڪنجي وهون ۽،
اڙي دور — چلچل جو نالو حياتي.

—

ڪٿي سور ماري زماني جا مرتي،
انهيءَ درد گهايل جو نالو حياتي.

—

وڃي عشق جي دام ۾ ڦاٿو جيڪو،
انهيءَ نانگ — ڪاڏل جو نالو حياتي.

—

وسي وقت تي ڪنهن آيي وات ۾ پني،
انهيءَ بوند بادل — جو نالو حياتي.

—

تري ويندي طوفان — هرگز نه ٻڏندي،
آ همت — توڪل جو نالو حياتي.

—

جو شاهي لباسن کان مرعوب ناهي،
انهيءَ انگ ڦاٽل جو نالو حياتي.

—

جي باطل کي للڪار جوندي ملي ٿي،
ته قيد و سلاسل جو نالو حياتي.

—

جو بيداريءَ غافلان جو سبب ٿئي،
انهيءَ مرغ بانگل جو نالو حياتي.

—

ڪو دلبر جي فرقت ۾ ٿڪي مري ويو،
هو دل ۾ سمايل جو نالو حياتي.

—

رندن منجهه ڪو روئي — پيو دم کي تڳائي،
آ گهورن سان گهايل جو نالو حياتي.

—

مرڻ حي قريب آهي — پروڻ ٿو پوکي،
انهيءَ پوڙهي پاڳل جو نالو حياتي.

—

حياتيءَ جو مقصد — حياتيءَ ۾ ماڻڻ،
اصل ۾ انهيءَ پل جو نالو حياتي.

—

جو سڄڻ جا "آزاد" ڏي ٿو سنيها،
انهيءَ ڪاري ڪانگل جو نالو حياتي.



منظور ڪوڙو

## غزل

هيءَ ڪهڙي، سرءُ آئي آ،
جنهن هر ڪلي، ڪومائي آ.

شام به آ، شفق به ڳاڙهو،
ڪنهن نه، سيج سجائي آ.

اڄ ان، تي پيو پيلو آ،
ڪنهن ٻڏ جي باهه لڳائي آ.

هر سالهوءَ جو آ منهن ڪومايل،
ڪنهن مايوسي ڦهلائي آ.

هن لهر ۾، ويو هر ڪو لهجي،
ڪهڙي واءُ الائي آ.

# اي شاعر

اسحاق راهي

وري سارنگي جي مٿن تي لکي ڏس !
ڪنيرن جي ڪيسن ڪٽن تي لکي ڏس !
اميراڻي پوشاڪ تي پي لکو ٿئي ،
مگر ڪن اگهاڙن انگن تي لکي ڏس !
لباس - شهنشاهي تي چا لکين پيو !
يتيمن جي ليڙون لٽن تي لکي ڏس .
هميشه بهارون بريون جون ڪيون ٿئي ،
ڪڏهن بوسن بيڪسن تي لکي ڏس .
ولهازن جي واڙين وڻاڻن تي پلجي ،
ڪڏهن ليلڙن چيلڙن تي لکي ڏس !
مزو لاڙ ڪاڇي تي لکندي ته آ ، پر ،
الا ! ٿر جي پٽن پٽن تي لکي ڏس !
لهون جن جي لوڙهن رکيون هن انهن جي ،
برالن ڪکاون ڪهرن تي لکي ڏس !
چڏي لمر - شاهي جي تعريف هڪر،
جهريل جهوپڙن ۽ جهڳن تي لکي ڏس !
چڏي محل ماڙين جون هيڪر پچ رون ،
ڪڏهن پلجي چهرن چنن تي لکي ڏس !
ولهارن جون وايون وساري نه چڏجان ،
ڳنوارن جي ڳالهين ڳٽن تي لکي ڏس !
جنين پٽ نه پهريو اڄا تائين آهي ،
کهکيرين جي کندين کجن تي لکي ڏس !
نکو پٽ ۽ ريشم بنو هاريس آ پاتو ،
ڪو چيڙون ٿيل چولڙن تي لکي ڏس !
سنواريل اڇا زلف تي تو لکين پيو ،
چريا ! چيڙهه وارين چڳن تي لکي ڏس !
ولر ويڙهه وارن ولهارن تي هڪدم !
ڏنارن تي لک ۽ ڏٿن تي لکي ڏس !
مهارن تي هر ڪوئي لکندو آ ، ليڪن !
اپوجهن ۽ پي آمرن تي لکي ڏس !
ربابن جون ڳالهيون اڃا پي ڪرين ٿو ،
چڙن ، چاهه وارن چنگن تي لکي ڏس !
ڪجان دل سان تعريف ڪرڙن ڪنڊن جي ،
۽ ڏونئرن تي پرن پڪن تي لکي ڏس !
للر تي ليارن تي ڏونئرن ڏٿن تي ،
پلر ۽ پسين پاپڙن تي لکي ڏس !
چندن ڳم ڳنديرن تي ڳالهه وئو ،
پسين تي ۽ ڏونئرن ڏٿن تي لکي ڏس !
عطر ، مشڪ ، عنبر جون ڳالهيون پليون ، پر
ڪڏي وقت ، سرهن سنگن تي لکي ڏس !
ٿرن ۽ ٻرن تي پيو لک مدائين ،
پهاڙن جي اوکن پنڌن تي لکي ڏس !
وساريس چڙن واري چونگار چو ٿو !
قطاريل ڪڏهن قافلن تي لکي ڏس !
لکڻ کان نه منهن موڙ ڪاغذ للر ڪڻ ،
غمن ۽ ڏکن ڏوجهرن تي لکي ڏس :
خوشين کي وساري نه سک سار هاڻي
غمن کي گوندرن جي ڪسن لکي ڏس !
ڪري حسن وارن جي هر ڪو ثنا ٿو ،
ڪڏهن ميرڙن ڪو جهڙن تي لکي ڏس !
هنن ۽ هنن تي لکي خوب چالين !
خدارا ! چنن چورڙن تي لکي ڏس !
اڃا تائين همرن جا آزار آهن
سندن بند ڪوٺن ڪڙن تي لکي ڏس !
اپالين ، اپاڌين ، نياڻين ، سياڻين ،
نمالين جي سڏڪن سڏن تي لکي ڏس !
پلي لک پيو منزل جي آسائش تي
مگر رهه جي سورن ڏکن تي لکي ڏس !
اڃا گيسوئي پيچ و خم تي لکين پيو ،
هجتي حيف ! دارو رسن تي لکي ڏس !
وصالن جي گهڙين تي لکندو رهين ٿو ،
ڪڏهن وره وارن وڏن تي لکي ڏس
ستارن جي جهرمر تي هر ڪو لکي پيو ،
اي شاعر ! چنيءَ جي چٽن تي لکي ڏس !
لکج روز شب سنڌ تي پيو اي ”راهي“ !
سنڌوءَ جي تکن وهڪرن تي لکي ڏس !

---

نياز ڇهنور

## غزل

تو بن هاڻي ڏينهن لنگهندا، انهن ۾ ناهي،
تو بن مونکي دوست نه ملندا انهن ۾ ناهي،
مون سان منهنجا ساٿ هميشه رهندا ڪيت،
تو بن سائين ڪيت نه رهندا، انهن ۾ ناهي.
خوشبو رهندي خوشبو ۽ چنڊ ۾ رهندو چنڊ،
هاڻي سائين ٽيڙو نه ٽڙندا، انهن ۾ ناهي.
مان نو چاڻان تو بن جيئندس ڪيئن ؟
تو بن مون وٽ ڳوڙها هوندا، انهن ۾ ناهي.
ساٿ اوهان جو، چاڻان ٿو مان، رهندو ياد سدا،
تو بن پيارا ساٿ نه ڏيندا ، انهن ۾ ناهي .
نياز اوهان جو جيون گذريو ياد ڪندي ،
تو ڪان پوءِ سي ياد ڪندا ، انهن ۾ ناهي .

نظم —— راحل

# ذهني ارتقا

هن پاڻ اونداهه ۾ ،
لاڳيتو رهڻ جي باوجود ،
منهن جي جيئري هڻڻ تي ،
تون حيران ۽ پريشان آهين .
منهن جا مٺا !
مان تنهنجي حيراني ۽ پريشاني جو،
چڱيءَ طرح ڪارڻ ڄاڻان ٿو .
ياد آهيم
جڏهن مان،
تنهن جي نظرن ۾،
روشنين منجهه جيئندو هئس،
ها! ها! توکي چوندو هئس،
" مان اونداهين ۾ هڪ پل به
جي نه سگهندس ".
[ ۽ هينئر به مان،
ان چوڻ کي ڪچ ڪين ٿو
ڀانئيان ]
ليڪن مٺا،
جڏهن ڄاتم،
هي روشنيون اونداهين تڪ پڄندڙ.
۽ اونداهين جو سروپ آهن
تڏهن کان،
هي پاڻ اونداهي قبولي آهيم،
جا هڪ اٽل،
اهڙي روشني جڻيندي،
سا اونداهين جو پهروپ نه هوندي.

علي محمد "ذوق"

## غـــزل

ڪو دوا جي آسري ۽ ڪو دعا جي آسري ،
مان ته زنـده ٿو رهان بس دلربا جي آسري .

بــي وفا جــي آسري يا باوفا جــي آسري ،
زندگي گذري وئي حـسن ماه لقا جــي آسري .

هاڪ هنجي خير جي سون شهر ساري ۾ پئي،
در جهلي ويٺس وڃي مان پي سخا جي آسري .

بي سر و سامان ڪشتي سون ڇڏي طوفان ۾ ،
نا تجربــي ڪار نادان نا خـدا جــي آسري .

رات ڏينهن هنکي سڏيندي حال سون هيٺا ڪيا ،
نــنڊ ويئي سوڪلائي ڪنهن صدا جي آسري .

انتـظاري بيـقراري درد واري هـر گهـڙي ،
رات ساري ســون گـذاري بيوفا جــي آسري .

در ڪري ٿي گهر ڪيو سون گهر ڪري ٿي در ڪيو،
واٽ تي اکيون هيون ۽ ڪن ڌڪا جي آسري .

غير جا پنهنجا به مشڪل ۾ جدا ٿي ٿا وڃن ،
آشـنا ڇــڏيو وڃــن نا آشنا جـــي آسري .

ماٺ سون مان جن نڀائڻ جا ڪيا وعده هتي،
سڀ ڇڏي هليا ويا سونکي خدا جي آسري .

"ذوق" سعيو ڪر سفر جو هت مسيحا ناهي ڪو ،
ڪـيترو دل کي ڏناريـندي شفا جي آسري .



فيڊرل - بي ايريا ۾ مان، شوڪت، سميجو ۽ منهنجو هڪ ساٿي الياس رهندا هئاسين. هڪ رات اسين اڪيلو هئس. رات جا ساڍا ڏهه ڪن مس ٿيا هئا. شوڪت سورو آيو. سندس اکيون ۽ روئڻهارڪو منهن ڏسي مان سمجهي ويس ته حيدرآباد مان آيو آهي، مڙس کي ڪا تڪليف وڏي آهي. پر جڏهن مون محسوس ڪيو ته سچ پچ روئي پيو. تڏهن منهنجي ڳالهه تي وڏيءَ مشڪل سان رکيو ايترو ورائيائين ته:

- عاليءَ سخت بيمار آهي. جي ڏسو انهيءَ ته اڄ جي رات، آخري رات آهي. اسين ان ئي ويل رڪشا ۾ چڙهي، حيدرآباد جي بس هٿ ڪئي. ۽ جڏهن لياقت اسپتال حيدرآباد پهتس، ته مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ دل ۾ مون کي وڇون ڏنگ هڻي رهيو هجي. جڏهن مونکي خبر پئي ته هو ڪلاڪ ڏيڍ جو مهمان آهي، ته مان گونگو ٿي ويس. ان ڪري ته ڏهه پندرهن ڏينهن اڳي هو منظور چنجر ۽ سڀني دوستن آڏو سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻيءَ ۾ ڪهاڻي پڙهي ويو هو ساڳين مرڪن ۽ ٽهڪن سان. ان ڏينهن مون موت کان ايڏي نفرت ڪڏهن به نه محسوس ڪئي.

* * *

❋ امداد چيو:

— يار، سياري جي رات آهي. شمشير، تنوير به حيدرآباد ۾ آهن. گڏوگڏ ۾ درياهه شاهه جي پٽڻ ۾ هلي ٿا سج سهايون.

— [عاليءَ چيو] پاسي سهايو ... ...

— ڪجهه منٽ گهرجي، ڇا رکو لکڻ لاءِ پيدا ٿيا آهيون ڇا. (مون ورائيو). ان ڳالهه کي سال گذري ويا ... ...




درياهه شاهه تي ادبي محفل ڪڏهن به نه ڪئي.

* * *



هڪ ڏهاڙي، هوم اسٽيڊهال جو سير پيو ڪريان، ڏسان ته ان حيات پنهور ڏاڍو نيٺ ٿيو ڪريو پيو آهي. مونکي ڏاڍو ڏک پهتو. هن مان دوا جي شيشي به هئي. چيومانس:

— ٺيڪ ته آهين نه؟ ...

— ها ها، ٺيڪ آهيان.

— نه، جي تون ڪا تڪليف محسوس ڪرين پيو ته آئون توکي اسپتال وٺي هلان.

[چيائين] نه، تون رڳو مونکي گهر ڇڏي اچ. مان سئو ڳانڍو ڳولي آيس ۽ کيس اچي سيٽ تي ويهاري، پاڻ پٺيان ويهي رهيس. دوا جي شيشي مونکي پنهنجي هٿ ۾ عجيب پئي محسوس ٿي. هن پاڙو به پاڻ ڏنو. ۽ مون کي ڏاڍي سهڻي چانهه پياري، وڏي آتت سان چيائين، چڱو ملي، خوش هوندين.

* * *

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي مزار تي اسين ڪجهه لکي رهيو هئس. پاسي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو هڪ فلسطيني شاگرد واڪ ڪيو پئي. سندس هٿ ۾ ايئر گن هئي. ۽ مون محسوس ڪيو ته هو گل مور (وٽ) پٺيان پکيءَ مارڻ جي تاڙ ۾ آهي. هونئن به هو وڻن مان واجهائيندو پئي آيو. ۽ هو ننڍڙن پکين کي نشانو بنائڻ جي ڏاڍي ڏيهي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڳالهه کي شدت سان محسوس ڪندي مون چيو:

— يار، چو اسانجي وائيلڊ لائف پٺيان لڳو آهين. منهنجي اکيان پکي کي ڏک نه هڻجان ... ۽ پوءِ اسين وري لک پڙهڻ ۾ لڳي ويس. ٿوري دير ۾ ايئر گن ڇٽڻ جو آواز آيو. ۽ مون ڏٺو هڪ ميٺڙي (ننڍڙو رنگا رنگ پکي) ڦٿڪي رهيو هو. ۽ مون وارو يار، پکي کڻي، ڏاڍي چيٽ ويٺ سان پنهنجي نشاني جو اندازو لڳائڻ لاءِ پکيءَ جا پر آڱرين سان پکيڙي، کيس ورجائي ورجائي ڏسي رهيو هو. ۽ سندس پرن مٿان آڱريون ڦيريندو اهڙي ڇا سوچيندي تي رهيو. ڪجهه ڪاوڙ مان چيومانس:

— يار مون توکي چيو هو ته پکي تي وار نه ڪجان؟!...

— [چيائين:] چو، فلسطين ۾ مون کي نشانو تون سيکاريندين ڇا؟ ...






ٻاري جيان منهنجي طبيعت به ترڪڻي آهي. اڄ به جڏهن آسمان ۾ ٿورو لڙ محسوس ڪيو اٿم ته سدائين وانگر نڪڻ نه آيو اٿم. ڪٿي جي ڊوڙ پر ٿا نين ۽ منهنجو انهن حالتن ۾ منهن دادو ڪئنال جي ڪڙ يا ساوڪ ڀرين پنين ڏانهن هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن رستي تي مستڻ به ملي ويندو آهي ۽ اسين ٻئي ڪوهن جا ڪوهه ڀري نڪري ويندا آهن. مون کي ياد آيو. مون جيئن ڊيٺا نار وارو دڳ ورتو ته ٻريان هو به نظر آيم. سندس وٽ ۾ اهو چوهه نه هئو. مناسب نه لڳوتم انندي مٽ ٿي ڪنهن سوال سان سندس سوچ کي ڇيهو رسايان. بس اسين هلندا رهندا آهيون ۽ اسان جيون وارتائون اسان جي وڪن ڪيڻ جيان ازخود اسان جي دماغ جي قيد مان نڪري زبان جو دڳ وٺنديون آهن ۽ هڪ ٻئي سان سڀ ڪجهه اوري ڇڏيندا آهيون.

”ٻريان ڪو ميڙ ٿو لڳي. او هو ٿمن واري چانوري ۾“ مون چيو. ”اهو سڀڪجهه رواجي ٿي ويو آهي. انهن کي هاڻي محسوس ٿي ڪيو آهي ۽ بس“ مستڻ چيو.

هلندي هلندي اسين به ميڙ ۾ شامل ٿي ويا آهيون. هوڪرون. ڪوڪرا نوڻن جي ڪڙ ڪڙ. ٻن همراهن جي هٿن ۾ ڪڪڙ آهن. ”شاه قلئي کي اهي ٺوڪا ڏي جو ڪارڙي ڀڄ ڪري ڀڄي“. ٻريان ڪنهن شوقين جو آواز آيو.

ٻي ڪنڊ مان آواز آيو ”ڪارڙيءَ کي ٺوهاري جو اهو تيج ڏينس جو قلئي جي ڪڙهه ٿي نه ڪري“.

”ڪارڙي سائين اصل جانو آ. شاه جي پولڙي کي ڪٽي ٿو ٻيهڻ ڏئي“.

”دينو چاچا اٿئي سو پاليشاهي ۾ خفتي شهنشاه ٿئي“.

”ٻئي شاهوڙ ذاتيا آهن. رتبي ۾ ڪيڏو نه فرق هجي، ڪرت پنهنجي جي ساڳي آ. شاهه به وسان ڪونه گهٽائيندو“.

مختلف پاسن جا آواز گڏيا ٿا وڃن. اسين هڪ ٻئي ڏانهن نهاريون. ڪجهه سمجهندي ڪجهه نه سمجهندي هڪڙي ڪنڊ وٺي بيهي ٿا رهون. ڪڪڙن وارا همراهه ميڙ جي وچ تي ڪڪڙن جي ڳچيءَ، ٽنگن، ٻرن ۽ پرن جي سوٽ مهڻان کي لڳا پيا آهن. ٺوڪارن جي دڻ هٺاڻ. ڪونري جي تن مان ٻاڦ ٻي ڪڪڙن جون چهنبون وات ۾ وجهي خفتي ٻنهنجي فن جو ڀرپور مظاهرو پيا ڪن.

”سائين وقت ٿي ويو. ميل شروع ڪرايو“ هڪ واڄ واري همراهه واچ ۾ وقت ڏسندي چيو. ميل شروع ٿي ويو.

ڪڪڙ ڀڙڪيا. اڳتي وڌيا ۽ پٺت ڏي ويا. شاه واري ڪڪڙ دينوءَ جي ڪڪڙ کي موڙ ۾ چڪ وجهي منڍي ڀڙڪي ڪاڍي ۽ سندس چهنبياري ڪڙهه دينوءَ جي ڪڪڙ جي ڳچي جهوري وڌي. تڏهن ڪنهن ذوقين ڪان ڪيهه نڪتي: ”آ تم قلئيا!“

مخالف ڌر جي خفتيءَ کان رهيو نه ٿيو: ”ڪارڙي! وٺت ڪرينس پولڙو پڇڻ وارو ٿئي“.

”هيءُ ميل نه ٿيو چڻ ڪنهن ٻرساري قوت جي چرچ تي ٻن ڏتڙيل قومن جو جهيڙو آ“ مستڻ افسوس ڪندي چيو.

”ميل اٿين ٿي ٿيندو آ. مڙس ڪڙو چاڙهڻ لاءِ ٻن ساهيڙين جي جهڙين جي جهيڙي وانگيان“ گهوٽالي اسان ڏانهن منهن ڪندي ورائيو.

”ڪنهن شهنشاه جي فطري ٻزدليءَ جي تسڪين ڪارڻ انعام جي سڌڙين ٻن تلوار بازن جي دنگل ۾. اڳ به ائين ٿيندو

هئو ۽ هاڻي به اهين پيو ٿئي“. مون ورائيو.

انهن ٿي چوهي ۾ ڪڪڙن هڪٻئي کي سڏو ڪوهيو، ڇڪيون، اکيون، ٽنگون رت ورت ڪري جڏهن ست نه ساري سگهيا، ته مالڪن جي ويجهو اچي هڪٻئي کي انڌا ڇڪ وجهڻ لڳا. لڙائي، ميدان ۾ جڏهن ندان نه ڪندي آهي نه ٻئي متا لڳ آرام ڪهرندا آهن. هڪٻئي جا مخالف جهيڙڪ ر واجهائيندا آهن ته من ڪو ڇڏائي.

ڪڪڙن جا مالڪ اڳتي وڌيا ڪڪڙ ڪري جهليئون. وات وجهي سندن رت چٽڻ لڳا. خفتن جا مزي ڪ ڏڙ سيسرات. ڏيل، کهنيل، چٺا واڪ:

”ڪا تي ٻويس!

”جاني ۾ دم ٿئي“.

”سائين قليو اصيل آ“.

”اڙي قليو ميدان ڪندو“.

”نه نه ڪارڙي ٻڌائتو ٿئي“.

”لڳي شرط......؟ آ لڳي...

”ڪهڙو؟“.

”پنجاهه......پنجاهه“.

”مان قلثي تي سئو جي شرط به رکي سگهان ٿو“.

”اسان به خفتي آهيون. لڳا پيو سئو جائو ڪندو“.

ڪيس مان ٻسا نڪتا. وارو مڇي ويو، خفتين جي پيکهي متي. شرطن تي شرطون لڳيون. هوڪرا. پڌي اسان هڪٻئي کي ڏسڻ لڳاسين.

”سائين هيءَ ته اچا ڀريون پائي هئو. اجهو پيو پائي ۽ شروع ٿيو پوءِ ڏسجو مزا........ خفتين جا“ گوڏائي اسان ڏانهن منهن ڪندي چيو.

ڪڪڙن ٻري ڪان ٿي هڪٻئي ڏانهن ڏيهڙو ڪاڏو. هڪٻئي کي جاچي جاچي ڪڙهون هڻڻ لڳا. پيو پائي شروع ٿي چڪو هئو. ٻئي پاسي ۾ ڪارڙي ڪنهن حرفتي ملڪ جيان دفائي اعتبار ڪان اتم هندن تي وارو وار لائي ڏني تان جو شاه واري قلثي جي هڪڙي اک رتو چٽ ٿي وئي. هي پائي ڪارڙيءَ جي حق ۾ ٿي ويو ۽ ڪارڙيءَ بابت شڪ ڪندڙ هڪندڙ خفتي شرط جو ريت وڌائڻ لڳا. اڌ ڪلاڪ پورو ٿيو سول جو ڀريون اڌ پورو ٿيو. خفتن ڪڪڙ وٺي ڪچ ۾ ڪيا ۽ ويٺا سندن ڪنل سگهه ۽ بچاءَ جي سرشتي کي ڦوڪن سان گرم ڪرڻ. ڪرسي ڏيڻ ڪانپوءِ وارو آيو پاڻيءَ جي تازن ڦوڪارن جو تنهن ڪانپوءِ هٿن سان مالش جو.

گوڏائو سرڪي ٿورو اسان ڀرسان اچي ويٺو: ”توهان اڳ ۾ ڪنهن شهنشاه جي ڳالهه ٿي ڪئي. اسان جهانگيلو مانهو ڳري ڳالهه سڙوئي دير سان هنيائي سگهون ٿورو......“ گوڏائي ٿورو هڪندي پڇي ورتو. نگر هن به ڪهڙي غير فطري هاچي کي پروڙي ورتو هئو ڪنهن اهڙيءَ ئي نڪي جيت جي هر ڪر ڪانئس سوال ڪرايو هئو.

سنڌ جي ڪڇن کان اڳ مستڻ ورائيو: ”انسان ٻيو ماهوارو آهي حيواني جذبي کان ابتو جلد سوڪلانڻ سندس وس ۾ هي. چيريندڙ، ماريندڙ، تباهه ڪندڙ ويلا هوريسان هوريان هنجي وس ڪان نڪرندا ٿا وڃن. پوءِ به هو انهيءَ برائي وڙا کي اهڙي اڇڻ وقت ڪڏهن ميل ڪرائي، ته ڪڏهن ريچ تي ڪتن جي بچ ڪرائي پنهنجي آهي کي آڌت ڏيندو آهي“.

پنج منٽ پورا ٿيا ۽ ٽئين پائي واري ويڙهه جي شروعات ٿي. گوڏائي سان گڏ اسان جو ڌيان اوڏانهن ٿي ويو. ڪڪڙن ٻري ڪان ٿي هڪٻئي کي جاچي ڏٺو ۽ هوريان هوريان ويجهو اچي هڪٻئي کي ٻي اثر ڪڙهون ۽ چڪ هڻڻ لڳا. ٻنهي پاسن جي خفتين جي منهن جا ٻنا لهي ويا. جيئن اسرندڙ قوسن جي ڀاڻ ۾ ڪنهن ڪڏيل بچاءَ واري رنا ڪي ڪي ڏورانهان سفاد خاطري ۾ ٻجي ويندا آهن. ڏينوءَ پنهنجو ڪارڙي سنڀاليو. شاه پنهنجو قليو آخري پائي لاءِ. آخري پائيءَ ۾ خفتين مالڪن کي قليون ڏيڻ شروع ڪيون.

”شاه تيڏا قليا اڳ وان ته ڏاڍا مشهور ها. هڻ ڪيا ٿي ڳيا هئس؟“ ۽ شاه جي ڦوڪارن واري ٽيڪنڪ ۾ جولاني اچي وئي.

”ڏينو حيف ٿئي. ڦوڪن جا اهي تيج ڏينس جو پولڙي ڪڙهه هڻڻ وساري ڇڏي!“

ڪنهن ٽئين شخص اچا به کهه جي ڏيندي چيو: ”پوتار! ڏينو آهي جمادار باقي ڦوڪاري جو شاه خفتي ٿئي“.

۽ ڏينوءَ جي ڦوڪ ويهن وڪن تي ويٺل خفتين جي منهن تي شاور جيان پوڻ لڳي. ائين ڪندي ڪجهه پيا خفتي به ميدان ۾ لهي آيا. خوف هئن ته جي سندن پسند جي ڪڪڙ هارايو ته نه رکو سندن شرط واري رقم لڙهي ويندي ۽ سندن خفت تي ڪارو اينگهو لڳي ويندو.

اوچتو مستڻ پڪو ڪيو: ”ادا“.

مون ڏٺو هڪ ٺاهوڪو اڌڙوت شخص وچ ماڻهن مان ڏينوءَ ڏانهن وڌي آيو.

”استاد ڏينو! هڪي وچ جا پئي ڏينس وچ جا شرط مون مستڻ جي فيهيءَ وارن پنهن مان رکي ٿمانءِ جي ڪارڙيءَ هارايو ته چوري ڪي هاسٽل مان ڪيي ڇڏيندا، مستڻ جي پاءِ اڌ پنڌ تي ٿي رڙ ڪندي چيو.

”پرواهه نه ڪر ڪمدار ڪارڙي ڪپر تي ڪپراڙو ملس، ته قلفي جهڙي رت نه چوسي وٺندو“ ديندءَ ڪمدار کي وراڻي ڏني.

فقط هڪ ساعت لاءِ مستڻ جي منهن تي ڪاروڻپار جا آثار پيدا ٿيا ۽ پوءِ سندس مک تي ساڳي ڪيفيت وري آئي.

آخري ساهي ڪانپوءِ ڪڪڙن سان خفتين هٿ تہ وڏي اميد سان ڪيا پر ڪڪڙ موڏانهن نهارڻ لڳا. شايد پهريون ۽ آخري ڀيرو صلح ۽ بچاءَ جي واٽ لاءِ پر سندن چوڌاري جا هئو اهو هو پنهنجي رت ڳاڙهيندڙ اکين سان نہ ڏسي سگهيا. خفتين جا نراس مهانداڙ تي پوءِ ڏسي سيسڙانون پريندڙ سالهن جو ميڙ مون چيو: ”شايد اڄا بہ ڪين آسرو آهي تہ ڪين ڪو جهليندو ۽ ڪڪڙين جي واڙي ۾ ڇڏي ايندو“.

”پر خفتي تہ ڪين انهيءَ ڪري لڳ لاءِ بہ ناهن ڇڏيندا تہ جيئن سندن طبيعت ۾ وڌيڪ ڪانسواءِ ٻي ساڃهه ني نہ رهي“ ڳوڙهي ٿهہ پهہ وراڻيو.

ڪڪڙن نهاريو. اکيون ڇنيون، عجب وچن يان پوڻ وچان جنهن ڪري وياسندڙ عورت وياڻ ڪسان اڳ پنهنجي گهر جي آڳنڌ تي گهمندي آهي تہ متان ايندڙ ڪا گهڙي ساڳين سندس اکيون ئي بند ڪري نہ ڇڏي.

ڪڪڙ وڌيا توريندڙ ۽ خفتين جي دلين تي توڪندڙ وکون کڻندا هڪٻئي کي ويجها ٿيا. ڇهنب ڇهنب سان ملائي ڳچي ڳچيءَ سان ملائي بيٺا رهيا. خفتين هرچيو: ”آ تہ قليا!“

”جاوا وٺت ڪر“.

”ڪارڙي ڪلڻي ڪا“.

پر ڪارڙي ۽ قليو وري نہ چريا هو ڳچي ڳچيءَ سان ڏني سهڪندا رهيا ڇهنبون اڪ ئي ايهي رهيا سالڪن مهڻي مهڻي وري ڪين ڇڏيو پر هنن هر واري هڪٻئي سان ڳچيءَ ميل ڪيو.

مون چيو: ”هي پهريون ميل آ“.

”ميل وري ڏوڙ آ. نہ قليو ڦٽڪيو نہ اکيون نڪتس نہ ڪارڙي ڪلغي ڏيو. اهو بہ ڪو ميل ڏو؟ بس شرط نہ ڦري مور ڦريو اسان بہ هليا سي ڪڪڙ مورڻي سان ميل ڏسڻ“. ڪنهن خفتي توائي ڏيندي چيو.

”تہ سائين پوءِ وجهو ڦٽي ۾ ڪاتي. جيڪو نہ مري نہ ماري سو هٿ سان ماريو چڱو آ“. ڪنهن شاهہ کي صلاح ڏني.

”شاهہ سائين ڪري نہ ڪري مون تہ ڪارڙي منو سهايو“ ديندءَ ڪارڙيءَ کي سير وجهي ٻري اڇلي ڇڏيو.

ڪي پهر آءٌ پڻ ڪنهن اڇاتل پيڙا ۾ ورتل رهيس. مون کي احساس ئي نہ ٿيو تہ ڪي پهر ٿيا. سڀ خفتي وڃي چڪا هئا ۽ اسان پئي ڄڻا هڪڙن بيٺا هئاسون.

”هلون؟“ مستڻ منهنجي ڪلهي تي زور ڏيندي چيو.

”آن......ها“.

”هتان اسٽيشن هلڻو پوندو“ مستڻ چيو.

”چو؟ تون هاسٽل نہ ويندين؟“

”توادا جا لفظ نہ پڌا هئا؟“

”تہ تون هاسٽل ڇڏي آيو آهين“ مون پڇيو مانس.

”مون فقط هاسٽل ڇڏي آهي، پر ساڳي تي پوڄڻ لاءِ منهنجو مارڄ اڃا بہ ڏکهو آهي“.

”تنهنجو پاءُ هاسٽل تي انتظار ڪري رهيو هوندو“.

”هو منهنجو پاءُ نہ خفتي آهي. خفتي وقت بدوان بخت جو انتظار ڪندا آهن منهنجا پاڳہ ۽ آءٌ نٿو چاهيان تہ ڪنهن خفتيءَ جي انتظار ۾ آءٌ پنهنجو وقت وڃائي ويهان.“

ڪافي عرصي کان منهنجو اهو شغل رهيو آهي. ”پريان نمن جي جانوري ۾ ڪو ميڙ نہ ڏسجي“ آءٌ سوچيان ٿو.

”اسان جي زندگي ۾ اهي ڳالهيون اهڙيون تہ رواجي ٿي پيون آهن جو انهن موڙن کي هاڻي فقط محسوس ڪري ٿو سگهجي ٿو بس“ لڳي ٿو ڪنهن چڻ هاڻي اڄهو هاڻي منهنجي ڪن ۾ سس پس ڪئي هجي. پاري جيان منهنجي طبيعت بہ ترڪڻي آهي، پر آءٌ اڪيلو شايد ڪنهن جي اوسيڙي ۾ زندگيءَ جي اڃهاڳ سمنڊ ۾ فقط ان مهروندي دوست جي ڳولا ۾ آهيان جيڪو سال ٿيس پڌو هشم ڪنهن ڏورانهين تي وڃي چڪو هئو. جيڪو پنهنجي بخت جي ثابتي هئو ۽ وقت جي نو ورني سلي جي ساڃهہ هئو. سچ جو غلام ڏسي ڌرتيءَ تي ڪوپي چڪو هئو.






جيڪڏهن هو نٿو ڊوڙي، ته کانئس بس نڪري ويندي. هن کان اڳ هن ڪڏهن به دير نه ڪئي آهي، پر ڪجهه منٽن جي دير جي ڪارڻ جيئن ڪين چاڙهي آهي ترڪ، لبرن ۾ آيا آهن ... بس جيئن ئي هلي ٿي، هو بس ۾ ٽپو ڏئي بس ۾ چڙهي ٿو. بس ۾ ويٺل ڏانهس ڏسن ٿا، جن ۾ يوناني ترڪي جرمن شامل آهن. ايدونس انهن ٽورن مان هڪ آهي جيڪي پنهنجي ماسي ڏسي رهيا آهن. ايدونس جيتوڻيڪ ڪريم جو گهرو دوست هيو، پر هو ڏانهس ڏسڻ نٿو چاهي. هو جرمنن ڏانهن ڏسي سگهي ٿو، يونانين ڏانهن ڏسي سگهي ٿو، پر ايدونس ڏانهن نه.

بس، اچا شهر جي گهٽين مان هلي رهي آهي. اڄوڪي صبح به روزانو جهڙين ٻين صبحن جهڙي آهي، ساڳي سيٺي راتين جهڙو، هر طرف اونداهو. جتي به ٽئنڪون ڪونه آهن، اتي ڏسڻ ناممڪن آهي. ڪريم اڳتي وڌي، خالي جاءِ تي ويهي رهي ٿو. هو اڃا ويٺو ئي، ته دريءَ جي ڀرسان ويٺل ماڻهو اٿيو ۽ هڪ ماڻهو کي سامهون واري جاءِ ڏانهن سڏيائين:

”مانوليس، هيڏانهن اچ.“

گهڙيءَ کن کان پوءِ اهي ٻئي يوناني پنهنجي ماسي ڏسڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيائون. هنن هڪٻئي سان قرب وچان هٿ ملايا ۽ هٿ ٻڌي ڪري لوڏڻ لڳا. انهن ٻنهي لڳو ڄڻ ڪالهه هڪٻئي سان ڏنڊين ٻوٽ واري ڪاوڙ ختم ڪري ڇڏي هئي. ترڪ پاڻ ۾ کلي رهيا هئا. بس ۾ فقط ٻه ماڻهو هئا جيڪي نه ڳالهائي پيا ۽ نه کلي پيا: ڪريم ۽ ايدونس... ڪالهه هن ئي وقت هو هڪٻئي جي ڀرسان ويٺا هئا. ايدونس، ڪريم کي اٿينس ۾ ڪيل پنهنجي عشق بابت ٻڌائي رهيو هيو ته هو هتان ڪڏ هليا ويندا، ايترو جلد هليا ويندا، جيترو ممڪن ٿي سگهي. ايدونس يونان ۾ پنهنجي شاديءَ جون تياريون ڪندو، ۽ ڪريم ته ٻه سال اڳ شادي ڪئي هئي. ٻنهي ۾ هڪجهڙائي اها هئي ته هو پنهنجي ملڪ ۾ وڃي ڌنڌو ڪندا.

”ڪريم! اسان پنهنجي ملڪ ۾ ڌنڌي ۾ ڪهڙي سيڙپ ڪنداسين؟“

”ايدوانس، جتان سان آيو آهيان، اتي زمين جي ته پڪ آهي...“

”جتان مان آيو آهيان، اتي به زمين آهي ڪريم...... هوئن اسان کي ضرور ڪو ٻيو ڪم ڪرڻ گهرجي... اسان ڪارخانا لڳائينداسين.“

”چڱو، ٺيڪ آ.“

بس، شهر کي ڇڏي رهي آهي. پر فيڪٽري اڃا گهڻو پري آهي. ٽئنڪون نه پرن ها، ته ڊرائيور روڊ نه پئي ڏسي سگهيو.

في الحال هو زمين هٿ ڪندا. هنن چيو هيو، ۽ اهو ڪالهه صبح جي ڳالهه آهي، جنهن کي فقط چوويهه ڪلاڪ گذريا آهن ۽ هن وقت بس جي اندر ڪيڏي تبديلي آهي... هر ڪنهن سمجهيو پئي، ته پيا ڇا چئي رهيا آهن... ابرص ۾ اڄڻ ڪانوءَ ٻوليءَ جي لحاظ کان. هو ٽن حصن ورهائجي ويا هئا. بس فيڪٽريءَ جي دروازي کان اندر نٿي وڃي، ٻاهر بيهي رهي ٿي. ڪو دريءَ تي ٺڪ ٺڪ ڪري ٿو. هو هڪڙي جرمن کي هيٺ سڏن ٿا. هڪ ماڻهو هيٺ لهي ٿو ۽ ٽيليفون ڏانهن وڃي ٿو. هو پنهنجي ماسي کان ڊائريڪٽر جو آواز ٻڌي ٿو.

”هو چپ آهن؟“

”بلڪل چپ“ جرمن بس وٽان چوي ٿو.

”ٻاهر ڏس!“

”سائين، اسان ڏمندا سين“.

”شيڊيول نمبر ڇهون......

ٽڪ آ......“

جرمن واپس بس ۾ اچي ويو. بس دروازي ڪان اندر اچي ٿي ۽ معمول مطابق ساڳي جاءِ تي اچي بيهي ٿي. پورهيت، هٿن ۾ ٿيلها کڻي بس مان هيٺ لهن ٿا. اڄ هنن جي وڃڻ جو رستو، ٻيو پيو آهي. چوويهه ڪلاڪ اڳ هو ڪيڏو نه مختلف نمونـي هلي رهيا هئا... هو ڪنهن مشينما يا ٿيٽر مان نڪري اينڊرسيڙوانگر ڏسڻ ۾ پئي آيا... ائين پئي لڳو، ڄڻ هر ڪو ڪنهن پئي حصي/ڊڙي جو هيرو ٻيو هجي؟... بس ۾ مختلف ٻوليون هيون ۽ ڦڪڙيءَ جي ڊاونداهي ماحول ۾ ماڻهن جا مختلف ٽڙا آهن. ڪٿي ترڪ، ڪٿي يوناني، ۽ رستي جي ارنين پاسي جرمن — جڏهن جرمن بس مان لهي ڊائريڪٽر سان ڳالهائڻ لڳو هيو، تنهن کي پهريون دفعو ڊپ محسوس ٿي رهيو هيو. هن سڀ ڪجهه سمجهيو پئي ته ڇا ٿي رهيو آهي. ڪا ڳالهه ناهي. جيڪڏهن ڪجهه ٿيو به، ته پورهيت ڪم تي ضرور چڙهندا. ڪم شروع ٿيڻ ۾ باقي اٺ منٽ آهن. ان ڪانپوءِ ڪم شروع ٿيندو... ڪم شروع ٿي ويو. هو ڊار ڊار ڪمرن ڏانهن وڃن ٿا.. پهريون مونجهارو شروع ٿئي ٿو. ترڪ ۽ يونانين جا ڪمرا هڪ ٻئي سان لڳ آهن، ۽ هو هڪٻئي جي پرسان هلڻ لڳا ڳهرن. هو ڪمرا تبديل ڪن ٿا. خاموش چهرا، مرڪندڙ چهرا، فوجين جي پارن جي چهرن تي مرڪ آهي... انهن مان ڪنهن چيو: ”حرامي“، اهو لفظ جرمن ٻوليءَ ۾ آهي، ۽ هر ڪو ان کي سمجهي ٿو. اوچتو وڏيهن کان ٿيهن ڏنين ماڻهو هڪ ٻئي ڏانهن اچ وڃ ڪرڻ لڳن ٿا. جرمن به انهن ۾ ڪڏهن وڃن ٿا. ڪهنڊ وڃن ٿا. پوءِ ڪهنڊو وڄندي ئي سيٽي کان اهو لفظ وري وڃي ٿو. ڦرندڙ پٽو...ڪالهه پٽي تي هو هڪ ٽينڪ جو ڍانچو چڙهي ويا هئا، جنهن کي تيار ڪيو پئي ويو. پورهيت ان تي اڳيئي رات کان ڪم ڪري رهيا هئا، ۽ اڃا مڪمل ڪونه ٿي هئي. جنهن ٽينڪ تي ڪالهه تائين ترڪ، يوناني ۽ جرمن هڪ هٿ جيان ڪم ڪري رهيا هئا، هاڻي ان تي ڪيترائي هٿ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هڪ هٿ ترڪ آهي، ٻيو هٿ يوناني ۽ ٽيون هٿ...... ٽينڪ لڏي ۽ ڏڪي ٿي. اها نااتفاقيءَ کي پسند نٿي ڪري...ڪم شروع ٿيڻ کان پهه منٽ اڳ گهنڊ پهرڻ وڄي ٿو. هر ماڻهو هٿن ۾ اوزار کڻي تيار ٿي وڃي ٿو.

سوراخن ڪيڻ جون مشينون، هٿوڙا، پيچڪش وغيره ڪنيا وڃن ٿا. ڪريم جي هٿ ۾، سوراخن ڪيڻ جي مشين آهي. ايدونس کي به اهڙي ئي هڪ مشين هٿ ۾ آهي. هوٽينڪ جي ڍانچي ۾ هڪٻئي جي سامهون بيهي سوراخ ڪيندا. هو سالن کان اهوئي ڪم ڪندا رهيا آهن. آخري گهنڊ وڄي ٿو... هڪ آواز... پٽو چوڌاري ڦرڻ شروع ڪري ٿو. پٽي جيئن ئي هلڻ شروع ڪيو، ٽينڪ جو ڍانچو به آهستي آهستي چرڻ لڳو. ايدونس ڪريم ڏانهن ڏسي ٿو. ڪريم هن ڏانهن ڏسڻ گوارا نٿو ڪري ٽينڪن جو ڍانچو خاص طور يونانين ۾ هڪ انوکو احساس پيدا ڪري ٿو. لوهو ڍانچو پٽي جي رفتار مطابق، مقرر ڪيل رفتار سان هنن جي اڳيان هلي ٿو. انهن مان هڪ ٽينڪ ٽبرص ۾ اچي ٿي. ان ڍانچي تي يوناني پنهنجو ڪم ڪاوڙ ۾ ڪن ٿا. پر هر ڪاوڙين هڪ نئين ٽينڪ ڏاهي ٿو.

اڳ ئي ٿيل سوراخن ۾ بتين جون تارون لڳايون ويون آهن. دشمن کي جاچڻ لاءِ ڇوٽيءَ تي پريسڪوپ لڳائن ٿا. جنهن پاسي بندوقون لڳايون وينديون آهن. ٽينڪ اوڏانهن وڌي ٿي. جيڪو ماڻهو لهي ڊائريڪٽر سان ڳالهائڻ ويو هيو، اهو هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو وتي ٿو. هو جرمن جي ڪن ۾ ڪجهه چوڻ لاءِ هيٺ جهڪي ٿو. هو هٿ ۾ ڳالهائن ٿا ۽ ڪنڌ لوڏن ٿا... هر ڪوئي معنيٰ ڀرئي انداز ۾ مرڪندي هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي ٿو. ايدونس پنهنجي هٿ ۾ سوراخن واري مشين جهلي ٿو. نئين ڍانچي ۾ سوراخن ڪيڻ بدران، جيڪو ماڻهو هن جي اڳيان لنگهي ٿو، سو ڪريم آهي جنهن کي هو ڏسي ٿو. هن پيري ڪريم به هن ڏانهن ڏسي ٿو. پٽو ڦرندو رهي ٿو ۽ ڍانچو اڳتي هلندو رهي ٿو. ايدونس کي سوراخ ڪيڻا آهن. پر، ڍانچي جي مٿان ٿيڻ ڏي مشين ڪريم جي مٿي ۾ هڻڻ چاهي ٿو؟ هڪ بندوق... سوين بندوقون... هلايون ويون آهن ٽبرص ۾... ڇا ايدونس مشين کي بندوق طور استعمال ڪرڻ لاءِ تياري پيو ڪري؟... ڪريم به تيار آهي. جيڪڏهن ايدونس حملو ڪندو، ته ڪيس ان جو جواب به ملندو. ٿي سگهي ٿو، ته ٻئي مشينون پاڻ ۾ ٽڪرائجن......پٽو هلندو رهي ٿو ۽ جيئن جيئن اهو هلندو رهي ٿو، تيئن تيئن اهو ڍانچي کي ٻري ڪندو وڃي ٿو. رڙ ٿئي ٿي...... ايدونس! سوراخ

ڪئي. ايڊونس خيالن مان واپس موٽي آيو ٿو، ۽ ڪجهه اڳتي وڌي سوراخ ڪيو ٿو. ڪريم به ڪم ۾ جنبي ويو ٿو. ڪريم جي دل ۾ به احساس اڀرڻ ٿا، هڪ پيار جو، ٻيو نفرت جو ـ من جي اندر ۾ هڪ ويڙهه شروع ٿي وئي ٿي جنهنکي هو ختم ڪري نٿو سگهي- يا وري هو ان کي ختم ڪرڻ نٿو چاهي. پيار ڪرڻ، ۽ اوچتو هڪ ٻئي جو دشمن ٿي وڃڻ ........ هو ان کي بي ايماني سمجهي ٿو. جيڪڏهن دنيا ۾ تبديلي اچي وئي آهي، ته اها ڪا وڏي ڳالهه ناهي؛ پر هو مون سان وڙهي ٿو، منهنجو گهرو دوست، ايڊونس ... جيڪڏهن هو ڪيس ڇڏن ته هو سچ پچ مون تي حملو ڪندو؟ ... ڪريم سوراخن ۾ ريونيون ڏوڪي ٿو، جيڪي ڏوڪيندي ڪانئن ڦڏيون ٿي وڃن ٿيون، ۽ سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پوي ٿو. هو سوچي ٿو، ته هن انهن کي ايڏو زور سان ڇو ڌڪ هنيو ـ ڇا هو مشين سان ايڊونس جي ڌانهن اچڻ جي جواب ۾، ڪيس مٽي ۾ ڌڪ هڻڻ چاهي ٿو؟ريونيون ... ڪريم هڪ ٻي ريوٽ کڻي ٿو. هيءَ اها ريوٽ آهي، جيڪا ٻيڙيءَ کان ويڪري ٿيندي آهي ۽ هڪ دفعو هڻڻ کانپوءِ ٻاهر نه ڪڍي سگهبي آهي. ڪريم پنهنجو منهن مٿي ڪري چوڌاري ڏسي ٿو. ڪيس سوين ريونيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، پر سمجهي نٿو سگهي ته ڇو. هو محسوس ٿو ڪري، ته هر هڪ ترڪ، يوناني يا جرمن هڪ ريوٽ کانسواءِ ٻيو ڪجهه ناهي. هو سوچي ٿو، ته سالن ڌائين ڪيس پنهنجي ملڪ ۾، ۽ هائي هتي، هو هڪ ڪوڪي وانگر ڏوڪيو ويو آهي. ساڳي

حالت ايڊونس سان آهي ۽ هن جرمن سان ٻڻ. ڇا هو انهن ڪوڪن کان گهڻو مختلف آهن، جيڪي ٿورو اڳ ڪيڏيل سوراخن ۾ لڳايا آهن؟ نشان ڌانهن وڌايل... پوءِ جلدي ڏوڪيل... مختلف جاين تي لڳايل- فقط هو ڳالهائن ٿا... پيار ڪن ٿا... روئن ٿا... فيصلو... پيا ڪن ڌا، اڄ هو پيار به ائين نٿا ڪري سگهن، جيئن هن ڪالهه پيار ڪيو هيو.

هڪ جرمن ايڊونس جي ڪن ۾ ٻڌڪيو؛ هو چون ٿا، ٽينڪون اٿينس ڌانهن وڌي رهيون آهن. ايڊونس کان رڙ نڪري وئي؛ "اسانجون ٿي ڍهيل ٽينڪون!"

جيڪو جرمن ڊائريڪٽر سان ڳالهائڻ لاءِ بس سان اٿو هيو، پهچندو اچي ٿو، ۽ انهيءَ جرمن جي ڪن ۾ ڪجهه چوي ٿو، جنهن ايڊونس کي پڌايو هيو، ته ٽينڪون اٿينس ڌانهن وڌي رهيون آهن. جرمن جو منهن ڳاڙهو ٿي وڃي ٿو- "ها ها!" هنو وقت کان اڳائي منٽ دير سان آهي. ... ايڊونس، ڪريم جي پاسي ڌانهن وڃي ٿو- اڄا هو ڪريم جي پرسان پهچي ٿي ٿو، ته ڪريم ڌانهس ڏسي ٿو. جيڪڏهن ايڊونس ڪلندو، ته هو به جواب ۾ ضرور ڪلندو. هو سوچي ٿو. گهنٽ وڃي ٿو. وقفو ... ڏهن منٽن جو وقفو- پنا ڪلن ٿا ۽ ماڻهون ٻاهر نڪرن ٿيون. مختلف جاين تي ڪار ڪار ڏولهن ۾ ماڻي ڪاڏي وڃي ٿي. ڪريم ٽينڪ جي پرسان اچي ويهي ٿو. ٽينڪ ۾ بندوقون اڳ ئي لڳايون ويون آهن، جن جا منهن ڪريم پاڻ ڌانهن ٿيل ڏسي ٿو. هو انهن کي ڏسڻ نٿو چاهي ۽ منهن ٻئي پاسي ڦيرائي ٿو، جيئن ئي هو منهن ڦيرائي ٿو، سندس نظر ايڊونس تي پوي ٿي. ٻئي

هڪ ٻئي کي ڏسن ٿا... ۽ ڏسندا ئي رهن ٿا. ڪانئن ۽ ٻاڻي ٻيئڻ جي آواز کانسواءِ ٻيو ڪوبه آواز ٻڌڻ ۾ نٿو اچي. ٻنهي جون نظرون هڪ ئي وقت ٽينڪ ڌانهن مڙن ٿيون. ائين ٻنهي لڳو ڄڻ اڳ ئي اهڙو فيصلو ٿيل هجي. هنن، ڪالهه هن ئي وقت هن ئي جاءِ تي ڳالهايو هيو- پر اها ٻرانهي ڳالهه هئي، چوويهه ڪلاڪ اڳ جي، ان وقت سندن وچ ۾ ٽينڪ ڪونه هئي. هو هڪ ٻئي جي پرسان بينچ تي ويٺا هئا... ٻاهر ٿڌ هو، پر پوءِ به هو دريءَ کان ٻاهر ڏسي رهيا هيا ۽ ڳالهيون ڪري رهيا هئا، ۽ موڪلن ۾ ڪريم جي ڪار ۾ گهمڻ جو پروگرام ڏهي رهيا هيا. هو ايڊونس جي شاديءَ جو انتظام ڪندو. هو ٻئي ڪنهن کي به پاڻ سان نه وٺي ويندا. هنن خوش ٿيندي ۽ کلندي اها ڳالهه ٻڌ ڪئي هئي، ته هو ڪريم جي ڪار، ڪنوار لاءِ ورتل تحفن سان ڀري ڇڏيندا. هنن اهو به سوچيو هيو ته هو سڌو اٿينس ويندا ۽ وچ ڪٿي به نه ترسندا. ايڊونس، ڪريم کي چيو هو "جيڪڏهن تون منهنجي شاديءَ تي ناچ نه ڪندين ته پوءِ دنيا ۾ ڪا توکي نه سڃاڻيندس."

"ايڊونس! جيڪڏهن سان چيفتيتلي (ناچ جو قسم) ناچ ڪيان ته ڏيک ڏيندو؟"

"ڇو نه؟ سيني يونانين کي "چيفتيتلي" ناچ ايندو آهي."

"هڪ منٽ ترس." ڪريم چيو؛ "مان توسان نه هلندس."

"ڇو؟ توکي خبر ناهي، شاديءَ کانپوءِ گڏجي استنبول هلنداسين- ۽ پوءِ اناطوليا... ڪجهه گهڙين کانپوءِ هن ڪريم کان پڇيو، "سگريٽ اٿئي؟"

ايڊونس سگريٽ نه ڇڪيندو آهي، پر جڏهن هو پريشان هوندو آهي، ته ڪڏهن ڪڏهن سگريٽ ڇڪيندو آهي.

”ها وٽ.“

اڇا هن ماچيس ٻاهر ڪڍيو، ته ٻاهر گهنڊ وڳو. ايڊونس سگريٽ دڪاڻ ٻدران ڪن تي رکي ڇڏيو، ۽ ڪيس اها بدقسمتيءَ جي نشاني لڳي هئي.

ڪريم جي نظر ايڊونس جي ڪن ڏانهن کڄي وڃي ٿي. ايڊونس ٻڻ ان کي محسوس ڪري ٿو. اوچتو، جڏهن هو هڪ ٻئي کي ڏسي ڪلڻ وارا هئا، ٽينڪ وچ ۾ اچي وڃي ٿي. ۽ هنن جا منهن لهي وڃن ٿا. ٽينڪ پنهنجي رستي تي آهستگيءَ سان هلڻ شروع ڪري ٿي، ۽ ايڪٽريءَ جو دروازو ٽپي ٻاهر نڪري ٿي. ان وقت تائين ٻورهيتن هتي سوين هزارين ٽينڪون ڏٺيون آهن. پر اهي سڀ ڪمڏانهن ويون آهن، هو نٿا ڄاڻن ۽ اهو ڄاڻڻ جي، ته هنن ڪوشش به نه ڪئي آهي. پر اڄ، هاڻي؛ هو ڇا لاءِ ٻوڙي ڏسي رهيا آهن، ته ٽينڪ ڪيڏانهن وڃي رهي آهي. ايڊونس سوچڻ لڳو؛ ٿي سگهي ٿو، اها يونان ڏانهن وڃي رهي هجي. جرمن کي ٽينڪ خريد ڪرڻ لاءِ ڪافي ناڻو آهي. يونان غريب ملڪ آهي. ترڪي به غريب ملڪ آهي. ترڪي ۽ يونان جنگ ڇو شروع ڪئي؟

”تمام گهڻو پئسو.“ ڪريم سوچيو؛ ”ٽينڪ تي تمام گهڻو پئسو خرچ ٿئي ٿو... ٿي سگهي ٿو، اها ٽينڪ ترڪي ويندي هجي.“

ايڊونس اٿي بيٺو. هو ٽينڪ جي ويجهو آيو ۽ چيائين ”جيڪڏهن اٿينس وڃين ته منهنجي پياريءَ کي سلام ڏجانءِ.“

ڪريم به اٿي بيٺو. هو هڪ ٻئي ڏسي نه پئي سگهيا. هلڻ لڳن ٿا. گهنڊ وڄي ٿو. جرمن اڳ ئي پنهنجي جاين تي پهچي ويا آهن. يوناني ۽ ترڪ ٻئي ٻئي تي سٽن شامل ڏين ٿا. پٺو چوڪيدار هلڻ لڳي ٿو. هيڏانهن هوڏانهن ڪجهه ماڻهو ڳالهائي رهيا آهن. مکيه دروازو کلي ٿو ۽ ڪجهه ماڻهو ظاهر ٿين ٿا. ٻئي ڪان ٿورو پري بيهن ٿا. سندن هٿن ۾ پورهيتن جا نالا، قوميتون ۽ ڪجهه منصوبا آهن.

”اسان کي نوان پورهيت گهرجن“ - فورمين چوي ٿو.

”جيڪڏهن اسان وڪرو نٿا ڪري سگهون، ته ڇاهيون ڇو ٿا؟...“ ڪنهن چيو.

”انهن جي وچ ۾ اهو جهيڙو تمام پراڻو آهي“ - جنهن کي نوان پورهيت گهربا هيا.

تنهن چيو.

”تاريخ کي پنهنجو پاڻ ورجائڻ لاءِ ڪو هڪ واقعو ئي ڪافي آهي. مان چوان ٿو، ته جيستائين اسان وٽ يوناني پورهيت گهٽا ڪونه آهن، پر اسان ترڪن کي ضرور ماريندا سين. اسان انهن جي جاءِ تي يوگوسلاوين کي ڀرتي ڪنداسين. اسان کي يونانين کي ٻڻ مارڻ ڏيو. هتي ترڪيءَ کان آيل ڪيترائي بيروزگار ڦرندا وتن ٿا...... باقي هنن جي يونين تنهن کي منهن ڏيڻ سولو آهي. جيڪڏهن جنگ ختم نٿي ٿئي، ته اسان جي پيداوار ۾ تڪڙي واڌ ايندي ۽ انهيءَ ڪانهوءِ اسان ڏهه سيڪڙو وڌائي پگهار ڏئي سگهنداسين، جيڪا يونين جي گهر آهي. پگهار وڌائڻ کانسواءِ، ته جرمن پورهيت به راضي ٿي ويندا. جيڪڏهن نون پورهيتن کي ڀرتي ڪيو وڃي ٿو، ته مان جرمن کي ترجيح ڏيندس.

پر، ڇو؟ عام طور اسان وٽ بيروزگاري آهي ۽ جرمن پورهيتن کي روزگار ڪونهي ...... تون ٺيڪ ٿو چوين...... هڪ ٻيو سبب به آهي؛ جنگ ختم ٿيڻ ڪانهوءِ سگهن آهي، ته ترڪ ۽ يوناني پورهيتن کي واپس پنهنجي ملڪ گهرايو وڃي. خير، ڪنهن به طريقي سان، انهن سان وڙهڻ ڪير ٿو چاهي؟ اسان ڪنهن سان به نه وڙهنداسين. اسان کي ته پيداوار وڌائڻي آهي. ٿوري وقت لاءِ ئي سهي، پورهيتن جي ٿورائيءَ کي پورو ڪرڻو آهي.. جرمن سان... تو، تازيون خبرون پڙهيون آهن؟...

جنتا ... ۽ قبرص ۾ ٿامي جون ڪاٺيون... بنياد... جيستائين جنگ جاري رهي، ڇا اسان اوور ٽائيم هلائي سگهنداسين؟ فقط هيترن مالڪن سان؟ هڪڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي، اسان پنهه شفٽون هلايون... اسان ترڪن ۽ يونانين کي ڌار ڌار شفٽن ۾ لڳائي، انهن ۾ جرمنن کي ورهائي سگهون ٿا. اهڙيءَ طرح هو پاڻ ۾ ملي به نه سگهندا. ۽ جيڪڏهن هو پاڻ ۾ ملن نٿا، ته... ڇگو پلا، آفيس هلون؟ وڌيڪ اتي هلي ڳالهايون...“

”ها سائين، وڌيڪ اتي ئي هلي ڳالهايون...“

مکيه دروازو کلي ٿو ۽ وري بند ٿئي ٿو. ايڊونس ويندڙ ماڻهن ڏانهن نهارو ڏسي ۽ ڪريم ٻڻ - هو پنهنجي ٿي پرسان ڪم ڪندڙ هڪ جرمن کان پڇي ٿو؛

”جرمنيءَ ۾ ٽينڪن ٺاهڻ جون گهڻيون فيڪٽريون آهن؟“

”ٿي... پنج... مون کي پوري خبر ڪونهي“ جرمن مخصوص انداز ۾ ڪلهن کي لوڏيندي چوي ٿو؛ ”پنهنجي ڪم تي وڌيڪ ڌيان ڏئي - مان هن

هفتي جي پڇاڙيءَ ۾ جبلن تي وڃي رهندا آهيون. تو ڪڏهن اسڪ ٿنگ ڪئي آهي؟ چون ٿا ته جنگ ختم ٿي سگهي ٿي."

"جنگ؟"

"توکي چاڻ هوندي قبرص جي ڪري. مون پڌر آهي ته قبرص سنگترن ڪري گهڻو مشهور آهي. اها ڳالهه صحيح آهي؟"

ڪريم پٺي سوراخ ڪيڻ لاءِ مشين اتان ٻاهر ڪڍي ٿو ۽ سوراخ ڪيڻ ڪانسواءِ انهن ۾ هٿوڙي سان رهوٽيون ٺوڪي ٿو. رهوٽيون ٺوڪيندي هو پٺي پاسي کان ايڏي جرمن کان پڇي ٿو:

"جرمنيءَ ۾ ٽينڪن جون ڪيتريون فيڪٽريون آهن؟"

هيءُ به ساڳيو جواب ڏئي ٿو، "مون کي خبر ڪونهي."

ڪريم ڪاوڙ مان هن ڏانهن ڏسي ٿو، جنهن کي هو به محسوس ڪري ٿو، ۽ چوي ٿو:

"مون کي اها ته خبر ڪونهي، ته جرمنيءَ ۾ ڪيتريون فيڪٽريون آهن، باقي اها ڄاڻ اٿم ته جنگ ختم ٿيڻي ٿئي."

ڪريم هن کان پڇي ٿو: "...ي ڪا ٿي توجهه ڄڻ جي آهي؟"

"هوٺن ته ڪيترن کي اها خبر آهي." جرمن چوي ٿو؛ "پر اڄڪلهه گهڻا ان متعلق ڪونه ٿا چئن."

"اسان کي اها به خبر ڪونهي." ڪريم چوي ٿو.

"اها ڄاڻ وڏي تڪليف ڏيندڙ آهي ۽ ان کان سواءِ اسان ڪجهه ڪري سگهون، ته ڪجهه به نه ڄاڻون..."

"اهو وري ڪيئن؟... ۽ ڇو؟"

ڳالهه وڃن ٿا... سمجهڻ جي ...نيءَ جو وقت. هو پنهنجا اوزار هٿ ڪن ٿا، ۽ هڪ سفر ويهه ...ڪري ڪيفي ٽيريا ڏانهن هلڻ لڳن ٿا. هلڻ، واري جو انتظار ڪرڻ، ڪافي ڪڻڻ، ڪافي، سگريٽ ڇڪڻ، ۽ ان کان پوءِ هڪ سئو ويهه ميٽر واپس موٽڻ... اهو سڀڪجهه ڪرڻ لاءِ هنن کي فقط ويهه منٽ آهن... هو ورڪشاپ کان ٻاهر نڪرن ٿا. ٻاهر مينهن وسي ٿو، جيڪو ايترو تيز آهي، جو ساڻيو ڊوڙڻ تي مجبور ٿي پوي ٿو. هو ڊوڙن ٿا. جرمن، ترڪ توڙي يوناني ڏار ڏار ڊوڙن ٿاهڻ کان سواءِ ٻي ڪابهيءَ سان ڊوڙن ٿا.

ڪريم، ان جرمن کي پيهرڳولي ٿو، جنهن سان هو پهرين ڳالهائي رهيو هيو. هو ڪانئس پڇڻ چاهي ٿو، ته ڇو اسان چئندي به ڪجهه نٿا ڪري سگهون؟ هو چوڌاري نظر ڊوڙائي ٿو ۽ ڏوروني پري جرمن ڪيس ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ساڳي ڳالهه هو ڪانئس ڇو ٿو پڇڻ چاهي؟ ان سان سندس ڪهڙي مراد آهي؟ هو سوچي ٿو: ڪانئس انهيءَ ڳالهه پڇڻ جو هيءُ وقت صحيح آهي؟ نه نه؟ ته پوءِ اسان کي ڪوبه صحيح وقت ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جيڪڏهن اسان ٿورو غور ڪريون ته هر شي ڏک ٿي ويندي. اسان اهو ڪجهه ڪري سگهنداسين، جيڪو چئون ٿا. پر هتي سوچڻ ۽ غور ڪرڻ جو وقت ڪونهي... بس، ڊوڙ آهي. تيز کان تيز... اسان ڪجهه سمجهڻ تائين به ڪنهن جو انتظار ڪري نٿا سگهون. مينهن هر شيءِ کي ڍڪيو ڪري ٿو ڇڏي. اسان مشين ۾ پيدا ٿيا هئاسين، جيڪا هلي ٿي، ڊوڙي ٿي، ۽ ساڳيون ڳالهيون ورجائي ٿي. اسان فقط انتظار جو تصور ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن اسان هڪ دفعو ٻاڦ ۾ گڏ ٿي وڃون، ته ...ڪر هر شيءِ ڏک ڪري وڌون ۽ ان کان پوءِ اسان جنگ ۾ ڪي به روڪي سگهنداسين.

جنگ...ون؟... ڊوڙ!... ان بابت پوءِ ڳالهائينداسين. اسان هر شيءِ ڄاڻون ٿا، ۽ شعوري طور ان جو حصو ٿيڻ... اها شرم جي ڳالهه آهي.. اسان ان جو حصو آهيون، ان ڪري اسان کي اس لاءِ به ڪوشش ڪرڻ گهرجي ڏري يا گوڏي - جهنگ کي تسليم نه ڪرڻ گهرجي. بلڪل ائين جيئن ڪو ساڻهو پنهنجي زال کي ڪڏهن به خراب نه چوندو آهي. ۽ اها ڳالهه دعوي سان چوندو آهي... موسم ڪيڏي تڪليف ڏيندڙ آهي! اسان تباهيءَ جي ڪناري تي اچي پهتا آهيون .. ٽينڪ... توکي خبر آهي، اها تباهي آئڻ لاءِ ڪيڏانهن وڃي رهي آهي؟ ڪٿي به اسان ان ذريعي تباهي چاهيون ٿا، ۽ تون اتي ڪڏهن رهيو آهين؟ ۽ ڪجهه ڪيترو اڏي؟" گڏ ويٺل دوست، وڏيون وڏيون ميزون... انهن تي ٻاڦ جي پاڻي وڪيل، ڪيفي ٽيريا ۾ ڏن يا ڏمين وکي جو وقت... ٻاڦ جي پاڻي رکيل، ميزن جي چوڌاري ترڪ ۽ يوناني پورهيت ويهن ٿا، جيڪي ڪنهن ٻهراين ملڪن کان آيل آهن. جرمن پورهيت هڪٻئي کي پڌائن ٿا، ته سڀهن چوائي، جنگ ختم ٿيندي. جيڪڏهن جنگ بند ٿي ٿئي، ته اهو اسان لاءِ سٺو ٿيندو، يا خراب؟" هڪ پوڙهو جرمن چوي ٿو: "اهو سٺو ٿيندو ڇو، ته اسان کي پگهار وڌائي ڏني ويندي." هڪ ٻيو ڪي عمر وارو جرمن پنهنجو ڪنڌ لوڏيندي چوي ٿو: "اهو خراب ٿيندو. هو اسان کان گهڻا ڪم ڪرائيندا. هڪ پاسي اسان کي پئسا، ته وڌيڪ ملندا، پر اسان کي سخت ۽ گهڻا ڪم ڪرڻا پوندا...

”هلندي اسان اوورٽائيم ڪري رهيا آهيون. هن سال... پنهنجو سگريٽ ضايع نه ڪر. باقي رکو چار منٽ آهن. پر مان ڪم تي موٽندي اهو رستي تي اڇلائيندس.“ ٻاهر ته مينهن وسي رهيو آهي، اهو تنهنجي سگريٽ کي آلو ڪري ڇڏيندو. اوهه! ڇڏيس ان کي. مينهن شروع ٿي چڪو ٿيو؟ جڏهن هتي مينهن وسي رهيو آهي، تڏهن جي معنيٰ جبلن تي برف پئجي رهي آهي. مان هفتي جي پڇاڙيءَ ۾ اسڪيٽنگ لاءِ وڃي رهيو آهيان.“ يوناني ٻوڙن ٿا. ڇا انجو مطلب آهي، ته هو بداخلاق / واهيات آهن؟ هو اڪثر چوندا آهن ته يهودي بيهودا آهن... اها چالاڪي آهي... سنهنجو گوشت ڪچو آهي، تو اهو چيو، ته ڏينڪن جي پيداوار وڌندي؟ اسان کي اڏڻ گهرجي.“ هو ڳالهائي ٿا. باقي کي ڏورا ڪيفي ڏسڻ ۾ پئجن ٿا. ۽ پوءِ اهي ته ميزن کي ڇڏين ٿا.

هو دروازي ڏانهن وڌن ٿا. مينهن اچي وسي ٿو. دروازي کولڻ وارو ماڻهو ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري ٿو، ۽ پوءِ ڊوڙي ٿو. ايڊونس به ساڳيءَ طرح ٻاهر نڪري ٿو. ان کان پوءِ ڪريم نڪري ٿو ڪريم، ايڊونس کي ڪجهه چوڻ چاهي ٿو. ڪريم هن جي پرسان اچي ٿو، پر ايڊونس سنهن پٺي ڦيرائي ڇڏي. اکين ۾ مينهن پوڻ سبب ڪريم اکيون ڏيوني ٿو، ڪجهه لفظن چوڻ لاءِ هو پاڻ کي تيار ڪري ٿو ۽ چوڏاري ڏسي ٿو. ممڪن آهي ته ايڊونس کي ڊپ ٿيندو هجي ته متان ڪوئي ڏسي.

”ايڊونس، هيڏانهن ڏس. مان توکي ڪجهه ٻڌائڻ ٿو چاهيان...“

”تون آهين ڪير؟“ ايڊونس چوي ٿو.

اهي لفظ چوڻ کانپوءِ ايڊونس وڏيڪ تيز ڊوڙڻ لڳي ٿو. ڪريم کي ايڊونس جي ان طرح پيش اچڻ جي ڪا اميد ڪانه هئي. ”اها هئي سالن جي دوستي؟“ هو سوچي ٿو: ”ڇا جرمنيءَ جي هن ئي شهر جي ويڪرن رستن تي پنهنجو ساٿ ڪونه گهميا هئاسون؟“ جڏهن هنن سان ڪنهن به هڪ ٻئي کي ڪا خوشي ڏيندڙ ياد گيري ٻڌائي هئي ته ٻئي خوشيءَ وچان چوندا هئا ته جيڪر گڏ هجن ها؟ ۽ انهن ڏکين ڏينهن بابت......؟“ ڪيئن هنن هڪٻئي سان هٿ ملايا هيا ۽ ياد ڪرايا هيا!...

” مان هميشه هتي هوندو آهيان...“

”مهرباني“.

”هلون پلا“.

”انسان جو موت ڇا هي ايڊونس؟“

”مون کي ان جي ڪا به ڳڻتي ڪونهي. توکي خبر آ، مان ڪڏهن ڇا سوچيندو آهيان؟

”ڇا؟“.

”مان ڀانئيان ٿو، ته تون پنهنجي بندوق سان مون کي ماري ڇڏ ڪريم! پر اهو ڪنهن چڱي ڏينهن ڪجانءِ. بهار جي موسم ۾... پيئڻ وقت... يا ڪنهن ٻئي چڱي وقت“.

”اهو توکي ڪيئن لڳندو، جيڪڏهن گولي تنهنجي مٿي ۾ هڻان؟ تنهنجي شاديءَ وقت ايڊونس؟ انيس ۾؟ پر ڪنهن جي ناني؟

”پيار محبت جي ناني ڪريم. اهو سڀ جذبو آهي. توکي خبر آهي، ته دنيا ۾ اهڙو پيار سان ڪن ٿورن سان ڪندو آهيان. جيڪڏهن گڏيا ته ٽي يا چار هوندا. ڪڏهن ڪڏهن خيال ايندو آهي، ته انهن کي هڪ هڪ ڪري ماري ڇڏيان. ۽ پيار جي عذاب کان بچي پوان“.

”ڪو ماڻهو ڪريم ڏانهن ڊوڙندو اچي ٿو ۽ کيس چوي ٿو: ”تون ٽڪڙو ڇو نه ٿو هلين؟ گهنٽي وڄڻ وارو آهي. انين، ته تون ڪونه پهچي سگهندين“.

ڪريم ڊوڙڻ لڳي ٿو. سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پوي ٿو ۽ هو پاڻ کي ڪجهه سنجهيل محسوس ڪري ٿو. ڪو ماڻهو لوهي دروازو کولي ٿو. ڪريم تيزيءَ سان ان جي پٺيان اندر داخل ٿئي ٿو. هو اچا پنهنجا وار ۽ منهن ڪوڙي جي ٽڪرن سان اگهي ٿو، ته گهنٽي وڄي ٿو. هو ٽڪڙ ۾ ڪجهه وکون اڳيان رکيل مشين ڪٽي ٿو. مشينون هلي رهيون آهن. پيچڪش... ۽ ٻيا اوزار هيٺ مٿي ٿي رهيا آهن. چوڌاري ڦرن ٿا. پيچ... نٽ... پري ڏسڻ جا ڪاوا... فوجي سامان؟... بم ۽ بمن جا خول... تمام گهٽي آواز ۽ گوڙ ۾ هر شيءِ منجهيل آهي... پر پورهيتن کي خبر آهي، ته ڪين ڇا ڪري رهيا آهي. هنن جا مضبوط دٽ، مشينون ۽ لوهه جا ٽڪرا ڏاهن ٿا، جيڪي ماڻهن کي تباهه ڪندا. ڪريم ۽ ايڊونس پنهنجي جي پٺي پاسي کان بيهن ٿا. قبرص ۾ اچڻ... ناٽو... جنگي ڏاهم... حڪومت... اڄ انهن پنهنجي ماڻهن جي دشمني آهي، جيڪي هڪ ٻئي لاءِ مرڻ ڪانئون تيار هئا... ڪريم پنهنجي ٻانهن مٿي ڪٽي ٿو ۽ چوي ٿو: ” هو سچ پچ دشمن آهي. هن مون سان ڳالهايو به ڪونه.. گهڙي کن کانپوءِ ايڊونس مٿي ڏسي ٿو. هو هڪ ٻئي کي ڏسن ٿا. ايڊونس جي منهن جو تاثر اڳي کان بلڪل مختلف

آهي ۽ لڳي ٿو، ته هو مرڪي رهيو آهي. ڪريم سوچي ٿو، ڪيئن، ته هو ظاهر ڪري ٿو. ڪيس مون سان نه ڳالهائڻ جو ذڪ ڪوبهي. پراڻا شرم جهڙي ڳالهه آهي... ايدونس ٻڙي وڃي ٿو. هن جي واڄ ۾ ڏسڻ بدران، وقت ڏسڻ لاءِ هو ٻئي کي ڏسي ٿو. ڪيس اهو خراب لڳي ٿو ۽ زندگي ۾ پهريون دفعو هو ايڏي شدت سان ضرورت محسوس ڪري ٿو. هو نڪڙو ٽڪڙو ڏنليٽ ڏانهن وڃي ٿو. اتي ڪو... ڪونهي. هو ڪجهه گهڙيون انتظار ڪري ٿو. ڪو ماڻهو اچي ٿو ۽ هو ان کان سگريٽ وٺي دکاني ٿو. ڏنليٽ جي اڌ کليل دروازي مان هو ٻاهر ڏسي ٿو. ٽينڪ ۽ ٽينڪون سوين يورهيت انهن تي جهڪن ٿا ۽ وري سڌا ٿين ٿا، بکايل ماڻهن وانگر، يا انهن جانورن جيان، جيڪي ڪنهن مئل جانور کي چيري ڦاڙي رهيا هجن.

ايدونس ڪافي وقت تائين انهن کي ڏسي ٿو؛ يورهيت جنهن جي چوڏاري بيٺا آهن، جنهن کي چيريو ڦاڙيو ويو هجي. اها اڪيلي شيءِ آهي، جيڪا منظم طريقي سان ماڻهن کي تباهه ڪرڻ لاءِ ڏاهي پئي وڃي... يورهيت ان جي چوڏاري گڏ ٿيل آهن. يورهيت جيڪي ترڪيءَ ۽ يونان کان آيا آهن. جرمن اڪثريت ۾ آهن... سهيل پار... يونان... يونان يا ڪريم جو وطن... ممڪن آهي، ته هنن مان ڪجهه ٽينڪون يونان ڏانهن وڃن... ٿي سگهي ٿو ته اهي ڪ ڏينهن ايٿنس جي گهٽين ۾ هلن... ڪ گولي... سندس محبوبا کي لڳي... سندس ماءُ کي پڻ... ڇو؟... هو جلدي دروازو بند ڪري ٿو. هو ٽينڪن ۽ ڪم ڪندڙ ماڻهن کي پيهڻ

ڏسي ٿو. ڪيئن؟... فوجي ٿي سگهي ٿو، مان به فوجي ٿيان. ڪريم ٽوڪي اهو ڪيئن لڳندو،

ته هو اسان پنهنجي ڪي هڪ ٽينڪ ڏين؟ هو ٻاهر نڪري ٿو. مان پيادي فوج ۾ آهيان. پر ان سان ڪو فرق نٿو پوي. جاهن وقت اسان ٽينڪن جي هڪ فيڪٽريءَ ۾ ڪم نه ڪري رهيا آهيون؟ جڏهن اسان کي هڪ ٻئي جي خلاف وڙهڻو پوي ته؟... اسان جون ٽينڪون ڪٿي ڪرائيون !؟... ڪريم هڪ دفعي واڳونءَ جي مٿين حصي جهڙي ٽينڪ کي ياد ڪيو هيو...

هاڻي ايدونس ٽينڪن جي وچ ۾ آهي. هو ٽينڪ جي ويجهو اچي ٿو. ڪريم ۽ هو ساڳيءَ ٽينڪ تي ڪم ڪري رهيا آهن. جڏهن کان اسان ٽينڪ تي گڏجي ڪم ڪري رهيا آهيون، تڏهن کان ان کي گڏجي استعمال نه ڪيو آهي؟... هو سنجهي پوي ٿو... سوراخن ڪيڻ واري مشين کي ٽينڪ جي ڍانچي تي نٿو رکي. پر... اسان اها ڪنهن

جي خلاف استعمال ڪندا سين؟ جيڪڏهن اسان گڏجون به، ته ڪنهن جي خلاف؟

ڪهڙي ڪن ڪانڀوءِ هڪ يوناني يورهيت ايدونس کي ٻڌائي ٿو، ته هتي ڪيترائي زخمي آهن. تمام گهڻا؟... هتا هاڻي خبرن مطابق اهڙا وڏي رهيا آهن... پنهنجي هلي ٿو. ايدونس چوي ٿو؛ مان هي سوراخ نه ڪيندس... هو پنهنجي پوري طاقت استعمال ڪندي ڍانچي جي مٿان جهڪي ٿو. ڪريم به پنهنجي پاسي کان پنهنجي پوري طاقت استعمال ڪندي ان تي جهڪي ٿو. پنهنجو هلندو رهي ٿو. سو اتي تمام گهڻا زخمي آهن... اوهه... اتي ضرور ڪو بدمعاش آهي. ايدونس پنهنجو ڪنڌ مٿي آڻي ٿو. هو هٿ کي زخمي محسوس ڪري ٿو. هانو، هو نه انهن مان ني آهي. پر هو هڪ سچو دوست آهي. هو پنهنجو پٽ کي چوي ٿو. پوءِ هو اهيءَ ڊپ کان ته متان سندن نظرون ملن، ڪنڌ پنهنجي پاسي ڦيرائي ڇڏي ٿو.



# هي به وڏو ڏينهن آهي

زبيده ميتلو

1982 جي ڊائري هٿ چڙهي وئي. هئي ته سڄي ڊائري خالي - پر هڪ خاني تي نظر کپي وئي- تاريخ 31-10-82ع لکيل هيس:-

"هي به وڏو ڏينهن آهي."

اهو وڏو ڏينهن ضرور سندس يا ڪنهن جي ڄم جو ڏينهن هوندو. ڄم جو ڏينهن سڀني جي ذهن ۾ ڪهڙا احساس پيدا ڪري ٿو. خوشيءَ جا، ڏک جا يا وچڙا ڪي ٻيا. اهي احساس سڀني لاءِ مختلف ماحول جي عڪاسي ڪن ٿا. جهڙو ماحول تهڙا تاثرات... هي ڳالهه آهي "وڏي ڏينهن جي". هونءَ ته هيل تائين وڏو ڏينهن قيامت جي ڏينهن کي پڌو آهي. ڇا هر ڄم، پارسان ڪڏ قيامت کي به جنم ڏئي ٿو؟ ها اهو برابر آهي. هر ماڻهو هن معاشري ۾ ڄم کان مرڻ تائين ڏکي ڏينهن "قيامت جي ڏينهن" جي گاڏي ۾ پوکيو ٿو، جتي پنهنجا ڪهٽ ڀر پرايا حساب ڪتاب کهٽا ڏيٺا پون ٿا. هن معاشري ۾ هرهڪ فرد کي موڪل آهي، ته ڪنهن ٻي جي نڪ ۾ نوڙي سڻائپ سان وجهي سٽ ڏئي ڇڪي به سگهي ٿو. هنجو ساهه منجهائي رت سڪائي سگهي ٿو. اهو عمل حياتيءَ ۾ ڪوڙ دفعا، اصل اٿ ڳڻيا پيرا اچي ٿو. (ان کي ڏيتي ليتي جي معنيٰ ۾، ڪڙڻي پرڻي ڇنڊڇ - يا ڪٽي ڪلر ڪلا فري ٻم ڇنڊڇ، جو ماڻهو ويچارو اڻڏو، ته هيٺو ۽ ويچارو ٿيو وڃي، جو اها نڪ ۾ نوڙي ٻاٽ ڪڍي ڦٽي ڪري نٿو سگهي. خبر ناهي جاني به ماڻهو ايترو لاچار آهي يا وري معاشري جي قدرن جو ڪيس ايترو احترام ۽ اونو...

هلندي هلندي هڪڙي همراه جي رستي روڪ ڪيم ۽ پڇيم، "پهلي پڌاءِ، وڏو ڏينهن ڇا کي ٿا چون." همراه چيو.

"هلندي ڳهمندي، پورن پورن ۾ ڏڪا ٿاپا کائيندي ڪنهن ضرورتمند کي نوٽن جي ڳوٿري ملي پئي ته اهو سو وڏو ڏينهن آهي." پر انين ٿيندو ناهي.

هفتن کان پوءِ، آس ۾ سڙي سڙي تپشي ۽ تغاري کڙڪائي کڙڪائي، مزوري ملڻ به وڏو ڏينهن آهي — سالن جا سال لوايون ڪاني ڪائي، ڳنڍيءَ جون ڳيتون ڏئي ڏئي، نيٺ ڪنهن کي گهر سان پچائي وڃڻ به وڏو ڏينهن آهي. واهن وهن، پنهن ونهن تي، مڙني هٿان مڙس مارڻ به وڏو ڏينهن آهي. ڪڙميءَ جو سياري جي راتين ۾ هڙهڙ ڪري جاڳي پهرو ڏيڻ - آخرڪار سڄي ٻٽاني وڏيري جي ڪدام ۾ وڃڻ - (هن جي ليکي جو حصو به اوڌر سوڌر ۾ هڙپ ڪرڻ) اهو ڏينهن به وڏو ڏينهن آهي. انڌي منڊي ٽنڊي فقير جي هٿ ۾ لٺ ۽ ڪشڪول هجي، ڪڏهن منڊڪائي هلي، ڪڏهن ريڙهيون پائي هلي، ڪڏهن انڌو ته ڪڏهن گونگو سڀ ڪرتب ڏيکارڻ کان پوءِ به ڪشڪول ۾ ڏوڪڙ جو کڙڪو نه پڌي، اهو به سندس مٿان وڏو ڏينهن ٿيو.

حياتيءَ جو وڏو حصو فاقا ڪاڻڻ جو هر ڏينهن وڏو ڏينهن هوندو آهي. سا ته خبر هوندي- ڇو جو ان ۾ چنڊ سورج کان سواءِ آسمان جا هر راز نروڙي ونيا آهن. آخر ۾ هڪڙو ڏينهن اهڙو به ايندو آهي، جو ذري گهٽ ان ماڻهوءَ کي سڀ پوڄڻ لڳندا آهن ۽ سندس زندگي جون هڙ آسائشون ڪيس اشاري سان ملي وينديون آهن. اهو وڏو ڏينهن اصل ۾ پل صراط ٽپڻ کان به نارڪ ٿئي ٿو، ڇو جو عوام جي نفسياتي پهلوئن کي پڪڙي جڪڙي سوکهو ڪرڻو پوي ٿو. اهو فن سو اچي، پوءِ ته سائين تو ننڍيون آهن.

سائين توهان پل صراط جي ڳالهه ڪئي. ڪٿي وڏو ڏينهن "قيامت جي ڏينهن" کي ته نٿا چون- برابر سمجهيو ٿئي پڙا.

ڌرتيءَ تي مختلف زمانن ۾ مختلف روپن ۾ قيامت اچي ٿي اچي. هن وقت اهو وڏو ڏينهن لبنان تي آيو آهي، ان قيامت جو ڪهڙو ذمبر آهي ۽ ان ڌرتيءَ تي ڪيترين قيامتون اڳ آيون آهن، سي تاريخي انگ اکر ماٺ وٺ رکان ڪونه. پهو ڪي اهڙا به وڏا ڏينهن ٿين، جن ۾ ماڻهو چئن ڪونه، پر ڍيرن مٿان ڍير مرن ٿا. جيئن فلسطين تي وڏا ڏينهن آيا آهن. ذهين ماڻهن کي موت جي ڦاهڙن تي چاڙهڻ، سنگسار ڪرڻ، زهر پيئارڻ به وڏا ڏينهن ليکجن ٿا. ديس واسين کي ملڪ نيڪالي ڏيڻ، سو به ته وڏو ڏينهن هو نه- پري ڇو ٿا وڃو يارا - ويجهو مثال وٺ. هڪڙي ڪڏهن ڪاڏي هلائيندڙ پورهيت جي گاڏي جو ڦيٿو ڀڄي پوڻ يا سندس ڪڏهن جو ٽنڪي مري وڃڻ به ته سندس لاءِ وڏو ڏينهن آهي نه.

پلا اهو پڌاءِ، دنيا ۾ جن طاقتن فساد ڦهلايو آهي، جنگ ڪرڻ جون نئين سر نيون سازشون جوڙيون ويٺا آهن، تن جي ڀڄالي جو وڏو ڏينهن ناهي ڇا؟
وڏو ڏينهن تہ برابر آهي ۽ انهن فسادي جيوڙن جي هلڻ اڻ ڪٽ آهي. ان مسئلي جو حل ڪو هڪ ڏينهن جي ڳالهہ ناهي - مصيبت وري اها آهي تہ انهن هاڃيڪارن لاءِ وڏا ڏينهن روزانو نہ ايندا آهن.

ها اها پڻ ڳالهہ آهي، تہ امن پسند ماڻهو ۾ سا ايتري سگهہ پيدا ڪن، جو ان هلڻ جو گهڻو حصو ڏک سان ختم ڪن. ۽ وري پڻ وڏي ڏينهن آڻ لاءِ سگهہ گڏ ڪن. اصل ۾ هن زماني جي ڪارانتي سوچ رکندڙ دماغ وڏو ڏينهن چوڻ ٿي ان کي ٿا، جنهن ڏينهن انهن فسادي ٽولن جا ڪنڌا خلاص ٿيندا، اهو ڏينهن تاريخ جو هڪ سوڀارو ۽ وڏن ڏينهن کان بہ وڏو ڏينهن هوندو.



# تاثر

سليم چنا

هن دنيا ۾ انسان جيتي ايترو طاقتور ۽ وس وارو آهي، اتي ساڳي وقت بي وس ۽ هيڻو به آهي. اڻ ڳڻيا وسيلا ان جي هٿ ۾ آهن، اتي اڃا تائين گهڻائي اهڙن ماڻهن جي آهي، جن جي هٿ وس ڪجهه ڪونهي. هن سماجي سرشتي ۾ هوند ۽ اڻهوند جو چڪر نهايت اڳرو ڪردار ادا ڪري ٿو، ۽ غريب لاتعداد طاقت واري هٿ اڳيان بي وس آهي.

ننڍڙي ظفر جو موت، انهن مڙني حالتن جي پس منظر ۾ ڏسڻ سان اڳ ئي ڪنبايو ڇڏي. هو جڏهن ڇائو هوندو ته سندس پيءُ ڪهڙا نه سپنا ڏٺا هوندا ته پٽ وڏو ٿي سندس نالو روشن ڪندو ۽ دنيا جي ڏهاڙي وارين پريشانين ۾ سندس ٻانهن ٻيلي ٿيندو. هن ڪڏهن به نه سوچيو هوندو. ظفر وٽس ڪجهه سالن، مهينن، ڏينهن ۽ پلڪن جو مهمان هوندو. اولاد جو وڇوڙو ڪير سهندو. پر موت هڪ اٽل حقيقت آهي ۽ موت جو ظالم هٿ جگر جي ٽڪرن کي زبردستي الڳ ڪيو ڇڏي.

ظفر، منهنجي دوست جو لخت جگر هو، ۽ سندس عمر ست سال کن هئي. طبيعت ۾ سادو، معصوم، نماڻو ۽ ڳالهيون ڪندو هو، ته ابڙيون سمجهه پريون جو عمر کان وڏو پيو لڳندو هو. سال کن اڳ علاج خاطر هتي آيل هو، ۽ ٻي مهينا سندس بيماري جي سڃاڻپ ۾ لڳي ويا. پٽسي ۽ اثر واري. ٿهو جي پار جي بيماري سڃاڻڻ ۾ شايد ايترو وقت نه لڳي ها. نيٺ خبر پئي ته ڪينسر آهي. خبر پڌڻ سان ڌاڪ لڳي ويا. غريب جي پار کي اهڙي بيماري جنهن جو علاج ڪونه ... ... جيڪر ڏيرو گهڻو، سو به وس کان ٻاهر.

ريڊيو ٿراپي ذريعي علاج ٿيندو رهيو ۽ سندس ڳوڙهيون بلڪل ختم ٿي ويون. انهيءَ عرصي دوران ظفر ملندو هو ته ڏاڍيون پياريون پياريون ڳالهيون ڪندو هو. سندس پيءُ کان موڪلائيو هو ته ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍي پياري ۽ نماڻي انداز ۾ چوندو هو، ”چاچا مون کي چڪر ڪارائيندين.“ سندس چوڻ جي انداز ۾ اهڙو ته اثر هوندو هو جو مان انڪار ڪري ڪونه سگهندو هوس ۽ سندس چوڻ مون کي بيحد وڻندو هو. هن وقت سوچيان ٿو ته گاڏي تي چڪر ڪارائڻ لاءِ هاڻي ڪير چوندو!

انهيءَ وچ ۾ ظالم بيماري ڪيس کائيندي رهي ۽ هيڻو ڪندي رهي. موت کان چار پنج ڏينهن اڳ ڪيس گهر ۾ فرش تي ڪرڻ سان مٿي ۾ ڌڪ لڳو، جنهن ڪري ڪافي خون ضايع ٿي ويس. موت کان ڏيڍ مهينو اڳ به ٺيڪ هو. هڪ ڏينهن اڳ منڌ تي ڪريو ته وري نه اٿيو. آخري رات جو اسپتال ۾ هڪ ٻلي انسان جي مدد سان سندس زندگي بچائڻ جي آخري جاکوڙ ٿي. ٻر ٻوءِ صبح جو به سندس طبيعت ساڳي رهي ۽ ڊاڪٽرن مايوسي جو اظهار ڪيو. تازي ملڻ خون چڻ ته ڪيس موت کان ڪجهه ڪلاڪن جي مهلت وٺي ڏني. غشي طاري رهي ۽ انهيءَ غشيءَ ۾ ئي سڄ لهڻ مهل موت جي مضبوط هٿ ڪانئس هيءَ حياتي ڦري ورتي.

ظفر جي موت جو ڏک پانهان ٿو ته سندس پيءُ جي هر هڪ دوست کي هوندو پر وڏيڪ ڏک انهيءَ ڳالهه جو آهي ته اسان وٽ اهڙا وسيلا ۽ سهوليتون ڪونه آهن جو اسان ظفر جهڙن پين معصومن جي حياتي بچائي سگهون. يقين آهي ته ظفر آمريڪا يا يورپ جي ڪنهن به ملڪ ۾ هجي ته ايترو جلد ڪونه مري ها. هتي اسپتالن ۾ مريض ۽ انهن جي مائٽن کي علاج بدران ذليل ڪيو ٿو وڃي. هت انسان کان وڌيڪ، انهيءَ جي حيثيت اهم آهي. اهڙو وقت ڪڏهن ايندو جڏهن اسان وٽ انسان کي انسان جي ناتي سان ڄاتو ۽ سڃاتو ويندو؟



# ڪهڙي نڀاڳي زال شادي ڪندي؟

## الطاف شيخ جو سفرنامو



هڪ دفعي اسانجي جهاز جو انجڻ سرنگ، هڪ پٺاڻ تمام وڏي ڏاڙهيءَ سان، تمام وڏي عمر جو هو. هو ايترو ته پوڙهو هو جو سندس اکين جا ڀرون به اڇا ٿي ويا هئا. گهٽ ۾ گهٽ اسي سالن جو هوندو يا ٿي سگهي ٿو، ته اڃا به وڏي عمر هجيس - جنهن جي ڪيس به ڄاڻ نه هئي، پر ڪمال جي ڳالهه اها ته همت ۽ ايمان جي سلامتي ايتري هيس جو خراب کان خراب سمنڊ ۽ موسم ۾ ڏکئي کان ڏکئي ڪم وقت به انجڻ روم جي گرميءَ ۾ پنهنجي سان گڏ همراهي ڪرائيندو هو، دم جو به عارضو هوس، تنهن هوندي به مجال آهي جو نماز جو هڪ وقت به گسائي. هر وقت درود پڙهندو رهندو هو، انجڻ روم جي آهن ڏاڪڻ تان هيٺ مٿي لهي چڙهي مشينن کي بدلي ڪرائيندو وتندو، ڳرن اوزارن کي واجهه پائي کڻڻ لاءِ چڪيندو وتندو، ساٿين وقت پنهنجي عملي جي ماڻهن: آڳ وارا، تيل وارا، ڪسب وغيره کي دڙڪا ڏئي ڪم ايو سمجهائيندو. مجال آهي جو ڪو هڪڙو ماڻهو به سندس اک کان پري ٿئي يا ڪم کان گسائي، ڪاوڙ گهٽ اچيس ته گارين سان به نه گسندو هو.

هڪ ڏينهن جا ٿيو جو جهاز جي روانگيءَ وقت انجڻ جي لاءِ ڪجهه ڪيميائي دوا (پيروڪلين وغيره) جا ننڍا ڊرم اچي ويا جيڪي آفيس جا ماڻهو دڪي تي ئي ڇڏي ويا. اسان جي همراهن کي انهن کي ڏاڪڻ تان مٿي کڻي انجڻ روم ۾ رکڻو هو، سرنگ - جيڪو آڳ وارن ۽ خلاصين مٿان ائين آهي جيئن هارين مٿان ڪمدار، تنهن چئني آڳ وارن کي هيٺ جيٽيءَ تي موڪليو ته وڃي ڊرم کڻي اچو.

ڊرم ڪي ايترا ڳرا به نه هئا پر هنن کي ڏانءُ نه پئي آيو ته ڪيئن کڻجن. هڪ هڪ ڊرم کي ٻه آڳ وارا جهلي مٿي ڏاڪڻ تي جهڙو چڙهيا ئي ته اڳيان پويان صحيح مفاصلو ۽ بيلنس نه رکڻ ڪري ۽ ڪجهه اهي هجڻ ڪري ڊرم ڪرڻ جو ڊپ ٿي ٿين. ان ڪري وري هيٺ ڏئي لاٿائون. جهاز تي ڪپتان به چڙهي چڪو هو، بندرگاهه جا ڪم وارا رسن ۾ هٿ وجهيو بيٺا هئا ته ڪيئن ڊرم چڙهن ته رسا ڪوليون، مٿان دريءَ سان آءٌ به انتظار ڪري رهيو هوس، ته مٿي کڻن ته انجڻ اسٽارٽ ڪجي، پر هتي هيٺ چار ئي ڄڻا ڪاڪو لڳائي بيٺا هئا. اتي ڊيڪ تي انجڻ سرنگ نمودار ٿيو ۽ آڳ وارن کي گهوريندو ڏاڪڻ ڏي منڊڪائيندو پهتو، آڳ وارن هن کي ڏسي ڪلڪو بند ڪيو پر ڊرم مٿي چاڙهيندي اڃا گهٻرائي رهيا هئا، سرنگ اتي ڏاڪڻ تان ئي سهڪندي رڙ ڪري چين، "ڪيا بات هي؟"

"اڙي سرنگ تمام ڳرا آهن." آڳ وارن هڪ ٿي وراڻيو. سرنگ کي اهو وڏي ونئي. اکيون ڪڍي چيائين: شرم ڪريو شرم، جوان ڏٺا آهيو، هي ڳرا آهن؟ حيف هجي توهانجي مڙسيءَ تي، هينئر ئي چيلهه ڀڳي ٿي اٿانو، توهان جهڙن سان شادي به ڪهڙي نڀاڳي زال ڪندي؟! تيسين هيٺين ڏاڪي تائين اچي ويو. هڪ ڊرم کي ساڄي ڏي ڇڪي ايو بيهاري ڳن ۾ هٿ وجهي ڪڍي جا مٿي سٽ ڏنائين، ته سڌو سندس ڪلهي تي، پوءِ هڪ هٿ ڏاڪڻ جي هٿي ۾ ته ٻيو ڊرم ۾ وجهي اڪيلي سر مٿي چڙهيو.

پوڙهي سرنگ کي ڏسي ٻين کي شرم به آيو، ته کڻڻ جي اٽڪل به. پنجن ڏهن منٽن ۾ سڀ ڊرم مٿي چڙهي ويا ۽ جهاز ملايا جو بندرگاهه ڇڏي سينگاپور ڏي روانو ٿيڻ لڳو.

بهرحال ڳالهه ان پوڙهي سرنگ جي ٿي ڪئيسين خاص ڪري سندس وڏي عمر جي. اسان کانئس سندس عمر جو پڇندا هئاسين ته معصوميت سان چوندو هو ته "بابا خبر نه اٿم، ٻڌو نه اٿم، ٿي نياڻيون هيون سي پرڻجي ويون ان کي به وڏو عرصو ٿيو، انهن جو اولاد پرڻيو انهن کي اولاد ٿي ويو آهي - مون کي نه نالا به مشا ياد رهن

ايترا ڏوهٽا، ڏوهٽيون ٽڙ ڏوهٽاءِ ٽڙ ڏوهٽيون اٿم." پيا چوندو: "خبر ناهي آئون شادي بعد جهاز تي ويس ته به رکيو ڪيترا جهازن تي هوندا هئا، پاڪستان به گهڻو پوءِ ٺيو."

هڪ ڏينهن ڪئپٽن جي ڪئبن ۾ ويٺو هوس، ته ڪنهن ڪم سانگي هي سرنگ به ان ڪئبن ۾ آيو، ڪئپٽن پاڻ به جيتوڻيڪ پوڙهو آهي، پر سرنگ ان کان به گهڻو ڏيو، ڪئپٽن کي اک پيئي چيس، ته سرنگ کان عمر ته پڇ سرنگ ڪيترا سال گذاريا آهن توکي؟"

سرنگ سهڪندي ڪنڌ هيٺ ڪري پشتو لهجي ۾ چيو: "صاحب چاليهه ۽ پنج"

"سرنگ ڏاڍي پڏايشي چاليهه ۽ پنج - پهسي فقط پنجيتاليهه" ڪئپٽن سان گڏ مون کي به تعجب لڳو، ته سرنگ نسورو ڪوڙ پيو ڳالهائي.

"جي صاحب پنجيتاليهه" سرنگ نماڻيون اکيون ڪري ورجايو.

ڪئپٽن چيس: "سرنگ ڪمال ٿو ڪرين، تنهنجي پنجيتاليهه سال عمر! آئون تنهنجي اولاد جيڏو منهنجي ئي پنجاه آهي. توکي پنجيتاليهه ڪيئن ٿيا؟"

"بلڪل منهنجي سي. ڊي. سي (پاسپورٽ) ڪڍي ڏس ته مون جهاز تي پنجيتاليهه سال گذاريا آهن — يعني اها سروس اٿم. عمر ته خبر ناهي ڪيتري اٿم. جڏهن مون شادي ڪئي هئي ان کان پورا اٺ سال پوءِ ٻي وڏي لڙائي لڳي هئي..."

## "چيف ڪين نيور بي رانگ"

اسانجي چيف آفيسر زاهد کي پنهنجي ڪار ۽ جهاز جي ڪئبن ۾ جدا جدا فقرا اسٽڪرن جو ڏاڍو شوق هوندو هو. انگلنڊ، اسڪينڊينوين ملڪن، هانگ ڪانگ ۽ پين امرڪن ساموندي ڪوسٽ وارن ملڪن ۾ ته خاص جهازين جي ذوق جا پوسٽر ۽ اسٽڪر ملن ٿا، جيڪي اسانجو پيار خريد ڪري پنهنجي ڪئبن ۾ ٽنگيندو ويندو آهي.

سندس ڪئبن ۾ لڳل هڪ ٻه پوسٽر ۽ اسٽڪرن جن جا نعرا مضمون هن وقت ياد اٿم:

جهازين کي مزا آهن.

دنيا ڏسڻي اٿانو ته ساموندي نوڪريءَ ۾ اچو. سندس آفيس جتي صبح شام سندس ماتحت ڪنڊٽ ۽ خلاصي ڊيوٽي لاءِ رپورٽ ڪندا هئا، ان جي هڪ پٽ Bulkhead تي پوسٽر لڳل هو:

The boss is not
......Always right
Always the boss.

(ضروري ناهي ته صاحب هميشه صحيح هجي پر سائين صاحب هميشه صاحب ئي آهي).

هڪ ٻيو پوسٽر جيڪو لنڊن مان ورتو هئائين ۽ خاص جهاز جي چيف آفيسر لاءِ ڇاپيل هو. آفيس جي دروازي جي اندرين پٽ تي هنيو هئائين:

A chief
Is always right!
He may be misinformed
Inexact, bull headed
Fickle, ignorant, even
Abnormally stupid, but
Never wrong!

يعني صاحب جي ڳالهه هميشه صحيح آهي، صاحب ڪنن جو ڪچو، ارسٽڙيو، ڪنڌو، جاهل، وائڙو-وهندي چريو به ٿي سگهي ٿو پر غلط نٿو ٿي سگهي.

سندس ڪمري جي در تي ڪتاب جي ساپ جيڏي ٽامي جي پليٽ تي به قانون اڪريل هئا:

Rule No: 1
The boss is always right
Rule No: 2
If the boss is wrong, see
Rule No: 1

يعني قاعدو نمبر پهريون ته صاحب جي هر ڳالهه صحيح آهي، قاعدو نمبر ٻيو ته جي صاحب غلط آهي ته قاعدو نمبر پهريون ڏسندا ڪريو.

هڪ چانديءَ جو Stand ڊنمارڪ مان ورتي ٽيبل تي رکيو هئائين، ان تي اڪريل هو:

I am not deaf
I am ignoring you

يعني آئون ڪو ٻوڙو نه آهيان. پر توکي اهميت نٿو ڏيڻ چاهيان.

ڪمري جي در جي اندرين پاسي اسٽڪر تي لکيل هو: سگريٽ نه پيئڻ لاءِ توهانجي وڏي مهرباني. ۽ ٻئي واري پٽ جي ڪنڊ تي لڳل اسٽڪر تي لکيل هو:

If you must smoke
Do not exhale

معنا جيڪڏهن توهان سگريٽ ڇڪڻ کان باز نٿا اچو ته ڪهڙ ۾ ڪهڙ دونهون ٻاهر ته نه ڪڍو. سندس ڪار جي پوئان جهان مان ورتل اسٽڪر لڳل هو جنهن تي رنگين اکرن ۾ لکيل هو:

Sailors make better lover

جهازي سچا عاشق ٿيندا آهن.



# شاعري جو سماجي ڪارج

ٽي. ايس. ايليٽ ـــ سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو

(نوٽ: هن مئگزين جي ٻئي پرچي ۾ هن مضمون جو هڪ ٽڪرو، ڪنهن رسالي تان ڪٽي جيئن جو تيئن ڇپايو ويو هو. ان جي رد عمل ۾ هڪ ڪرم فرما اهو مضمون سڄي جو سڄو ڏياري موڪليو ته ڇپايو وڃي. سنڌي ادب ۾ هي مضمون اڄ به اهميت رکي ٿو، جيتري ترجمو ٿيڻ وقت. ان ڪري پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو.)

هن مضمون جو عنوان ڪجهه اهڙي قسم جو آهي، جو مختلف ماڻهو ان مان مختلف شيون مراد وٺي سگهن ٿا، تنهن ڪري مون کي معاف ڪيو وڃي، جيڪڏهن ٻهريائين مان هيءَ ڳالهه واضح ڪريان ته آءٌ ان مان ڪهڙي ڳالهه مراد نٿو وٺان، ۽ پوءِ اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ته دراصل منهنجي ڪهڙي مراد آهي. جڏهن اسين ڪنهن شيءِ جي "ڪارج" جو ذڪر ڪريون ٿا، ته غالباً اسين ائين سوچيون ٿا ته ان شيءِ کي ڇا ڪرڻ گهرجي، بجاءِ ان جي ته هيستائين اها ڇا ڪري رهي آهي يا ماضيءَ ۾ ڇا ڪيو اٿس: اهو هڪ اهم فرق آهي، ڇو ته منهنجو اهو ارادو نه آهي ته ان بابت ڳالهايان ته منهنجي خيال موجب شاعري کي ڇا ڪرڻ گهرجي. آهي ماڻهو، جيڪي اسان کي ٻڌائين ٿا ته شاعريءَ کي ڇا ڪرڻ گهرجي - خاص ڪري جيڪڏهن اهي پاڻ شاعر آهن ـــ سي ذهن ۾ رکي ڪري اها مخصوص شاعري رکندا آهن، جا هو پاڻ لکڻ چاهيندا آهن. اهو ته خير هميشه ممڪن آهي ته مستقبل ۾ شاعري جو ڪم ان کان مختلف هجي، جيڪو ڪم ان جو ماضيءَ ۾ رهي چڪو آهي: ۽ جي ائين واقعي هجي به، ته به اهو مناسب آهي ته پهريائين ان ڳالهه جو فيصلو ڪجي ته ماضيءَ ۾ ان جو ڪارج ڪهڙو رهي چڪو آهي. پنهي طرحن سان - هڪ دور يا ٻئي دور ۾، ڪنهن هڪ زبان يا ٻيءَ زبان ۾، ۽ پڻ عالمي طور - آءٌ ان ڳالهه بابت سولائيءَ سان لکي سگهان ٿو ته آءٌ پاڻ شاعريءَ وسيلي ڇا ڪندو آهيان يا ڇا ڪرڻ چاهيندس، ۽ پوءِ اوهان کي ترغيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪريان ته درحقيقت ماضيءَ ۾ سڀني وڏن شاعرن شاعريءَ وسيلي اهوئي ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، يا ڪين ائين ڪرڻ ٿي ڏيندو هو. رڳو هو ان مقصد ۾ ممڪن آهي ته مڪمل طرح ڪامياب نه ٿيا هجن، جنهن ۾ به وري شايد منهن ڪو ڏوهه ڪونه هجي. بهرحال، مون کي اهو صاف نظر اچي ٿو ته جيڪڏهن شاعريءَ جو - ۽ منهنجي مراد سموريءَ عظيم شاعريءَ سان آهي - ماضيءَ ۾ ڪو سماجي ڪارج ڪونه هو، ته هي ممڪن آهي ته مستقبل

ٽي ايس ايليٽ (ٿامس اسٽيئرنس ايليٽ) ويهين صديءَ جو عظيم انگريزي شاعر ۽ نقاد آهي. هو سن ١٨٨٨ع ۾ آمريڪا ۾ ڄائو، ۽ پوءِ سن ١٩٢٧ع ۾ برطانوي شهريت حاصل ڪيائين. ايليٽ جو نالو پهريون سن ١٩٢٢ع ۾ ماڻهن جي زبان تي آيو، جڏهن هن جو شهره آفاق نظم "دي ويسٽ لئنڊ" شايع ٿيو. ان کان پوءِ هن جا ادبي شاهڪار مسلسل شايع ٿيندا رهيا، جن هن جو ناماچار گهڻيءَ تيزيءَ سان عام طور سڄيءَ دنيا ۾ ۽ خصوصاً يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڌايو. هن جي ادبي شاهڪارن ۾ هيٺيان تمام گهڻو مشهور آهن: "ائش وينسڊي،" "مرڊر ان دي ڪئٿيڊرل،" "دي ڪاڪٽيل پارٽي،" ۽ "ڪانفيڊينشل ڪلارڪ". ١٩٤٨ع ۾ ٽي. ايس. ايليٽ کي ادب لاءِ دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو انعام، "نوبل پرائيز" ڏنو ويو. هن وقت مغربي دنيا ۾ هو پهرين نمبر شاعر ۽ ادب جو نقاد تسليم ڪيو وڃي ٿو.

۾ - ان مان ڪو ڪارج سڌ ٿي نه سگهي.

جڏهن اسين شعوري عظيم شاعري جو ذڪر ڪريون ٿا، ته منهنجي مرضي ان ٻئي طريقي کي نظرانداز ڪري ڇڏڻ جي آهي، جنهن موجب ته هونئن اهو هيءُ موضوع بحث هيٺ آڻي سگهجي ٿو - مثلاً، ڪو ماڻهو شاعريءَ جا مختلف قسم هڪ ٻئي کان ڌار ڪري، ۽ انهن هر هڪ قسم جي جدا جدا سماجي ڪارج تي واري سان بحث ڪري ۽ هن عام سوال تائين پهچي ته ڪهڙي حيثيت شاعريءَ جي ڪهڙو ڪارج آهي! تنهن جو مطلب ته اسين شاعريءَ جي عام ۽ خاص ڪارجن ۾ امتياز ڪرڻ گهران ٿو، ته جيئن اسان کي پتو پوي ته ڪهڙيءَ ڳالهه بابت اسين سردست بحث نه ڪري رهيا آهيون. ٿي سگهي ٿو ته ڪنهن شاعريءَ جو ارادتاً ۽ شعوري طور ڪو خاص مقصد هجي، ۽ شاعريءَ جي زياده اوائلي قسمن ۾ اهڙو مقصد گهڻو ڪري صاف ظاهر به آهي. مثلاً، ڪي قديمي گيت ۽ راڳ آهن، جن مان ڪن جو عملي مقصد جادو ڪرڻ جو هوندو هو - جيئن ته بدنظر کي ٽارڻ، بيماريءَ جو علاج ڪرڻ يا ڪنهن ديوتا کي ريجهائڻ. شاعري شروع ۾ مذهبي ڪرياڪرم ۾ ڪم ايندي هئي، ۽ هاڻي به اسين جڏهن ڪو مذهبي راڳ (مولود، مداح يا ڀڄن) رچيون يا ڳايون ٿا، ته شاعريءَ کي هڪ خاص سماجي ڪارج لاءِ ڪم آڻيون ٿا. رزميه ۽ داستان گوئيءَ واريءَ شاعريءَ جا اوائلي نمونا، جيڪي هلندي هلندي نيٺ هاڻي رڳو قبائلي ونڊر جي خاطر وڃي زنده رهيا آهن، تن اوائل ۾ اُن شيءِ کي محفوظ رکڻ ۽ مستقل ڪرڻ جو ڪم ڏنو هوندو، جنهن کي "تاريخ" تصور ڪيو ويو؛ ۽ لکت پوليءَ جي استعمال کان اڳ نظم جو اهو هڪ باقاعده نمونو واقعي حافظي جي لاءِ انتهائي مددگار ثابت ٿيو هوندو ۽ اوائلي پڙهڻ ۽ چارڻن، ڪهاڻين ٻڌائيندڙن ۽ عالمن جو حافظو ته واقعي غضب جو هوندو. وڌيڪ سڌريل سماجن ۾، جهڙوڪ قديم يوناني سماج ۾ آ شاعريءَ جا اجتماعي ۽ جيئل سماجي ڪارج به صاف ظاهر آهن. يونانين ڪي مذهبي تقريبن ۽ رسمن سان آريو، ۽ عام ماڻهن جي منظم ۽ باقاعده اجتماعي جشنن جي حيثيت سان، جيڪي سندن روايتي مذهبي ڪرياڪرم سان وابسته هئا، قائم رهيو؛ سندن "پنداري" گيت پڻ ساڳئي قسم جي هڪ خاص سماجي موقعي جي نسبت سان، ۽ اُن جي پس منظر ۾ وڌن پيدا ٿيا ۽ وڌيا. يقيناً شاعريءَ جي ان قسم جي واضح ۽ مقرر استعمال شاعريءَ کي هڪ اهڙو ڍانچو ڏنو، جنهن جي وسيلي انهن مخصوص قسمن جي شاعريءَ ۾ ڪاملپڻو ۽ عروج حاصل ڪرڻ ممڪن ٿي سگهيو.

جديد تر شاعريءَ ۾ انهن سڀني کي نمونا اڃا به موجود آهن- جيئن ته مذهبي راڳ (مولود، مداح يا ڀڄن)، جن جو اسين ذڪر ڪري چڪا آهيون. "ناصحانه ۽ اصلاحي يا افادي شاعريءَ" جي اصطلاح جي معنيٰ ڪنهن حد تائين بدلجي چڪي آهي. انهن لفظن جي هڪ معنيٰ ته "معلومات پهچائيندڙ" به ٿي سگهي ٿي؛ سندن مطلب خالص "اخلاقي هدايتون ڏيندڙ"، يا ٻي ڪا اهڙي معنيٰ به وٺي سگهجي ٿي، جنهن ۾ اهي ٻئي معنائون شامل هجن. مثلاً، رومي شاعر "ورجل" (ولادت ١٥- آڪٽوبر ٧٠ ق. م. ۽ وفات ٥٠ ورهين جي عمر ۾) جا "جيارجڪس" نالي شعر تمام مٺا شعر آهن، ۽ منجهن کيتيءَ جي باري ۾ تمام مفيد معلومات ڏنل آهي. پر اڄ اها ڳالهه ناممڪن نظر ايندي ته کيتيءَ بابت هڪ جامع ڪتاب لکجي، جو ساڳئي وقت بهترين شعر پڻ هجي: هڪ ته ان ڪري جو موضوع تمام پيچيدو ۽ سائنسي نوعيت جو ٿي ويو آهي، ۽ ٻيو ته ان کي بهتر نموني ۾ نثر ۾ ئي نباهي سگهجي ٿو. نه وري اڄ اسين اُئين ڪري سگهون ٿا، جيئن رومين ڪيو هو، ته علم نجوم ۽ فلڪيات تي وڏيون رسالا قلمبند ڪريون. اهڙي قسم جي نظم تي، جنهن جو واضح مقصد معلومات پهچائڻ هجي، نثر سبقت ۽ نوعيت حاصل ڪري چڪو آهي. هن قسم جي "معلوماتي يا افادي شاعري" هاڻي آهستي آهستي يا ته رڳو "اصلاحي شاعريءَ" تائين محدود ٿي چڪي آهي، جنهن جو مقصد پڙهندڙن کي ڪنهن ڳالهه بابت مصنف جي نظريي ڏانهن مائل ڪرڻ آهي. ان ڪري، منجهس هاڻي اهو ڪي پڻ شامل ٿي ويو آهي، جنهن کي "طنز" سڏيو وڃي ٿو- جيتوڻيڪ "طنز" جي دائري ۾ خالص "ٺٺول يا ٺٽ" يا "مزاح" پڻ اچي وڃن ٿا، جن جو مقصد بنيادي طور صرف کل ڀوڳ ۽ خوشدلي پيدا ڪرڻ آهي. "ڊرائيڊن" جا ڪي نظم، سترهين صديءَ ۾، ان معنيٰ ۾ "طنز" شمار ٿين ٿا، جو انهن ٺٺول ۽ چٿرڪرڻ آهي، جن جي خلاف اهي لکيا ويا، ۽ ساڳئي وقت آهي "اصلاحي شاعريءَ" ۾ به شامل آهن، جو انهن جو هڪ مقصد پڙهندڙ

ڪي هڪ خاص سياسي نظريي ۽ مذهبي نقطه نگاهه ڏانهن مائل ڪرڻ آهي؛ ۽ ان ڳالهه جي حاصلات واسطي انهن نظمن ۾ حقيقت کي افسانوي جي وسيلي بيان ڪرڻ وارن تمثيلي نمونن کان پڻ ڪم ورتو ويو آهي. ان قسم جي نظمن ۾، هن جو نظم ”دي هائينڊ اينڊ پينٿر“ (هرڻي ۽ چيتو) تمام گهڻو اهم آهي، جنهن جو مقصد پڙهندڙ کي ان ڳالهه ڏانهن مائل ڪرڻ آهي ته انگلنڊ جي ڪليسا جي مقابلي ۾ روم جي ڪليسا حق تي هئي. ساڳي طرح، اوڻيهين صديءَ ۾، ”شيلي“ جي شاعريءَ جو گهڻو حصو سماجي ۽ سياسي سڌارن آڻڻ جي ولولي کان متاثر آهي.

جيستائين ناٽڪ واري رنگ جي يا ”ڊرامي“ شاعريءَ جو تعلق آهي، هينئر ان جو سماجي ڪارج به ان قسم جو آهي، جيڪو خود ان سان مخصوص آهي: چاڪاڻ ته اڄڪلهه گهڻي ڀاڱي شاعري اهڙي لکي وڃي ٿي، جا اڪيلائيءَ ۾ پڙهجي يا هڪ ننڍي حلقي ۾ وڏي آواز سان پڙهجي؛ ۽ ”ڊراماڻي شاعري“ ئي اها واحد شاعري آهي، جنهن جو اهو هڪ ڪارج آهي ته ماڻهن جي هڪ هجوم ۾، جو اسٽيج تي هڪ خيالي حقيقت ڏسڻ لاءِ جمع ٿيو آهي، فوراً ۽ اجتماعي اثر پيدا ڪري. ”ڊراماڻي شاعري“ پڻ هر قسم جي شاعريءَ کان مختلف آهي. جيئن ته ان جا خاص قاعدا قانون، ڊراما يا ناٽڪ جي قاعدن قانونن سان هم آهنگ آهن، جنهنڪري ان جو ڪارج سرسري طور ناٽڪ جي مخصوص ڪارج ۾ ئي سمايل آهي؛ ۽ ظاهر آهي ته هتي ناٽڪ يا ڊراما جو سماجي ڪارج منهنجي موضوع سان واسطو نٿو رکي.

جيستائين فلسفيانه شاعريءَ جي خاص ڪارج جو تعلق آهي، ته ان کي سمجهڻ لاءِ ڪافي ڇنڊ ڇاڻ ۽ تاريخي جائزي وٺڻ جي ضرورت آهي. مان سمجهان ٿو ته مان اڳي ئي شاعريءَ جا ڪافي قسم اهو واضح ڪرڻ لاءِ ڄاڻائي چڪو آهيان ته منجهانئن هرهڪ جو خاص ڪارج ڪنهن نه ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي ڪارج سان لاڳاپيل آهي — ”ڊراماڻي شاعريءَ“ جو ڊراما يا ناٽڪ سان، ”معلومات پهچائيندڙ افادي شاعريءَ“ جو ان جي نفس مضمون جي ڪارج سان، فلسفي يا مذهب يا سياست يا اخلاقيات ۾ ”اصلاحي شاعريءَ“ جو انهن موضوعن جي ڪارجن سان. جنهنڪري، اسين ٿي سگهي ٿو ته اسين انهن منجهان ڪنهن به خاص قسم جي شاعريءَ جي ڪارج تي غور ڪريون؛ پر خود ”شاعري“ جي ڪارج جو سوال پوءِ به اڻين جو اڻين رهجي ٿو وڃي، ڇو ته اهي سڀ مٿي ذڪر ڪيل شيون نثر ۾ به نباهي سگهجن ٿيون.

پر، اڳتي وڌڻ کان اڳ، آءٌ هڪڙي اعتراض کي ختم ڪرڻ چاهيان ٿو، جو هتي ڪري سگهجي ٿو. بعضي ماڻهو شاعريءَ جي اهڙي قسم کي، جنهن کي ڪو خاص مقصد سامهون آهي؛ شڪ جي نظر سان ڏسندا آهن مثلاً، اهڙي شاعري، جنهن ۾ شاعر ڪن خاص سماجي اخلاقي، سياسي يا مذهبي خيالن جي تبليغ يا وڪالت ڪندو هجي. ان صورت ۾، ماڻهو جيڪڏهن اهي خيال پسند نه ڪندا آهن، ته فوراً اهين چوندا آهن ته اها شاعري، شاعري ئي نه آهي. بلڪل اهين ئي، جيئن ڪي ماڻهو وري ڪنهن خاص شاعري کي سچي پچي شاعري سمجهندا آهن، محض ان لاءِ ته ان ۾ جن ڳالهين جي اظهار ڪيل آهي، تن سان هنن جو اتفاق راءِ هوندو آهي. مان سمجهان ٿو ته اهو سوال اهميت نٿو رکي ته شاعر ڪنهن مخصوص سماجي لاڙي جي خلاف آهي يا فائدي ۾. ٿي سگهي ٿو ته ڪا خراب شعر گوئي عارضي طور ٿي وڃي، ڇو ته ان ۾ ان وقت جي عام لاڙي سان مطابقت هجي؛ پر سچي پچي شاعري نه رڳو ڪنهن خاص مقبول عام لاڙي جي بدلجڻ کان پوءِ به باقي رهندي آهي، پر خود انهن مسئلن ۾ عام دلچسپيءَ جي مڪمل طور ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ به زنده رهندي آهي.

جن سان خود شاعر جي پنهنجي جذباتي وابستگي هئي. رومي شاعر ”ليوڪيشس“ جو نظم اڄ به هڪ عظيم نظم آهي، توڙي جو علم نجوم ۽ طبعيات بابت هن جي نظرين جي هاڻي ڪا به اهميت نه رهي آهي. اهڙيءَ طرح ”ڊرائيڊن“ جو نظم، توڙي جو سترهين صديءَ جي سياسي ۽ مذهبي جهيڙن سان هاڻي اسان جو ڪوبه واسطو وجهه ڪونهي، ماضيءَ جي هڪ شاندار نظم جي حيثيت ۾ اڄ به اسان کي لطف ڏيئي سگهي ٿو حالانڪ ان جو موضوع اهڙو آهي، جو اڄ ان کي نثر ۾ ئي بهتر نموني نباهي سگهجي ٿو.

هاڻي، جيڪڏهن اسان کي شاعري جو لازمي سماجي ڪارج ڳولڻو آهي، ته پهريائين ته اسان کي ان جي انهن ظاهر ظهور ڪارجن ڏانهن — بشرطيڪ ان کي ڪي ڪارج پورا ڪرڻا آهن — ڏسڻ گهرجي، جيڪي ان کي واقعي پورا ڪرڻا آهن. انهن منجهان پهريون ۽ منهنجي خيال ۾، جنهن بابت اسان کي خاطري

ٿي سگھي ٿي، سو هيءَ آهي تہ شاعري کي لطف يا ورونهن ڏيڻ گھرجي. جيڪڏهن اوهين پڇندا تہ ڪهڙي قسم جو لطف يا ورونهن؟ تہ آءٌ چوندس تہ اهڙي قسم جو، جيڪو شاعري ڏيندي آهي! چو تہ ان کان وڌيڪ صاف يا مفصل ٻيو ڪو بہ جواب اسان کي جماليات جي وسيع ۽ ڏورانهين دائري ۾ ۽ فن جي اصلي ماهيت جي سوال ڏانهن ڪڍي ويندو.

آءٌ سمجهان ٿو تہ هيءَ ڳالهہ ٻڌي مڃي ويندي تہ هر سٺي شاعر کي، ڀلي هو ڪو وڏو شاعر هجي يا نہ، لطف سان گڏ پنهنجن پڙهندڙن کي ٻيو ڪجهہ بہ ڏيڻو آهي؛ جو تہ جي هو خالي ۽ محض لطف ڏيندو، تہ اهو لطف بذات خود بہ ڪنهن ڪمال درجي جو نٿو ٿي سگهي. اهڙن خاص مقصدن کان علاوه، جن جا مثال آءٌ شاعريءَ جي مختلف نمونن جي بحث ۾ اڳي ئي ڏئي چڪو آهيان، شاعريءَ ۾ هميشه ڪنهن نئين تجربي جي ورڪا ٿئي ٿي، يا ڪو مانوس يا ڄاتل تجربو نئين ادراڪ يا ڄاڻ سان پيش ٿئي ٿو؛ يا وري ان ۾ ڪنهن اهڙي شيءِ جو اظهار ٿئي ٿو، جنهن جي اسان کي ڄاڻ تہ آهي پر ان جي بيان ڪرڻ لاءِ اسان وٽ لفظ نہ آهن، ۽ اهو اظهار اسان جي ڄاڻ کي وڌائي ٿو ۽ اُن کي سڌاري ۽ سنواري ٿو. ليڪن منهنجي هن مضمون جو تعلق نہ تہ شاعريءَ جي هن انفرادي قدر سان آهي، ۽ نہ وري ڪنهن لطف ۽ ورونهن جي نوعيت سان. آءٌ سمجهان ٿو تہ اسين سڀ ان ورونهن ۽ ان لطف سان واقف آهيون، جيڪو اسان کي شاعري سان ملي ٿو؛ ۽ تنهن سان گڏ، ۽ ان کان اڳتي وڌي ڪري، اسين اُن فرق کي بہ محسوس ڪريون ٿا، جو شاعري اسان جي خود زندگيءَ ۾ پيدا ڪري ٿي: انهن ٻين اثرن پيدا ڪرڻ کان سواءِ، شاعري شاعري نہ آهي. هيءَ سڀڪجهہ قبوليندي بہ، عين ممڪن آهي تہ شاعري اسان کي، اسان جي اجتماعي حيثيت ۾ — يعني سڄي سماج کي — جو ڪجهہ ڏئي ٿي، تنهن کي نظرانداز ڪري ويهون؛ ۽ جڏهن آءٌ اها ڳالهہ چوان ٿو، تڏهن ان جو سارو وسيع مفهوم منهنجي خيال ۾ آهي، چو تہ مان سمجهان ٿو تہ هيءَ هڪ اهم چيز آهي تہ هر قوم کي پنهنجي شاعري هئڻ گهرجي — نہ رڳو انهن ماڻهن واسطي، جيڪي شاعريءَ مان لطف حاصل ڪن ٿا (اهڙا ماڻهو تہ هر وقت ڌاريون ٻوليون بہ سکي سگهن ٿا، ۽ انهن جي شاعري مان لطف بہ حاصل ڪري سگهن ٿا) — پر ان ڪري، جو اها ڪريون ٿا؛ ۽ پنهنجيءَ زبان کان علاوه ٻيءَ ڪنهن زبان جي نہ سکڻ جو هڪ سبب هي بہ رهي ٿو تہ ماڻهو جو ڪجهہ آهي، تنهن کان سرڊسٽ مختلف ٿيڻ هو نٿو گهري. مطلب تہ هڪ اعليٰ زبان کي تيستائين ختم نٿو ڪري سگهجي، جيستائين ان زبان جي ڳالهائيندڙن کي ختم نہ ڪيو ويو آهي. جڏهن هڪ زبان ٻيءَ زبان جي جاءِ والاري ٿي، تہ ان جو سبب هي آهي تہ ان ۾ ڪي بهتر ۽ قبولڻ لائق صلاحيتون آهن، ۽ اها زبان ديهي ۽ مڙئي ويل زبان کان نہ رڳو سوچڻ لاءِ، پر احساس ۽ امنگ جي دائري ۾ پڻ نہ رڳو مختلف پر گهڻو بهتر آهي؛ تنهن جي معنيٰ تہ امنگ ۽ احساس، قوم جي عام زبان ۾ ئي بهترين حد تائين ظاهر ٿي سگهن ٿا. هتي "قوم جي عام زبان" مان مراد اها زبان آهي، جا قوم جي سمورن طبقن — غريبن تہ وڏي ڳوٺاڻن — جي زبان هجي. زبان جي ٻيهڪ، ترنم، آواز، ان جا اصطلاح، ورجيون ۽ ٻهاڪا — اهي سڀ ان جي ڳالهائيندڙن جي شخصيت جو اظهار ۽ ترجماني ڪن ٿا.

جڏهن آءٌ چوان ٿو تہ نثر جي بجاءِ نظم احساس ۽ امنگ جي اظهار سان واسطو رکي ٿو، تڏهن منهنجو مطلب اهو نہ آهي تہ شاعريءَ ۾ ذهني مواد يا مفهوم جي ضرورت نہ آهي، يا هيءَ تہ عظيم شاعري معنيٰ جي لحاظ کان گهٽ درجي واري شاعريءَ کان گهٽ مائيدار هوندي آهي؛ پر ڳالهہ جي هن پهلوءَ کي زياده ڇيڙڻ سان آءٌ پنهنجي فوري مقصد کان پري هلي ويندس، تنهنڪري مان، هيءَ ڳالهہ هتي تسليم شده سمجهي، اڳتي وڌندس تہ ماڻهو پنهنجي عميق ترين احساس ۽ امنگ جو شعوري ۽ ڀرپور اظهار صرف پنهنجيءَ زبان جي شاعري ۾ ئي پائيندا آهن، ۽ ٻئي ڪنهن بہ فن يا ٻيءَ ڪنهن بہ ڌارينءَ ٻوليءَ جي شاعريءَ ۾ اها ڪين نہ ملي سگهندي. ان جو اهو مطلب بہ نہ آهي تہ سچي ۽ پڪي شاعري رڳو انهن احساسن ۽ امنگن جي اظهار تائين محدود آهي، جن کي ان ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن مان هرڪو شخص سڃاڻي ۽ سمجهي سگهي ٿو. شاعريءَ کي رڳو مقبول عام شاعريءَ تائين اسان کي محدود سمجهڻ گهرجي. انهيءَ سلسلي ۾ ايترو چوڻ ڪافي آهي تہ هم آهنگ قوم جي زياده پڙهيل لکيل ۽ روشن خيال ماڻهن ۽ عام سڌن ساڌن ۽ نابخته ماڻهن جي احساسن ۾ هڪڙي اهڙي ڳالهہ ضرور مشترڪ آهي، جا سندن ۽

ٻيءَ ٻوليءَ جي ساڳئي درجي وارن ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ هرگز موجود نه آهي: ۽ جڏهن ڪنهن قوم جو تمدن صحتمند ۽ اڀرندڙ آهي، ته سندس عظيم شاعر وٽ پنهنجن سڀني همزبان ۽ هموطن ڀائرن کي پيش ڪرڻ لاءِ سندن الڳ الڳ تعليمي سطح جي لحاظ بنان، ڪجهه ضرور هوندو آهي.

اسين هتي چئي سگهون ٿا ته شاعر جو، هڪ شاعر جي حيثيت ۾، پنهنجيءَ قوم ڏانهن فرض اڻسڌيءَ طرح ٿي آهي. هن جو سڌيءَ طرح فرض پنهنجيءَ زبان ڏانهن آهي - يعني ڀرپائين ان جي حفاظت ڪرڻ، ۽ ٻيو ان کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ. جو ڪجهه ٻيا ماڻهو محسوس ڪري رهيا آهن، تنهن کي ظاهر ڪري، شاعر انهن جي احساس کي باشعور بنائي ٿو، ۽ ائين خود ان احساس کي بدلائي ٿو. هو ماڻهن کي، جيڪي ڪجهه هو اڳي ئي محسوس ڪري رهيا آهن، تنهن بابت وڌيڪ ڄاڻ مهيا ڪري ٿو، ۽ ائين هو کين سندن ذات متعلق زياده باخبر بنائي ٿو. پر هو پڻ کان رڳو زياده باشعور نه آهي، پر انفرادي طور پڻ کان، خود پڻ شاعرن کان به، مختلف پڻ آهي؛ ۽ شعوري طور پڙهندڙن کي انهن احساسن کان به روشناس ڪري سگهي ٿو، جن جو انهن کان اڳ هنن کي تجربو نه ٿيو آهي. اهو آهي اصل فرق، هڪ حقيقي شاعر ۽ هڪ خبطي ۽ ڇڙواڳ شاعر ۾. هڪ خبطي شاعر وٽ به اهڙا احساس ٿي سگهن ٿا، جي بنهه ذاتي هجن، پر جن ۾ ڪو ٻيو شريڪ نٿو ٿي سگهي، ۽ ان ڪري اهي بيڪار آهن؛ پر هڪ حقيقي شاعر ادراڪ ۽ احساس جون نيون شڪليون تلاش ڪري ٿو، جن ۾ ٻيا به شريڪ ٿي سگهن ٿا. ۽، اهڙيءَ ريت، احساس ۽ امنگ جي انهن نين صورتن کي اظهار بخشي، هو ان زبان کي وڌائي ۽ مالا مال ڪري ٿو، جا هو پاڻ ڳالهائي ٿو.

اڄ هڪ قوم ۽ ٻيءَ قوم جي احساس جي ان غير محسوس فرق بابت ڪافي ڪجهه چئي چڪو آهيان: اهو فرق سندن مختلف زبانن ڪري آهي، ۽ آهي زبانون ئي ان فرق کي نهائين وڌائين ٿيون، پر قومون مختلف تجربن سان، نه فقط مختلف جاين تي پر مختلف دورن ۾ پڻ دوچار ٿين ٿيون. درحقيقت اسان جو شعور ۽ احساس اسان جي بدلجندڙ دنيا سان گڏ هميشه بدلجندو رهي ٿو. اسان جو شعور ۽ احساس اڄ نه فقط ساڳيو نه آهي، جو چيناين يا يونانين جو آهي، پر اهو ساڳيو به نه آهي، جو ڪنهن سئو سال اڳ خود اسانجن وڏن جو هو. اسان جو شعور ۽ احساس هينئر اهو به ساڳيو نه آهي، جو اسان جي پنهنجي والدين جو هو، ۽ خود اسين پاڻ به جيئن هڪ سال اڳ هئاسين، هينئر ائين نه آهيون. اهو ته ظاهر آهي: پر جا ڳالهه اهڙي ظاهر نه آهي، سا هيءَ ته بس اهوئي سبب آهي جو اسين ڪڏهن به شعر لکڻ بند ڪري نٿا سگهون. اڪثر پڙهيل ماڻهو پنهنجيءَ زبان جي وڏن اديبن ۽ مصنفن لاءِ فخر محسوس ڪندا آهن، توڙي جو هنن انهن کي ڪڏهن پڙهيو به نه هوندو آهي؛ بلڪل ائين، جيئن هو پنهنجي ملڪ جي ٻين ڪن اهڙي قسم جي نرالين خصوصيتن بابت فخر محسوس ڪندا آهن: ڪي اديب ۽ مصنف ته ايڏا مقبول ٿي ويندا آهن، جو سياسي تقرير بازين ۾ به هنن جا حوالا ڏنا ويندا آهن. پر اڪثر ماڻهو اهو نٿا محسوس ڪن ته اهو ڪافي نه آهي: ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هو مستقل طور نوان نوان وڏا اديب ۽ مصنف، خاص ڪري وڏا شاعر، پيدا نه ڪندا رهندا، ته هنن جي زبان کي زوال اچي ويندو، هنن جي تمدن کي زوال اچي ويندو، ۽ اهو شايد ٻئي ڪنهن طاقتور تمدن ۾ جذب ٿي ويچي.

هڪ ڳالهه هيءَ به ته صاف آهي ته جيڪڏهن اسان وٽ پنهنجي دور جو نئون زنده ادب نه هوندو، ته اسين پنهنجي ماضيءَ جي ادب کان به ڇڄي ويندا سون. جيستائين اسين ادب جي اوسر جو هيءُ سلسلو قائم نه رکندا سين، تيستائين اسان جو ماضيءَ جو ادب به اسان کان جيئن پوءِ تيئن هٽندو ۽ پري ٿيندو ويندو، تان جو اهو اسان لاءِ اجنبي ٿي ويندو - جيئن ڪنهن ٻيءَ ڌارينءَ قوم جو ادب؛ ڇو ته اسان جي زبان بدلجندي رهي ٿي، ۽ اسان جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو نمونو، اسان جي ماحول ۽ بدلجندڙ مادي حالتن جي اثر ۽ دٻاءَ سبب، هر وقت ۽ هر طرح بدلجندو رهي ٿو؛ ۽ ان حالت ۾ جيڪڏهن اسان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو نه آهن، جيڪي پنهنجي غير معمولي احساس ۽ شعور کي لفظن تي غير معمولي قدرت رکندي، ظاهر ڪرڻ ۽ پختگي بخشڻ جي صلاحيت رکندڙ هجن، ته ان صورت ۾ نه فقط اسان جي پنهنجي اظهار جي صلاحيت، بلڪ، سواءِ خسيس کان خسيس محسوسات جي، ٻيءَ ڪنهن شيءِ جي محسوس ڪرڻ جي طاقت به گهٽجي ۽ نابود ٿي ويندي.

اها ڳالهه ڪا خاص اهميت

ڪانه ٿي رکي ته ڪنهن شاعر جي چاهيندڙن جو حلقو سندس حياتيءَ جي دور ۾ وسيع هو يا نه. اهم ڳالهه اها آهي ته هر نسل ۾، ۽ هميشه، هن جي چاهيندڙن جو ڪجهه نه ڪجهه حلقو موجود هجي. بهر صورت، انهي منهنجي چوڻ جو اهو مطلب نه ڪري ٿو ته شاعر جي اهميت پنهنجي دور لاءِ نه ٿي آهي، ۽ گذري ويل شاعر اسان جي ڪنهن ڪم جا نه رهن، جيڪڏهن اسان وٽ زنده شاعر موجود نه آهن. مان ته پنهنجي پهرين ڳالهه تي ايترو نه زور ڏيندس ته جيڪڏهن ڪنهن شاعر جي مقبوليت، سندس جيئري، تمام جلد وڌي وڃي ٿي، ته اها صورتحال خود شڪ جو باعث بنجي ٿي، ڇاڪاڻ ته ان مان اهو انديشو ٿئي ٿو ته هو ڪا نئين شيءِ پيش ڪانه ڪري رهيو آهي، بلڪ جيڪي ڪجهه پيش ڪري رهيو آهي، سو اهوئي ڪجهه آهي، جنهن تي ماڻهو اڳي ئي هريل آهن — يعني اهو ڪجهه، جيڪو هو اڳي ئي پنهنجين اڳين نسلن جي شاعرن کان حاصل ڪري چڪا آهن، پر اها ڳالهه اشد ضروري ۽ نهايت اهم آهي ته شاعر کي پنهنجي دور ۾ صحتمند ۽ باشعور چاهيندڙن جو هڪ ننڍو حلقو ضرور هجي. هي نهايت ضروري آهي ته پيشرو ماڻهن جو هڪڙو مختصر حلقو موجود هجي، جي فڪري آزاد هجن، ۽ جي پنهنجي دور کان به قدم اڳتي هجن — يعني اهڙا، جو نئين شيءِ کي جلد قبول ڪرڻ لاءِ تيار هجن.

تمدن ۽ ثقافت جي ترقيءَ جي معنيٰ اها نه آهي ته هر شخص کي سر دست اڳتي آڻي محاذ تي بيهارجي، بلڪ، ان جي معنيٰ صرف هيءَ آهي ته هر دور ۾ ادب شناس ۽ باذوق ماڻهن جو هڪ منتخب ۽ قليل حلقو موجود هجي، جن کان عام پڙهندڙن جي هڪ جماعت، ذوق ۽ ادب دوستيءَ ۾، هڪ ٻئي نسل جي ويڇي کان زياده پٺتي نه هجي. شعور ۽ ادراڪ جون تبديليون ۽ واڌارو، جيڪي اول ڪن ٿورڙن وٽ ظاهر ٿيندا، سي، پنهنجي اثرذريعي، پڻ ۾ ترت مقبول ٿيندڙ مصنفن معرفت، آهستي آهستي زبان تي پنهنجا هلڪا هلڪا نشان ۽ نقش پيدا ڪندا؛ ۽ جنهن وقت اهي ان تي ڄمي، دائمي جڳهه والاري بيهندا، تڏهن وري هڪ نئين قدم، هڪ نئين پيشقدميءَ جي ضرورت ٿيندي. ازانسواءِ، زنده اديب ئي آهي، جن جي وسيلي مئل اديب زنده رهن ٿا. مثلاً "شيڪسپيئر جهڙي شاعر انگريزي زبان تي جيڪو گهرو اثر ڇڏيو آهي، اهو اثر رڳو ڪن ٿورن پوءِ واري نسل جي شاعرن جي ذريعي ئي نه ڦهليو آهي؛ چو ته عظيم شاعرن ۾ ڪي خصوصيتون هونديون آهن، جي ترت ظاهر ٿي نه سگهنديون آهن، ۽ صديون پوءِ وارن شاعرن کي سڌيءَ طرح متاثر ڪري، اهي عظيم شاعر، زنده زبان تي هميشه اثر وجهندا رهندا آهن. اڄ جيڪڏهن هڪڙو انگريزي ٻوليءَ جو شاعر اهو چاهي ٿو ته موجوده دور ۾ پنهنجي ٻوليءَ جا لفظ هو ڪيئن استعمال ڪري، ته هن کي لازمي طور انهن اديبن جو گهرو اڀياس ڪرڻو پوندو، جن پنهنجي زماني ۾ لفظن کي صحيح استعمال ڪيو، جن پنهنجي دور ۾ زبان کي نئون روپ ڏنو ۽ نئين زندگي بخشي.

هيستائين مون ان آخري ڳالهه ڏانهن رڳو اشارو ئي ڪيو آهي، جنهن تائين، منهنجي خيال موجب، شاعريءَ جي اثر جي انتها ليکي سگهجي ٿي: جيئن اها ڳالهه هن نموني ۾ بهتر طور ادا ڪري سگهجي ٿي ته شاعري دوران آخرڪار ماڻهن جي ڳالهه ٻولهه، ماڻهن جي احساس ۽ ادراڪ، ۽ ماڻهن جي روزمره توڙي عام زندگين ۾ امتياز ۽ فرق — هڪ بنيادي فرق، هڪ خاص امتياز — واقع ٿئي ٿو؛ ۽ اهو امتياز ۽ فرق سماج جي سڀني فردن، قوم جي سڀني شخصيتن، بلڪ سڄي قوم جي حالت ۾ مجموعي طور واقع ٿئي ٿو — پوءِ سنجهائڻ کي ڪٿي شاعري کي پڙهندا هجن يا نه به پڙهندا هجن، ان مان لطف اندوز ٿيندا هجن يا نه به ٿيندا هجن، يا ڪين پنهنجن عظيم شاعرن جا رڳو نالا به ڪٿي ياد نه هجن. شاعري جو اثر، پنهنجين آخري حدن تائين، درحقيقت، نهايت ونڊيل، تمام الستو ۽ ثابت ڪرڻ ۾ انتهائي مشڪل آهي. ان جو مثال ائين آهي، جيئن آسمان ۾ اڏامندي ويندڙ پکيءَ يا هوائي جهاز ۾ اک وجهي پنهنجي جانچ: پوءِ جي اوهان ان کي تڏهن نظر ۾ رکيو هو، جڏهن اهو اوهان کي چٽو ڏسڻ ۾ ٿي آيو، ۽ ائين اوهين ان کي برابر نظر ۾ رکيو آيا، ته اوهين ان کي تڏهن به برابر ڏسندا رهندا، جڏهن اهو تمام پري هليو ويو هجي — اصل ايترو پري، جو جيڪڏهن اوهين ان وقت پئي ڪنهن شخص کي اشارو ڪري اهو ڏيکارڻ جي ڪندا، ته هن جي اڻهريل اک ان کي ڏسي ئي ڪانه سگهندي. ساڳيءَ طرح، شاعري جو اثر به جيڪڏهن اوهين پهريائين انهن ماڻهن ۾ جاچيندا، جن تي شاعري گهڻو ۽ گهاٽو اثر ڇڏيو آهي، ۽ پوءِ انهن کي جاچيندا، جن ڪڏهن شاعري کي پڙهيو به ڪونهي، ته اوهان کي شاعري جو اثر ان ملڪ ۽ ان قوم ۾ هر

هنن نظر ايندو. گهٽ ۾ گهٽ اوهان کي اهو اثر تڏهن ته ضرور نظر ايندو، جڏهن ان قوم جو تمدن صحتمند ۽ زنده آهي؛ ڇو ته هڪ زنده سماج ۾ ان جي هڪ حصي جو ٻئي حصي تي باهمي اثر مستقل طور پوندو ٿو رهندو آهي ۽ اها شاعريءَ جي "سماجي ڪارج" سان اهائي ڳالهه سندس وسيع معنيٰ ۾، مراد وٺان ٿو: يعني هيءَ، ته شاعري پنهنجي رفعت زور ۽ تاثير جي مناسبت سان سڄيءَ قوم جي ٻول چال، ۽ شعور ۽ ادراڪ تي اثر وجهي ٿي.

اوهان کي ائين سمجهڻ نه گهرجي ته منهنجو مطلب ڪو هيءُ آهي ته اسين جيڪا زبان ڳالهايون ٿا، تنهن جو تعين فقط اسان جا شاعر ئي ڪن ٿا. ثقافت جو دائرو انهيءَ کان زياده پيچيدو ۽ وسيع آهي. درحقيقت اها ڳالهه به پنهنجي جاءِ تي درست آهي ته اسان جي شاعري جي لياقت انهيءَ ڳالهه تي منحصر آهي ته ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ٻوليءَ کي ڪهڙي نموني استعمال ٿا ڪن؛ ڇو ته شاعر کي لازمي طرح پنهنجي زبان بلڪل ائين ئي پنهنجي مواد طور ڪتڻي پوي ٿي، جيئن اها سندس اردگرد ڳالهائي وڃي ٿي: جيڪڏهن اها بهتر کان بهتر ٿي رهي آهي ته ان مان فائدو وٺندو، ۽ جيڪڏهن اها هيٺ پوندي ٿي وڃي، ته هن لاءِ ان ئي ٻوليءَ زبان جو بهتر استعمال ڪرڻ لازمي آهي. شاعري، ڪنهن حد تائين، ٻولي جي سونهن کي قائم رکي سگهي ٿي؛ شاعري ٻولي کي پيچيده حالتن ۽ زندگي جي بدلجندڙ مقصدن لاءِ اهڙي ڪاميابي سان اظهار خيال جي موزون ذريعي بڻجڻ ۾ مدد ڏيئي سگهي ٿي، جهڙيءَ طرح اها گذريل ساده زندگيءَ جي سڌن سادن مقصدن لاءِ هڪ موزون ذريعو هئي. پر، ساڳئي وقت، شاعري پنهنجي سر ان پراسرار سماجي ڪرشمه ڪاريءَ جي ٻئي عنصر وانگر، جنهن کي اسين "ثقافت" سڏيون ٿا، اهڙين وسيع ۽ متعدد حالتن تي مدار رکي ٿي، جي سندس پنهنجي اختيار ۽ ضابطي کان ٻاهر آهن.

هيءَ ڳالهه مون کي ڪن زياده عام قسم جي خيالن ڏانهن وٺي وڃي ٿي، جن کي هتي آخر ۾ پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. هيستائين مان شاعريءَ جي مقامي قومي ڪارج تي زور ڏيندو رهيو آهيان، ۽ ان ڳالهه جي سلسلي ۾ مون کي هڪ صفائي پيش ڪرڻي آهي. مان اهو تاثر ڇڏڻ نٿو چاهيان ته شاعريءَ جو ڪارج قومن کي هڪٻئي کان الڳ ڪرڻ آهي، ڇو ته مان اهو نٿو مڃان ته مختلف قومن جون ثقافتون ۽ تمدن هڪٻئي کان علحدگي اختيار ڪري ترقي ڪري سگهن ٿا. جيتوڻيڪ ان ڳالهه ۾ شڪ نه آهي ته ماضيءَ ۾ ڪيتريون تهذيبون ٿي گذريون، جن اعليٰ فن، فڪر ۽ ادب پيدا ڪيو، ۽ اهي تهذيبون هڪٻئي سان لهه وچڙ ۾ نه هيون؛ پر انهن جي باري ۾ به مان ڪامل يقين سان چئي نٿو سگهان، ڇو ته ڏسي سگهي ٿو ته انهن مان ڪي تهذيبون، جي بظاهر اسان کي الڳ ٿلڳ نظر آيون، سي درحقيقت پاڻ ۾ ربط ۾ رهيون هجن. پر يورپ جي تاريخ ۾، بهرحال، ائين ڪونه ٿيو آهي. خود قديم يونان مصر کان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو، ۽ ڪنهن حد تائين ايشيائي سرحدي ملڪن کان پڻ. خود يوناني رياستن جي باهمي تعلقات ۾ اسان کي سندن ٻولين ۽ طور طريقي جي اختلاف جي باوجود باهمي اثر نظر اچي ٿو - بلڪل اهڙوئي، جهڙو يورپ جي مختلف ملڪن جو هڪٻئي تي. يورپي ادب جي تاريخ ۾ ته اها ڳالهه خاص طرح نظر ايندي ته هڪ زبان جو ادب ٻيءَ زبان جي اثر کان ڪڏهن به الڳ ۽ آزاد نه رهيو آهي؛ سندن هميشه آزادانه ڏي - وٺ ٿيندي رهي آهي، ۽ پڻ سندن مان هر هڪ هڪٻئي کان نئين قوت ۽ توانائي حاصل پئي ڪئي آهي. ثقافت ۽ تمدن جي معاملي ۾ مڪمل علحدگيءَ مان ڪجهه به وري سري ڪين ٿو سگهي: ڪنهن به ملڪ جي ثقافت جي زنده جاويد رهڻ جو مدار ان تي آهي ته اها ٻين ثقافتن سان آزادانه ڏي - وٺ ڪندي رهي. پر يورپ جي امن ۽ اتحاد لاءِ ثقافتي علحدگي جيڪڏهن هڪ خطرو آهي ته اهو ساڳيو خطرو ان ثقافتي اتحاد ۾ پڻ موجود آهي، جيڪا يڪرنگيءَ ۽ يڪسانيت طرف وٺي وڃي. ڪثرت ۽ تنوع ايترو ئي ضروري آهي، جيترو اتحاد. مثلاً، ڪن محدود مقصدن جي حق ۾ هونئن ته گهڻوئي ڪجهه چئي سگهجي ٿو - جيئن ته يورپ جي "هڪ گڏيل ٻوليءَ" جي سلسلي ۾ بيجا آسانيءَ سان "ايسپرانٽو" يا "بنيادي انگريزيءَ" جا نالا وٺي سگهجن ٿا - پر سمجهو ته ملڪن جي سموري لکپڙهه ۽ ڳالهه ٻولهه ان ئي ٻوليءَ وسيلي شروع ڪري ٿي ڏجي، ته اها ڪيتري نه اڻانگي ۽ اڌوري لڳندي. شايد ائين به ٿئي ته ڪن معاملن ۾ ته اها زبان مقصد کي پورو ڪري سگهي، ۽ ڪن ۾ بلڪل بيڪار ثابت ٿئي. هيڏانهن شاعري مستقل طور انهن شين جي

ياد ڪيري ڏياريندي رهي ٿي، جي فقط هڪ زبان ۾ چٽي سگهجن ٿيون، ۽ انهن جو ترجمو ناممڪن آهي. هڪ قوم جو ٻيءَ قوم سان روحاني ڏي - وٺ جو رستو تيستائين قائم ٿي نٿو سگهي، جيستائين ڪي اهڙا ماڻهو نه هجن، جن پنهنجي ٻوليءَ کان علاوه ٻي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڌارين زبان ايتري چڱيءَ طرح سکي هجي جيتري پنهنجيءَ زبان کان سواءِ ڪا ٻي زبان سکي سگهجي ٿي، ۽، نتيجي طور، آن ڌارينءَ ٻوليءَ ۾ ڪنهن نه ڪنهن حد تائين پنهنجيءَ زبان وانگر ٿي محسوس ڪري سگهندا هجن. ان طرح، جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ڌارينءَ قوم کي سمجهڻ چاهي ٿو ته هو ٻهريانين انهن شين کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو، جن پنهنجيءَ زبان کان علاوه سندس زبان کي سکڻ جي تڪليف ورتي هوندي - ۽ اهڙيءَ طرح هو هڪٻئي کي پنهنجيءَ پنهنجيءَ قوم کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا.

هتي ضمني طور هيءَ ڳالهه به ڪري ڇڏيان ته ڪنهن ٻي قوم جي شاعريءَ جو اڀياس هڪ خاص انداز جي معلوماتي نوعيت جو ٿئي ٿو. مان چٽي چڪو آهيان ته هر زبان جي شاعريءَ ۾ ڪي اهڙيون خصوصيتون آهن، جي فقط اهي سمجهي سگهن ٿا، جي اهل زبان آهن. پر ان ڳالهه جو ٻيو رخ به آهي. مون ڪڏهن ڪنهن اهڙيءَ زبان جي پڙهڻ جي ڪوشش ڪندي، جا مون کي چڱيءَ طرح نه ٿي آئي آهي، اٿين محسوس ڪيو آهي ته مان ان جي نثر کي ان وقت تائين سمجهي نٿي سگهيس، جيسين مون ان کي اسڪول جي استاد جي معيار ۽ دستور مطابق نه پڙهيو - يعني ان کي سمجهڻ لاءِ مون کي هر لفظ جي معنيٰ جي پڪ ڪرڻي پئي، ان جو گرامر پڙهڻو پيو، وغيره. پر ڪڏهن ڪڏهن مون اٿين محسوس ڪيو آهي ته ڌارين زبان جي ڪنهن شعر کي پڙهڻ مهل، جنهن جو مان ترجمو ڪري نٿي سگهيس، ۽ جنهن ۾ مون لاءِ ڪيترائي ڏکيا لفظ به موجود هئا، ۽ اهڙا جملا به درپيش هئا جن جو مطلب مان سمجهي نٿي سگهيس، مون کي فورن ڪنهن اهڙي واضح خيال يا تاثر جو احساس ٿيو، جو نه رڳو نرالو هو، پر انگريزيءَ ۾ جيڪي ڪجهه آهي تنهن کان به مختلف هو، ۽ ان ۾ مون کي هڪ اهڙي شيءِ نظر آئي، جنهن کي مان لفظن ۾ ته بيان ڪري نٿو سگهان پر ته به مون ڄاتو ته مان ان کي سمجهي ويو آهيان. پوءِ جڏهن مون اها زبان چڱيءَ طرح سکي ورتي، ته معلوم ٿيو ته اهو تاثر ڪو وهم ڪونه هو، ڪا محض اهڙي خيالي شيءِ نه هئي جا صرف منهنجي ذهن جو اختراع هجي، پر اها شيءِ درحقيقت ۽ واقعي ان شاعريءَ ۾ پنهنجي جاءِ تي موجود هئي. هن مان منهنجو مطلب هيءُ آهي ته شاعريءَ جي وسيلي اوهين ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڌارئين ملڪ ۾، پاسپورٽ ۽ ٽڪيٽ حاصل ڪرڻ کان اڳ ئي، جڏهن چاهيو ته داخل ٿي سگهو ٿا.

يورپ جي حدن اندر مختلف زبانن ليڪن ملندڙ جلندڙ ثقافتن رکندڙ ملڪن جي رشتي جي هن مسئلي ڏانهن، شاعريءَ جي سماجي ڪارج جي تحقيق ڪندي اسين شايد غير متوقع طور نڪري آيا آهيون. آءٌ يقينن هن نقطي کان اڳتي وڌي، خالص سياسي مسئلن ۾ داخل ٿيڻ نٿو چاهيان پر آءٌ اهو چاهيان ٿو ته جيڪي اهڙن مسئلن سان سڌيءَ طرح واسطو رکن ٿا، سي انهن سوالن جي سرحدن ۾، جن تي آءٌ مٿي بحث ڪري چڪو آهيان، ڪڏهن ڪڏهن ضرور داخل ٿين؛ ڇو ته هي سوال انهن سياسي مسئلن جو روحاني رخ پيش ڪن ٿا، جن جو مادي رخ سياست جو موضوع آهي. منهنجي پنهنجي بحث جي دائري ۾ ماڻهو جو واسطو انهن زنده ۽ ڪامل شين سان آهي، جن جي وڌڻ ويجهڻ جا قاعدا قانون پنهنجا پنهنجا آهن، جيڪي، ڀوڙي جو هميشه مدلل ۽ معقول نه آهن، تڏهن به عقل ۽ دليل کي اهو تسليم ڪرڻا ٿي آهن. اهي اهڙيون شيون آهن، جن جي دستوري رٿابندي نٿي ٿي سگهي، ۽ جيڪي ضابطي هيٺ ايتروئي رهي سگهن ٿيون جيترو موسمون، سينهن يا هوا.

آخر ۾ آءٌ هي چوندس ته جيڪڏهن آءٌ اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيان ته شاعريءَ کي شاعر جي سڄيءَ همزبان قوم لاءِ هڪڙو سماجي ڪارج ادا ڪرڻو آهي — توڙي جو قوم پنهنجي شاعر جي وجود کان باخبر هجي به يا نه — ته پوءِ ان مان هي نتيجو نڪري ٿو ته يورپ جي هر قوم وٽ اها ڳالهه اهميت رکي ٿي ته ٻين قومن وٽ شاعريءَ جو سلسلو قائم رهڻ گهرجي. مان نارواري زبان جو شعر ته پڙهي ڪونه ڄاڻان، پر مون کي ٻڌايو وڃي ته نارواري زبان ۾ شعر نٿو لکيو وڃي، ته مان ان کي هڪ خطرو سمجهي، اهڙي نموني ۾ ڇرڪيس، جو منهنجو اهو اظهار "ڪشاده دليءَ واري همدرديءَ" جي اظهار کان گهڻو وڌيڪ هوندو: مان ان کي هڪ اهڙيءَ بيماريءَ جي

نشاني سمجهندس، جيڪا شايد برعظيم ۾ ڪڙجي ويندي: اها هڪ اهڙي زوال جي نشاني ٿي سگهي ٿي، جنهن جو مطلب اهو ٿيندو ته ماڻهو هر هنڌ تهذيبي جذبات جي قوت کان محروم ٿيندا ويندا، ۽ نيٺ محسوس ڪرڻ جي صلاحيت کان محروم رهجي ويندا - ۽ اٿين واقعي ٿي سگهي ٿو. هر هنڌ مذهبي اعتقاد جي زوال پذيريءَ بابت ڪافي ڪجهه چيو ويو آهي؛ پر مذهبي احساس ۽ شعور جي زوال پذيريءَ ڏانهن ايترو توجهه نه ڏنو ويو آهي. موجوده دور جي مشڪل رڳو اها نه آهي ته خدا ۽ انسان بابت ڪن انهن عقيدن پرويساهه رکي نٿو سگهجي، جن ۾ اسانجن ابن ڏاڏن جو اعتماد هو؛ پر اصل ڳالهه اها آهي ته جيئن انسان جا اڳيان بزرگ خدا ۽ انسان بابت محسوس ڪندا هئا، ائين هينئر محسوس نٿو ڪيو وڃي. هڪڙو عقيدو، جنهن ۾ هينئر اوهان جو اعتقاد نه رهيو آهي، بهرحال، اهو هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن کي ڪنهن حد تائين اوهين پوءِ به سمجهي سگهو ٿا؛ پر جڏهن مذهبي احساس گم ٿئي ٿو، تڏهن اهي لفظ جن جي وسيلي ماڻهن ان احساس جي اظهار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جي بي معني ٿي پون ٿا. اهو سچ آهي ته مذهبي احساس فطرتي طرح ملڪ ملڪ ۾ مختلف آهي، ۽ دور دور ۾ به مختلف آهي - ائين ئي، جيئن شاعرانه احساس مختلف آهي. احساس بدلبو رهي ٿو، تڏهن عقيدو ۽ نظريو ساڳيوئي رهي؛ اهو ته انساني زندگيءَ جو هڪ اوّل شرط آهي. مون کي دراصل جنهن ڳالهه جو خوف آهي، سا آهي هن احساس جو مڪمل موت. ساڳيءَ ريت هيءَ ڳالهه پڻ ايتري ئي ممڪن آهي ته شاعريءَ لاءِ احساس ۽ اهو احساس جيڪو شاعريءَ جو بنيادي مواد آهي، سو ڪنهن وقت هر هنڌ بند ٿي مري ۽ ختم ٿي وڃي؛ ۽ اهڙي صورتحال پوءِ دنيا ۾ يڪسانيت قائم ڪرڻ لاءِ شايد آساني به پيدا ڪري وجهي، جيڪا يڪسانيت کي ماڻهو محض يڪسانيت خاطر محبوب ۽ مطلوب سمجهن ٿا.

(ٽماهي ”مهراڻ“ ٣-٤/ ١٩٦٠ع تان ورتل)



# وڪڙ سو وهاءُ...

غلام حسين رنگريز

(نوٽ: مدد علي سنڌي جي ڪتاب هنر ملن جي مهورت تي پڙهڻ لاءِ لکيو ويو)

بنگال جي عظيم شاعر ٽيگور لکيو هو ته سانجهيءَ ويل پڌندڙ سج آخري چڙي هڻندي چيو- "آهي ڪو، جو منهنجي جڳهه والاري!" ان وقت هڪ ننڍڙي ڏيئي ڪنڌ مٿي ڪئي چيو- "آئون ڪوشش ڪندس."

جڏهن رات جو سڀ، سڄي ماحول جي نس نس ۾ پنهنجو زهرهاري ويندو آهي، ته ڪيترائي جيءَ گهر ۾ ڪنڊڙنجي ويندا آهن ۽ پيا ڪيترائي سرانجي، سانت جي ڪنب ڌسائيندا آهن. هر ڪي ذات جا ڏيئا پنهنجي جهڪي جوت سان پڻ اونداهيءَ کي للڪاريندا آهن. هي سڀ ڏيا ۽ پڙ جا پول اونداهيءَ جا چٽيل آهن. ماڻهن جي هڪ تمام ڏيئي جي سنهڙي لاٽ به پوائتي ماحول ۾ آئت جو سامان پنجي ويندي آهي. گهور اونڌيري ۾ ٿوراڙيون ڏيندڙ به انهي جهڪي جوت سان واٽ لهڻ جا جتن ڪندا آهن. سج اوس اڀرڻو آهي، شام اسانجي منزل نه آهي. هيءَ سڀ پنهنجي پنهنجي سوچ، پنهنجي يقين، پنهنجي همت جو اولڙو آهي. اسان سڀ انهي شام جنهن جو وهم اسانجي وجود کي ويڙهي ويو آهي، جي هڃائي ڏسڻ ۽ نئين نڪور سج جي اڀرڻ جا آسائتا آهيون.

اها آس اسان جو يقين ۽ اسان جو ايمان آهي.

هڪ بلغاري شاعر فاشسٽن هٿان مارجڻ کان چند گهڙيون اڳ به هن ويساهه جو اظهار ڪيو هو ته:

"حياتي هئيءَ حياتي سرهاڻي ماڻيندي،
هي يقين منهنجي سيني ۾ محفوظ آهي،
۽ جيڪا هن يقين کي چيري سگهي،
سا گولي ڪٿي به ناهي،
ڪٿي به ناهي."

اسان وٽ عام چوڻي آهي، ته ساهه وڃي پر ويساهه نه وڃي. هن حياتيءَ جي سڦلتا ۽ سرهاڻي انهيءَ ۾ آهي، ته ويساهه قائم ۽ دائم رهي. جيئڻ جو امنگ ۽ اڳتي وڌڻ جو جذبو انهي ويساهه سان ئي سلهاڙيل آهي. انهي ڪري اسان کي هيٺين چوڻ نه جڳائي، ته شام اسان جي منزل آهي ۽ رات جو پنڌ اڻ کٽ آهي.

دور دور تائين
راهه ڪاٽي
روشن نه هئي
ڏينهن جي هن سفر ۾
ويندو اڌ پنڌ ۾
سج لهي
شام منزل هئي
تنهنجي منهنجي،
اڻين ته نه سوچيو هئم،
شام منزل ٿي ويندي
ڪڏهن تنهنجي ۽ منهنجي !!
(مدد – هنر ملن)

سنڌ جو عظيم شاعر، حياتيءَ جو ترجمان، سچ ۽ سورهياڻپ جو ساکي، لاثاني ۽ لافاني ڪلام جو خالق روشنيءَ جو اوچو مينار بنجيو موجود ۽ ايندڙ نسلن لاءِ واڪا ڪريو هوي چوي.

وهه وسنڌ! پنهنجو پر ڪرڪو واڪو وس
لهڙن جو لطيف چئي، ڏونگر ڏيندءِ ڏس.
پنهو اٿي پس، مر پر هلي مسئي.

دوستو- اڄ جي ڪنڌجائي جي مناسبت جي ڳهر آهي ته آئون ڳالهه انهي تائين محدود رکان. انهي ڪري مون اڄ جي ڳالهه کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي.

هڪ – ڪجهه سنڌي ادب متعلق.

ٻيو- ڪجهه صاحب ڪتاب متعلق.

ٽيون – ڪجهه ڪتاب متعلق.

## ڪجهه سنڌي ادب متعلق

ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ادب ۾ جيڪو حال پيدا ٿيو، تنهن کي پرڙ لاءِ اسان پنهنجي سر چڱي جا ڪوڙ ڪئي. سرڪار جي سرپرستي نالي ماتر رهي. حالتن جي دشواري ۽ اڻائي واءُ هٽي مٿيون منجهائي ڇڏيون. ڪجهه وقت ته وائڙا رهياسين. آهستي آهستي پنهنجي پنهنجي وچايل سڃاڻپ جي ساڃهه حاصل ڪئيسون ۽ سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ هٿ پتوڙڻ لڳاسين.

انهي سلسلي ۾ جمعيت الشعرا ڪانوٽي سنڌي ادبي سنگت تائين ڪن ٻين ننڍين ننڍين تنظيمن ۽ شخصن چڱي چوکي محنت ڪئي. جمعيت الشعرا اڳتي هلي بيجان ٿي وئي. باقي رهي سنڌي ادبي سنگت، تنهن نئين

قومي ۽ ترقي پسند ادب کي وڌائڻ ۾ اثرائتو ڪردار ادا ڪيو. اسانجي شعور جي اوسر ۾ واڌ ڪئي. نوان شاعر ۽ ليکڪ پيدا ٿيا. نيون صنفون متعارف ٿيون ۽ ترقي پسند لاڙن زور ورتو. اهڙا انهي ڪم جون پاڙون پختيون نه ٿيون هيون، تہ ڪي موقعي جو هٿرادي باز، موقعي پرست ۽ ڏيکاءُ پسند سياستڪار ۽ سياستباز پيدا ٿيا جن ذاتي ۽ گروهي ليڊر شپ جي انا پرستي سان هٿي اچي ماڻي کي اڙهم ڪري ڇڏيو. ڪلهہ تائين اسان هڪ ٿي سنڌي ادبي سنگت جي آبياري ڪئي ۽ هاڻي اسان هڪ هڪ ٿي انجا چوڏا لاهڻ شروع ڪيا. ان تي ناجائز قبضن، هد دخلين ۽ هڪ ٻئي جا سعوبا سڻيا اٿئون. انکي سنڌي ادب جهڙي واڌاري بدران پنهنجي مخصوص سياستڪاري ۽ سياستبازي جو مهرو بنائڻ جون حرڪتون ڪيون اٿئون. هن ڪهوڻالي جي دور ۾ هن المناڪ ۽ ڪڙي حقيقت کي نهايت سنجيدگي سان غور هيٺ آڻڻ جي ضرورت آهي.

ون يونٽ ڪانئوءِ جنهن هلچل جنم ورتو ۽ جيڪا ١٩٦٧ کان ١٩٦٩ جي وچ ۾ عروج تي رسي تنهن سنڌي ادب جا نوان رسالا، ڪتاب ۽ ڪتابڙا نڪتا، جن ادب جو قابل فخر سرمايو مهيا ڪيو. اڄ اسان سياڻپ جو جيڪو فصل لڻي رهيا آهيون سو انهي دور جو ئي ڏنل آهي. انهن ڏينهن ڏي نهاريندي وري جڏهن اسان حال ڏانهن ڏسون ٿا، تہ هنجون ٿا هاريون ۽ ڳوڙها ڳاڙيون ٿا. اڄ اسان ڀوڪيون ڇا پيا؟

نفرتون، نراسائيون، گروهہ بنديون، ويساهہ گهاتيون، آپيشاهيون، خود غرضيون، ڪردار ڪشيون، حماقتون، بي همتيون، انا پرستيون ۽ بزدليون، ذهني پسماندگيون... انهي ڀوڪ سان اسان ۽ اسان جي اهندڙ نهي کهڙا قل ۽ قول ميڙيندي سا ڪا ڳجهي ڳالهہ نہ آهي.

”روح رهاڻ“ هڪ ماهوار رسالو هئو، پر آن هڪ اداري جو ڪم سر انجام ڏنو. اڄ بہ روح رهاڻ جا ساليانا ميڙ تصور جي اکين آڏو اچن ٿا، تہ پڌري ۽ حب الوطني جو ويساهہ تازو ٿيو وڃي. اڄ اسان ڪميت / عدد (Quantity) ۾ اڻ ڳڻيا آهيون پر خاصيت (Quality) ۾ ڪجهہ بہ ناهيون. اسان جي حال جو هيءُ حال آهي جو هڪ بہ سنڌي رسالو (سرڪاري / نيم سرڪاري کان علاوه) باقاعدگي سان نڪرندو نٿو نڪري. هڪ بہ روح رهاڻ جي ميڙ جهڙو ميڙ نٿو ٿئي. اهي سڀ ڳالهيون ويچار ۽ ڪجهہ ڪرڻ لائق آهن. اسانجو آئيندو اسانکي پڪاري رهيو آهي ۽ حال وقت جي عدالت ۾ اسان تي دانهيو پيئو آهي.

## ڪجهہ صاحب ڪتاب متعلق

مدد ”پنر ملن“ جو خالق منهنجو پراڻو دوست آهي. اسان حيدرآباد جي سرهڻ پريل راتين ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ رهاڻيون ڪيون آهن. آئون ڪيس ان وقت کان سڃاڻان جڏهن هو يونيورسٽي جي ورانڊن ۾ انقلابي نعرا هڻندو وتندو هئو. مون ڪيس شاگرد محاذ تي اڻ ٿڪ پورهيو ڪندي بہ ڏٺو، مون ڪيس ادب جي ميدان ۾ قوم پرستي جو جهنڊو کڻي ”اڳتي قدم“ چا پيندي ڏٺو. منهنجي سائس تڏهن بہ حجت رهي جڏهن هو ٽڪل ٽڪل واٽهڙو وانگي ڪنهن وڻ جي ڇانوري ۾ ويهي رهيو. آئون سائس تڏهن بہ ملاقي رهيس جڏهن هنجي اندر جو عملي انسان ساڻت جي سر ۾ لڙهندو ويو. اسان تڏهن بہ مليا سين جڏهن هنجي اندر جي ڪرانتيڪار ۾ ڏار پئجي ويا ۽ هو ڪهاڻين جي ذريعي نراسائي پسند ليکڪ ۽ پيڙا جو پورنرپٽ بڻجي آيو. ڪلهہ وارو اسنگ ۽ حوصلي ڀريو مدد، هار کائي اڄ ستو ۽ نماڻو ٿيو ويٺو آهي. ڪلهہ جنهن جو جهول ڳاڙهن سرهن گلن لاءِ ڦهليل هو، اڄ سو ٿوهر ٽانڊيڪو آهي. ٿوهر جو وڻ جيڪو اڄ جي نراسائي پسند ليکڪ جو نشان آهي سو زندگي، رهائي ۽ خوشحالي جي خاصيتن کان وانجهيو آهي. زندگي، ٿوهر جو وڻ نہ آهي. زندگي موتئي جي مهڪار بہ آهي، تہ گلاب جي رنگين خوشبو بہ. زندگي ساوڻ جي رت ۾ مهراڻ جي موج بہ آهي، تہ ٿر جي ڏڪار بہ. زندگي پرهہ جو، پکيئڙن جي لات بہ آهي، تہ هر هلائيندڙ، ان اپائيندڙ، جڳ جرڪائيندڙ هارين جي ڏات بہ.

بهرحال مدد اڄ ”شام“ کي پنهنجي منزل بڻائي ويٺو آهي ۽ مدد جهڙا ڪيئي ليکڪ انهي شام جي اونده ۾ پناهہ وٺي پنهنجي هستي ۽ مستي سان ويساهہ وڃائي ويٺا آهن. مدد جي شخصيت جي تاڃي پيٽي ۾ متضاد تندون ڪڏ وچڙ ٿي ويون آهن. قوم پرستي جا اهڃاڻ انقلابي اسنگ، جدوجهد جون اذيتون ۽ اڻ وسرندڙ يادون، ياس ۽ قنوطيت جون ڪمزوريون وغيره هنجي ذهن ۽ تخيل ۾ سمانجي ويون آهن. اهوئي سبب آهي جو ”پنر ملن“ ۾ متضاد خيالن جو رنگ رچيل آهي.

سنڌي شاگرد سياست کان وٺي سنڌي ادب تائين هن جيڪا جاکوڙ ڪئي ۽ جيڪو نور نچوڙيو آهي سو ڪو سڀ جو سڀ اڪارت ڪونهي. ”اپني

ته م” هن جي وطن دوست خدمتن جو يادگار آهي. ج. س. ف هن جي بگهر جي بورهئي ۽ شعوري ڪوشش جي زنده تصوير آهي. هن جو ننڍڙو وجود ڪئين قوسي ڪارج سڌ ڪري سگهي ٿو، ڪاش هن جي اندر جو هار ڪاڏل، ستل ڪرانتيڪار جاڳي پوي.

## (٣) ڪجهه ڪتاب متعلق

ڪتاب ۽ مواد بابت جو ڪجهه چوڻو هئو سو صاحب ڪتاب جي حصي ۾ چئي آيو آهيان. البته هتي هيءَ چوڻ بہ ضروري ٿو سمجهان، تہ نثرالي نظر جو هيءُ ڪتاب اسٽائل جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون ڪتاب آهي. مون جيئن تہ اڳيان چيو آهي. تہ مدد جي شخصيت مختلف ۽ متضاد لاڙن جو ميڙ بنجي ويئي آهي. موجوده وقت جيتوڻيڪ هو تڪل هاريل ۽ نراسائي پسند آهي پر اس جي ڪا چڻنگ هنجي اندر ۾ اڃا بہ دکندڙ آهي. تڏهن ئي، تہ هو شاعرڪي منزل بنائڻ جي باوجود پرهہ پسڻ لاءِ آتو آهي.

اهو صبح بہ ٿيندو؟<br>
جنهن صبح لاءِ،<br>
تنهنجا ۽ منهنجا نيڻ آتا،<br>
۽ آجايل آهن.<br>
جنون صبح لاءِ<br>
روئندڙ چهرا<br>
۽ ٽمڪندڙ ڳوڙها<br>
الائي ڪڏهن کان<br>
اوسيئڙي ۾ آهن.<br>
اهو صبح بہ ٿيندو.<br>
(مدد – پنرملن)

يي هنڌ چويٿو:

راتڪنهن اونداهي سمنڊجيان،<br>
کهري ۽ گهٽي گهري آهي،<br>
ڌرتي ۽ آڪاس تي،<br>
اونداهي۽اونداهي جو راڄ آهي،<br>
پر مان...<br>
مهڙي اونده ۾ بہ،<br>
من راجڪماري جي للاٽ مان ڦٽندڙ،<br>
پرهہ ڦٽي جهڙي سنڌر سنڌر سوجهري ۾ –<br>
سرشٽيءَ جي هڪ هڪ چيز کي ڏسي رهيو آهيان!

ڪتاب ”پنرملن“ جون اڪثر رچنائون/تخليقون مدد جي پنهنجي اندر جو اظهار آهن. سندس ذات جا دک درد پيڙائون، وفائون جفائون، حادثا، ۽ سانحا آهن. هي انهن پيڙائن جو پيوس شڪار آهي ۽ بس. ڪاش هي انهن هزارها ۽ لکها ذاتن جا دک درد ۽ پيڙائون پنهنجيون ڪري جيڪي پٽائي چوائي ٿو:–

اُتر ڏي اوت، نہ سون سوڙ نہ کيرو،<br>
چار ئي چنيءَ پوت، سون ريڙهيندي رات گهٽي.

اسانجي معاشرتي زندگي ۾ اڻڳڻيا دک درد ۽ پيڙائون آهن. لکها ۽ ڪروڙها انسان کلي آسمان هيٺ پوءِ ڪي بستر بنائي ڏکيا ڏينهن گذارين ٿا. ڪيترائي لال گل ۽ گلابي چهرا موذي مرض جو شڪار ٿي بي علاج، پوءِ پڙا ٿين ٿا. ڪيترائي ٿي ونيون حسرتن جي چکيا تي چڙهي بي موت مري وڃن ٿيون. ڪيترائي بورهيت هٿ پيدائش ۾ سگهہ وڃائي بيک مگڻ تي مجبور ٿين ٿا. ڪيترائي بي ڏوهہ ۽ مسڪين ماڻهو بي ڏوهيا ماريا ڪٽيا ۽ بي عزت ڪيا وڃن ٿا. ڪيترائي ابهم ٻچڙا ڪلندي ڪڏندي ڪالرا، ٽسپ، ارڙي ۽ ٻين مرضن جو شڪار ٿي بي علاج، مائرن کان الڳ ٿي وڃن ٿا.

اهي هيڏا سارا دک درد يقينا هڪ ذات جي ڏکن کان وڌيڪ اهميت رکن ٿا.

ڪاش مدد ۽ مدد جهڙا ليکڪ داخليت جي مهاچار مان نڪري انهن ڪروڙها انسانن جي دکن دردن کي پنهنجو بنائن. جيون جي سڄايا ۽ رچنائن جي امرتا انهي ۾ ئي آهي.





# سچل ۽ سچ

مختيار ملڪ

سچ اهڙو تجريدي خيال آهي، جنهن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ اوائلي وقت کان وٺي فلسفين جا ڪوڙ پيش ڪيا آهن. سچ بابت مختلف مفڪرن جا مختلف رايا رهيا آهن. سچ جي هڪڙي وصف هيءَ ڄاڻائي وئي آهي ته: ”جيڪي به حقيقتون ڏسي وائسي سگهجن ٿيون، آن بابت ڄاڻ يا راءِ سچ آهي.“ ڪنهن جو چوڻ آهي ته ”غيرجذباتي، غيرجانبدار ۽ بامقصد سچائي فراريت طرف ڇڪيندڙ آهي.“ سچ جي ٻيءَ وصف موجب ”سچ جي فطرت جو هڪ مسئلو آهي، هڪ بيان جو ٻئي لاڳاپي رکندڙ بيان سان مقابلو ڪرڻ“ — سو ائين ڪٿي چئجي ته سچ آنهن ڳنڍيل بيانن جي سلسلي جو چڪر آهي، جن ۾ حقيقتن جو ذڪر ۽ بيان هجي، تنهنڪري ڪوبه بيان تڏهن ئي سچ ڄاتو ويندو، جڏهن اهو سچين حقيقتن يا بيانن جي طريقي سان ڳانڍاپو رکندو هجي. سچ جي ٽين ۽ مک وصف، عملي نقطي نگاه واري آهي، جيڪا ٻڌائي ٿي ته سچ اهو ئي آهي جيڪو ڪجهه عمل ڪري ٿو، جو ته عمل کان خالي حقيقت يا سچ جو اظهار بي مقصد آهي ۽ حقيقت به اها آهي ته ڪوبه بيان پنهنجي عمل سان ئي پنهنجي سچائيءَ جي ڇيڻ کرائي سگهي ٿو. ماحول ۾ موجود ڪيترائي سچ آن ڪري اڻ ڇٽا آهن، جو انسان آڏو آن جو ڪو واضح عمل ڪونه رهيو آهي. برٽرنڊ رسل جي تصنيف ”ڪليار“ ۾ به ائين چيو ويو آهي: ”سچ، وقت جي پيداوار آهي نه سند جي“ (ص ٥٦)، مولانا ابوالڪلام آزاد به سچ ۽ وقت جي ڳانڍاپي جي ڳالهه ڪئي آهي ته ”هڪڙن سچائيءَ کي آن جي ضرورت جي وقت پيش نه ڪيو وڃي ته آن جي باوجود اعتراف بيڪار آهي، ڇو ته ڏيئا سچ لهڻ کان پوءِ ٻرندا آهن نه کي اهريان...“

انسان جي آس پاس ۽ انسان جي اندر وارين دنيائن جي لاڳاپي ۽ ٽڪراءَ جي لاڳيتي عمل هيل تائين ڏاڍيون ڇنڊيون ڪيون آهن، نه ته حق ۽ ناحق جي ڪسوٽي جوڙڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ها. انسان لاءِ وقت، حالتن، ماحول ۽ تاريخي يا غير تاريخي واقعن کي سمجهڻ جو قاعدو وجود ۾ نه اچي ها، ۽ منجهس هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ جي قوت يا احساس جنم نه وٺي ها. جڏهن کان انسان کي سچ جي سڃاڻ ٿي، تڏهن کان دنيا جي نقشي تي ڪي قدر وجود ۾ آيا ڪي اصول ۽ نظريا ٿيا، دنيا جي ڪيترن شخصن دنيا جي مستقل قيام جي سلسلي ۾ آنهن اصولن ۽ نظرين کي بنياد جي حيثيت ڏني ۽ آهي شخص زندگيءَ کي انسانيت ڏانهن امانت سمجهندا آهن، سچ جي نظريي لاءِ جان گهورڻ کي عيب نه ڄاڻندا آهن. ڇو ته انساني سماج جي وڏي کان وڏي گهرج آهي، ته انسان سچ کي سمجهي ۽ سڃاڻي. سچ زندگيءَ جي اهم حقيقت آهي. جنهن شخص به آن حقيقت کي ڄاتو آهي، تنهن زندگيءَ کي ٻروڙيو ۽ ڄاتو آهي، سچ کي سڃاتو آهي ۽ آن سچ کي عام ڪيو آهي. سنڌ جو صوفي بزرگ سچل سائين به سچ جي راهه جو راهي رهيو. هن پنهنجي زندگي توڙي شاعري سچ ڏانهن ارپي ڇڏي. سچ جي ڳولا، حق جي جستجو، سچل جي ڪلام جو اهم موضوع آهي. هو ڪڏهن به ڪٿي به ڪنهن دٻ دٻاءَ جي سبب ڪجهه چئي ڇڏي ٿو.

سچ ٿا سرد چون، ڪنهن کي وڻي نه وڻي!

سچل، سچ جو بولنگ هو. سچائيءَ جو پرچارڪ هو، سچ لاءِ سندس چت ۾ چاهه هو:

سچو! سچي ڳالهڙي، چت آهائي چورنان!

سچ لاءِ جيئڻ، سچ لاءِ مرڻ هن جي اڻ ڪ مقصدن سان هڪ هو. سچ سندس نعرو هو:

مارا نعرا حق دا، سچل سوليءَ سر آچڙهيس!

سچ، سچل جي وجود ۾ سمايل هو، هو سچ جو متوالو هو ۽ سچ جو پانڌيئڙو هو. سچ جي مارڳ تي رسڻ جي لاءِ سچل جي سرير ۾ سمويل هئي!

سچو ٿي سچ آئيو، مارڳ انهيءَ مهمان!

سچ ڪڏهن مارئي ٿي ڪوٽ ۾ ڳوڙها ڳاڙي، ته ڪڏهن سسئي ٿي ڏونگر ڏوڏاري. هر دور ۾ ”سچ ۽ ڪوڙ“ ٻه جدا طاقتون هڪٻئي سان ٽڪريون آهن ۽ هر وقت جي شاعر سچ کي سهارو ڏنو آهي. سچل به سچ جو ساٿ ڏنو. هن سچ جي سرهاڻ کي پکيڙيو سندس حياتيءَ جو اهم آدرش، سچ هو. سندس شاعري اڻ ٽٽ سچ آهي، دائمي ۽ لافاني پڻ. سچل جي هر سٽ ۾ حقيقت جو اظهار ملي ٿو ۽ هر حقيقت جو بيباڪانه بيان آهي. سچل پنهنجي شاعري کي سچ جي ڳولا لاءِ، هڪ مهم طور ورتو، سچل جي آها

مقصد نوان لاڙا ڪٽي آئي آهي،
خاص طور تي سچل "صوفي ازم"
کي جيڪي طريقا ڏنا آهي تن ئين
صوفي ازم جو بنياد سمجهيا وڃن
ٿا. سچ ڳوليي، صوفين جي ان
نئين طريقي يا مهم جو مکيه
پرزو هئي، جيئن سچل چيو آهي:
سچو وچ سچ دي، ڪيتا
انا الحق اقرار

سچل وٽ سچ جي سار سرس
آهي. هو سچ جي ساز تي پيار،
امن ۽ نيڪيءَ جون ڳالهيون
ڳائيندي ڪوبه عيب يا ڏوهه
محسوس نه ٿو ڪري.
سچو سچي ڳالهه ۾، ڪهڙو
ڪينم ڏوهه؟

روشنيءَ جي ڦهلاءَ لاءِ
اونداهين سان الجهڻو پوندو آهي.
سچ جي آجري ڪرڻ لاءِ اڳ
۾ پنهنجي اندر جو ڪوڙ ڪينو
۽ ڪروڌ ڪڍي ڇڏڻو آهي. پاڻ
سان جهيڙڻو آهي. اسين پاڻ سان
ڪيترا سچا آهيون ۽ اسين ٻين
سان ڪيترا سچا آهيون، اهو
ڄاڻڻ ضروري هوندو آهي. سچل
سچ جي سفر جي شروعات نه پاڻ
کان شروع ڪئي ٿو:
رک تون سچو سوز سيني ۾
تان تون سچو ٿئين!
ساري جهوڙي سچو صحيح ڪري
ٿي آپ ڪون سوال
۽ پوءِ ڪجهه پرکي سگهي
ٿو:
ڪوڙيون ۽ ڪوڙا، سچا سڀ
سهي ڪيا.
شيڪسپيئر جو چوڻ آهي
ته: "سون کي سچائيءَ ۽ صداقت
سان ايتروئي پيار آهي، جيترو
پنهنجيءَ زندگيءَ سان اٿس." ـ
۽ حقيقت ۾ هڪ ذميوار شاعر
وٽ "سچائي" فرض جي حيثيت
رکي ٿي. سچ هڪ اهڙو عمل
آهي جنهن ۾ جيڪا يگانيت ۽
سرمستي آهي، سا سر ڏيڻ کان
به نه ٿي روڪي، سچل وٽ
اهڙي سرمستي آهي: بلڪل
منصور حلاج وانگر، سرمد ئي
لفظن ۾:
سچو سائين سڀ سچ ئي پوئيندو
سچ ڪنون نهن ٿسداوي
- پيا -
تخت هزاري وچ جاءِ رانجهن
دي، سچل سچ اکيسان
سچل سائين، سچ ٻولي به ٿو
۽ ڳولي به ٿو، هن جي اظهار ۽
عمل ۾ هڪجهڙائپ آهي. هن
جي سوچ ۽ لوچ ۾ ساڳيائپ آهي.
هو پنهنجي اظهار ۽ عمل ۾
پڪو پختو آهي. سچ ڳولڻ
جيتوڻيڪ جو کانئو ڪم آهي
ته به سچ جي تلاش جاري رکڻ
جو جذبو سچ جي ويجهو ضرور
آڻي ٿو. قرآن شريف ۾ فرمايل
آهي:
"چئو: سچ اچي ويو آهي ۽
ڪوڙ غائب ٿي ويو آهي، ۽
ڪوڙ هميشه غائب ٿيڻ واري
شيءِ آهي." سچ جي وجود سان
ڪوڙ جي موجودگي اصل کان
آهي. سچ نالو آهي پيار، امن،
نيڪي، سونهن ۽ سڀ جو ـ ۽
ڪوڙ نالو آهي ڪلفت، ڪيني
ويروڌ، ظلم ۽ ڏاڍ ۽ برائيءَ جو
ـ سچ جو هميشه حالتن سان
ٽڪراءُ رهيو آهي ۽ ڪڏهن
ڪنهن به مصلحت آڏو سٿو
ڪونه ڏڪيو اٿس ـ ڪوڙ،
هميشه وقت ۽ حالتن جو غلام
هوندو آهي ۽ مصلحتن جو ڳولو
ٿيندو آهي. ڪوڙ کي ڪڏهن
به سر ڪونه ٿيندا آهن. جنهن
مڪري پڻ جي اسيدن آسرن ۽
[illegible] جي آڌار تي بيٺل هوندو
آهي. سچل به ڪوڙ جي راڄ
[illegible] حالتن ۾ جنم ورتو. هن
هڪ دور جي ڪوڙ خلاف بغاوت
ڪئي ۽ انسانن جي اندر ۾ سچ
لاءِ آتساهه اڀاريو. احمد نديم
قاسمي جي لفظن وانگر: "شاعر
مستقبل ڏي وڃڻ لاءِ سوچ ۽
تخيل جا پر هڻي اڏري ٿو، يا
ٿوري ٿوري ڳالهه غير معمولي
شدت سان محسوس ڪري ٿو،
هو آن آخري سچ (صداقت) جي
[illegible] ۾ رهي ٿو، جنهن کي
شاعرانو سچ به چون ٿا. مادي
پرستن ان کي سماجي سچ جو
نالو ڏنو ۽ وري صوفين آن کي
واحد سچ سڏيو. سچل جيئن ته
هڪ سچو صوفي هو، سو سچائي
کي هن پنهنجي شاعريءَ جو
سونهون بنايو:
خدا ۽ منهنجو مرشد هڪ
آهي،
ٻنهي جو نالو حق (سچائي)
آهي.
پوءِ آءٌ پنهنجي مرشد، پنهنجي
خدا کان،
ڪيئن انڪار ڪري ٿو سگهان.
(ترجمو)
سچل جون اهي سٽون سچ جي
اپٽار ڪن ٿيون ۽ خاص طور
سچل جي سچ کي چٽو ڪن
ٿيون.
امن ـ پسند مذهبن ۾ سچ
جو اتم درجو ٿئي ٿو، جو ته سچ
سندر حياتجي جماهي جو سنيهو
آهي. سچائيءَ سان گذاريل
حياتي ساٿهي جي نشاني هوندي
آهي. پال ڪيرس پنهنجي مذهبي
ڪتاب "Gaspal of Budha"
۾ به سچ جي پچار ڪئي آهي ۽
سچ کي انساني ذهن جو لافاني
حصو سڏيو آهي. هو لکي ٿو ته
جڏهن اسان پنهنجن روحن
کي خصيص نفسياتي خواهشن
کان آزاد رکون ۽ ٻين لاءِ برائي
نه سوچيون ته اسان چمڪندڙ
هيري وانگر ٻڌجي وڃون ۽ آن
جي روشني، جيڪا سچ جي
روشني آهي، تنهن ۾ هر تصوير
کي آن جي اصل حيثيت ۾ ڄاڻي
سگهون ته هر شيءِ اسان کي
پنهنجي اصلي انداز ۽ روپ ۾ نظر
ايندي. سچل سائين به پنهنجي
شاعريءَ ۾ سچائيءَ لاءِ جذباتي
پرچار ڪيو آهي ۽ لوڪ کي
جاڳائڻ لاءِ جاڪوڙ ڪئي آهي.
جاڳو جاڳو،
اجوڪي ڏينهن جي هن گهڙيءَ
ٿي جاڳو،

# سنڌي الف-ب بابت سوال

ج-ع منگهاڻي

سنڌي ٻوليءَ جي الفابيٽ وڏو سڌارو گهرندڙ آهي. ڪي اهڙا اکر آهن، جن لاءِ ڪن جو چوڻ آهي ته غيرضروري ٿا ڀاسن ان ڪري ڪڍيا وڃن! ٻر ڪي وري اهڙا ضروري به آهن جيڪي شامل ناهن تن لاءِ وري سان ٿي چوان ته شامل ڪيا وڃن!! ۽ تنهن کان علاوه ٻي به ڪجهه ڦيرڦار ضروري آهي.

هنن اکرن کي غير ضروري سڏيو پيو وڃي، جن جهڙا لفظ به هتي ڏجن ٿا.

ا، ع- ت، ط- ث، س، ص- ح، هه- خ، ک- ذ، ز- ض، ظ- غ، گ- ڪ، ق- ۾ جيئن ته اهي سڀئي اکر ورتن کان وٺي واپربا رهن ٿا ان ڪري ڏکيا نٿا ڀاسن ۽ جن جي لکڻ جو ڏانءُ به آهي. سو ٿي سگهي ته انهن کي ڪيڏي مان ويتر ڏکيائي محسوس ٿئي.

هونئن ڳالهائڻ ۾ به انهن مان ڪن اکرن جي اچارڻ ۾ فرق ٿئي ٿو ۽ جيڪو ضروري به آهي، مثلاً خ ۽ ک.

مان ذاتي طور انهن اکرن مان ڪنهن هڪ کي به ڪڍڻ جي ڀڃيراني نه ٿي ڪريان — سڀ کان اهم ڳالهه جنهن لاءِ هي سڀ لکيو اٿم سا اها ته سنڌي اکرن ۾ هڪ اهم اکر "ڙ" به آهي جيڪو سنڌي الفابيٽ ۾ شامل ڪونهي ۽ جنهن کي شامل ڪيو وڃي!!

اها ضرورت ان ڪري محسوس ٿي جو جڏهن اهڙا لفظ لکڻ چاهيم ته اهي نکو "ر" سان ٿي لکي سگهيا نکو "ي" سان.

۽ "ڙ" وارا اکر اسين ڳالهايون ٿا!! ۽ اسين نج سنڌي آهيون!

ڪراچي ۽ لس ٻيلي جي ڇاپرو (ڇپرواري) علائقي جي ٻولي، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪلاسڪي ٻوليءَ جو درجو/ حيثيت رکي ٿي.

شاهه رح سنڌيءَ کي گهڻو ڳايو آهي ۽ اهي پنج ئي سر انهن ئي ٻڌن سان لاڳاپيل ٻولي ۾ آهن ۽ سندس ئي اوسي پاسي قرن ٿا ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان شاهه رحه جا اهي پنج سر ئي مٺا ۽ ڀرپور آهن، ۽ اهائي ٻولي آهي ڪراچي ۽ لس ٻيلي جي جي ڇپر ۾ رهندڙ سنڌي ڳالهائيندڙن جي.

هيٺ مان اکر "ڙ" سان ڳالهائيندڙ لفظ لکي رهي آهيان.

١- ٻوڙ- وار.

٢- ٻوڙو/ ٻوري- ننڍو ٻار، جنهن جي جهنڊ وارا وار نهايت خوبصورت ۽ گهاٽا هجن ان کي پيار مان چئبو آ.

٣- ڙوڻگي- اهو ڪيڙو جيڪو ريشمي ۽ گرم ڪپڙن کي کائي ٿو.

٤- ٻـڙ- ٿوري مقدار ۾ دوا لڳل کوهه جيڪو ڏند ۽ ڪن ۾ سور مهل لڳائبو آ.

٥- چڙڪو- ٻوٽ جو آواز. جملو- "سنڌو ٻوٽ آ چڙڪا پيو ڪري".

٦- مڙڪو- تمام جهيڻو آواز. جملو- "لاچار آهي. ساهه جي آئي پئي پوئس، سس ٿو مرڪا ڪري".

٧- ڪڙڪو- ٻار جو گهڻو روئڻ.

جملو- "ماڻي تنهنجي ٻار جو ته ڀينگهي ۾ ڪڙڪو پيو پوي."

٨- ڪاڙو ڙو- ڪانگن جو گڏيل آواز، ننڍن ٻارن جون تيز رڙيون (گڏيل) ۽ عورتن جي ويڙهه مهل آچي آواز کي به خار مان ڪاروڙو چئبو آهي.

٩- گڙجڻ- ڪاٺي جي چيز ٻوڙ پسا پت وغيره خراب ٿئي ته چئبو آ "هي ته خراب ٿي گڙجي وئي آ."

١٠- ڪڙجڻ- سچ ٿي سڪڙجي وڃڻ خاص ڪري ڏپ/ تپ/ سيءَ واري حالت ۾ چئبو آ "فلاڻي کي چا ٿي ويو آ ڪڙجي ويٺو آ."

١١- گڙڪا- سڻي ماني کيهه ۾ تريل ۽ مٺان گهڻو کيهه وجهي (کنڊ سان) کنهن کي ڏبي آ ته چئبو، "فلاڻي کي ماني کيهه وغيره ڏنو اٿم گڙڪا ڪري پيو کائي."

پيا،

"ماني عاليشان آ گڙ گڙ پئي ڪري."

١٢- ڳانڙو- ڪمزور ننڍو ٻار ۽ ڪمزور ننڍو جانور.

١٣- ڙڻ- ڙڻ- مشين جو آواز.

جملو- "سڄي مشين آ رڙڪا ٿي ڪري."

ٿي سگهي ٿو ته ٻيا به گهڻا ئي ان اکر سان ڳالهائڻ وارا لفظ هجن (اسين به ته ڪراچيءَ جي ڀيٽ ۾ اڃي پنهنجي ٻولي وساري ويٺا آهيون) اميد ته ان سلسلي ۾ ڏيان ڏنو ويندو سنڌ جي سهورن عالمن/ اديبن ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن کي گذارش آهي ته هو صاحب ان ڏس ۾ ڪجهه روشني وجهي، ڇو ته بلوچ صاحب انهن ٻڌن کان واقف آهي.

# استاد حاميءَ جي ياد ۾ ڪوٺايل جلسي جو احوال

رپورٽ: مقصود گل - رتوديرو



حاميءَ مرحوم جو اسڪيچ

**مقصود گل**

**آستاد "حاميءَ" جي ياد ۾**

دل جي ڌرتي لرزي ٿي پئي -
جيون سرڪا ترسي ٿي پئي -

---

ڇا لئه محفل ويران آهي ،
ڇا لئه هر ڪو نالان آهي -

---

شايد ڪوئي وڇڙي ويو آ ،
جيون ٽاڪو آڏڙي پيو آ -

---

دور فضا مان ڪنهن ڪالهه يو ،
دل ڏاريندڙ راز ٻڌايو -

---

مظلومن جو حامي لڏيو ،
سنڌيءَ جو اڄ جامي لڏيو -

---

تنهنجو هادي تنهنجو رهبر ،
" حامي " سو هو مرد قلندر -

---

دنيا ڪان اڄ دور لڏي ويو ،
پنهنجي پياري ياد ڇڏي ويو -

---

هر هڪ اک ۾ آهي پاڻي ،
علم ادب جي لاٽ اجهاڻي -

١٤ آڪٽوبر ١٩٨٢ع تي لطيف ادبي سنگت رتوديرو ۽ سدا بهار ادبي سنگت نئون ديرو جي گڏيل سهڪار سان سنڌ جي بيباڪ شاعر ۽ اديب، اعليٰ استاد ۽ ماهر تعليم، سچل سائينءَ جي شارح ۽ محقق مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد حامي جي ياد ۾ رتوديرو هاءِ اسڪول جي جلسي گاهه ۾ هڪ پروقار ادبي جلسو ٿي گذريو.

اسٽيج کي حامي صاحب جي شعرن سان لکيل بينرن ۽ رنگ برنگي بلبن سان سينگاريو ويو هو. وچ ۾ حامي صاحب جي آدم قد تصوير، جيڪا قاضي خضرحيات تيار ڪئي هئي اها سڀني جي نظرن جو مرڪز هئي ٺيڪ ساڍي اٺين بجي مقصود گل قاضي اسٽيج سنڀاليندي معزز مهمان جي اچڻ جو اعلان ڪيو. مقالن جي نشست جو صدر ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ مهمان خاص نصير احمد سوهو صاحب (ڊاڪٽر حامي صاحب جو فرزند) لطيف ادبي سنگت جي صدر قاضي عبدالحي قائل ميزبان سان گڏ اسٽيج تي اچي ويٺا.

ميزبان "قائل سرشاري" صدر مجلس "ڊاڪٽر ميمڻ" صاحب کي سنڌ جو تحفو اجرڪ پهرايو ۽ بيج لڳايو. ساڳي طرح سنگت جي ٻئي رڪن "سرڪش سنڌي" صاحب "نصير احمد سوهو" کي اجرڪ پهرايو ۽ بيج هنيو. ويٺلن زبردست تاڙيون وڄائي مهمانن جي آجيان ڪئي. حامي صاحب جي شعرن سان گڏ مقالن جي نشست شروع ٿي پهرياڻين نوجوان شاگرد غلام رسول کهري مقالو پڙهي حامي صاحب جي ملنساري ۽ محبت تي روشني وڌي. بعد ۾ "بشير احمد" صاحب ڊاڪٽر حامي جي



سرڪش سنڌي مهمان خاص نصير احمد سوهو کي اجرڪ پهرائي ۽ بيج هڻي رهيو آهي



ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد مشاعري جي صدر استاد بخاري کي اجرڪ پارائي رهيو آهي

شخصيت ۽ شاعري تي پنهنجو مقالو پڙهندي چيو ته "مان گهڻي وقت کان حامي صاحب جو مداح رهيو آهيان". بعد ۾ پرواني سيوهاڻي حامي صاحب جي شفقت جي اظهار ڪندي تقرير ڪئي ۽ چيو ته "هن دور ۾ حامي جهڙو انسان ڪو ورلي ملي جنهن ۾ ايتريون گهڻيون خوبيون هڪ وقت موجود هجن."

بعد ۾ ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق پنهنجو مقالو پيش ڪيو جنهن جو عنوان هو "نقش ٿيجي يار حامي دل سندان چنجي ويو." خيرپور کان آيل دوست "محمد علي حداد" پنهنجي مقالي ۾ ڊاڪٽر حامي صاحب جي شخصيت ۽ سادگيءَ تي روشني وڌي، تنهن کان پوءِ سنڌ جو بزرگ شاعر ۽ اديب "نثار بزمي" صاحب پنهن جو مقالو "حاميءَ جي حضور عقيدت جا گل" پڙهي حاضرين کي متاثر ڪيو ۽ دل کهريو داد حاصل ڪيو. آخر ۾ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب، جيڪو حامي صاحب جو قريبي دوست ۽ ساٿي رهي چڪو آهي، تنهن سائينءَ پنهن جون "ساروڻيون" پيش ڪري موجود حاضرينن کي متاثر ڪيو ۽ مقالن جي نشست پوري ٿي.

مشاعري جي صدارت لاءِ استاد بخاري صاحب جن کي گذارش ڪئي وئي، ته اسٽيج تي اچن ۽ صدارت سنڀالين. ٿوري دير ۾ تاڙين جي گونج ۾ عوام جو شاعر "استاد بخاري" عوام جي سامهون هو. "ڊاڪٽر ميمڻ" صاحب جن "استاد بخاريءَ" کي اجرڪ پارايو ۽ پيج لڳايو اهڙي طرح مشاعري جي شروعات ٿي.

سڀ کان پهريائين مرحوم حامي صاحب جو آواز پنڊال ۾ گونجيو:

"تنهن جي حسن ڏي مولا خير ڪري حيران هزارين پيا ٿيندا
تنهن جي نينهن جي نازڪ ني تي ۾ نقصان هزارين پيا ٿيندا.
هن وقت نٿو جو قدر ڪري هڪ ڏينهن اهو افسوس ڪندو،
حاميءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس ارمان هزارين پيا ٿيندا."

حامي صاحب جي آواز جي رڪارڊ هلڻ کان پوءِ مشاعرو شروع ٿيو. پهريائين هتان جي شاعرن پنهنجو ڪلام پڙهيو جن ۾ وقار سومرو، منظر قاضي، ساگر سنڌي، حق شيخ، مختيار کهرو، مقصود گل، سرڪش سنڌي، محمد بخش کهانگهرو، شير کوکر ۽ فيض محمد سومرو شامل هئا. ان کان پوءِ لاڙڪاڻي جي شاعرن پنهنجو شعر پيش ڪيو. بشير احمد شاد، مشتاق ميمڻ، حافظ حبيب، حافظ نظير ۽ پوءِ سڄي لاڙڪاڻي جي عوامي شاعر فقير "حاجي علي بخش جمالي" صاحب کي جنهن پنهن جي مخصوص انداز سان "حاميءَ جي حضور ۾" جي عنوان سان ڪلام پيش ڪري داد حاصل ڪيو.

بعد ۾ ٻاهرين ضلعن ۽ سنڌ جي مختلف علائقن سان آيل دوست اسٽيج تي آيا ۽ پنهنجو ڪلام پيش ڪري داد حاصل ڪيو. منير سولنگي (پور ڳوٺ)، نظير شهزاد (جيڪب آباد)، محمد حسن مهر فقير (باجارا)، ظفر سيوهاڻي (سيوهڻ)، جمال الدين جوکيو (شڪارپور)، نثار بزمي (مرزا پور)، اسد خيرپوري هي صاحب خيرپور ميرس کان آيو ۽ حامي صاحب جو خاص شاگرد آهي.

بعد ۾ نواب شاه کان آيل سنڌي ۽ سرائيڪيءَ جي مشهور شاعر گيت جي چاڙهءَ "بردي سنڌي" صاحب جن کي اسٽيج تي سڏيو ويو جنهن پنهن جو ڪلام ٻڌايو. بعد ۾ "قائل سرشاري" پنهن جو ڪلام ٻڌايو ۽ مهمانن، ڪارڪنن ۽ دوستن جا ٿورا مڃيا. ان کان پوءِ "استاد بخاري" تاڙين جي گونج ۾ پنهن جو ڪلام ٻڌايو آخر ۾ مهمان خاص ڊاڪٽر حامي صاحب جي پٽ

”نصير احمد سوهو ءَ“ ڪي ڊانس
تي سڏيو ويو ، جنهن دوستن جا
ڏورا ميڙيا. اهڙي طرح مشاعري جي
محفل پوري ٿي ۽ راڳ رهاڻ
جي محفل شروع ٿي.
هن محفل ۾ فقير لعل بخش،
سيد ستارشاهه، غلام شبير ميرائي،
نثار احمد، پنهل شيخ ۽ ٻين
فنڪارن حامي صاحب جو ڪلام
ڳائي داد حاصل ڪيو ۽ ويٺلن
کي وندرايو. آخر ۾ الغوزه نواز
الله ڏني ٻانهائيءَ الغوزي تي
حامي صاحب جي ڪلام جون
طرزون وڄائي داد حاصل ڪيو.
هن وقت نئون جو قدر ڪري،
هڪ ڏينهن اهو افسوس ڪندو.
حامي جي مرڻ کان پوءِ،
سندس ارمان هزارين پيا ڏيندا.





## نئين ديري ۾ لطيف ادبي سنگت پاران ملهايل جشن لطيف جو ڏيک



زراعت :

# سنڌ جي زرعي معيشت جو سرسري جائزو

عبدالمجيد خان نظاماڻي

ڪو زمانو هو تہ سنڌ ۾ هي پهاڪو مشهور هو تہ "اتم کيتي وڇڻ واپار نيچ نوڪري پنڻ بيڪار" هو بہ ايئن اڄ ڪلهہ ڪجهہ وقت اڳي ڀهراڙين ۾ ڏاڍو مزو هوندو هو، هر شئي خالص ملندي هئي ماڻهن ۾ ايمان ۽ محبت ڏسڻ وٽان هئي. گهٽ ڪري ڪوبہ ڪنهن جو بدخواهہ ڪونہ هوندو هو. هڪ ٻئي سان مدد وڏي پيار ۽ حب سان ڪندا هئا. انهيءَ ۾ ڪوبہ ڪنهن ڪي حيثيت واري تصور ڪان بي نياز هو. پاڻ دل ۾ چاهيندي هئي تہ ڪنهن جي ڪم اچجي. ننڍي سان پيار، وڏي جي عزت، استاد جو ادب نياڻيءَ سياڻيءَ جو خيال ڀهراڙيءَ جو خاصو هو. سادگي ۽ اعتدال ايڏو جو جماڻي چنڊائي مجبوراً شهر وڃڻ سنڌن خاص عادت هئي. مشغولي پنهنجي ڌنڌي سان واندڪائي ۾ ڪچهريون سي بہ سهڻيون سٺيون نہ گلا نہ غيبت، نصيحت ۽ هدايت پريون. ڪنهن جي شادي غمي تي تہ حب سان پنهنجا ست ڪم بہ ڇڏي حاضري پرڻ پنهنجو فرض سمجهندا هئا. جتي راڄ اتي ڏيڊ واڙا بہ ٿين تہ جي ڪوبہ ڏوهہ ٿيو يا چوري ٿي ري ڪوئي راڄ گڏ ٿي ويندا هئا. هر طرح پاڳئي سان همدردي ڪندا بهڙي ڪي لڪڻ جي جاهہ ڪانہ هٿ ايندي هئي. ماڻهو گهٽ ڪري صحت مند ڪٿي ڪٿي ٻڌبو هو تہ ادا فلاڻي کي وڏي ڪنگهہ آهي، باقي موسم جي ڦير گهير وقت ڪو رواجي ٽڏ زڪام نہ تہ خدا ڊاڪٽرن جي چڪر ڪان ڪين بچايو هو.

هاڻي اچون اصل موضوع ڏانهن يعني آبادگار يا ٻين لفظن ۾ ڀهراڙيءَ ۾ رهندڙ زمين سان متاڪت ڪندڙ جنهن ۾ ننڍو آبادگار وڏو آبادگار هاري ڪڙمي ڪاسبي زرعي مزور آهت تي ڪم ڪندڙ لوهار واڍو مينگهواڙ مطلب تہ ديهات جو رهندڙ ٽراڙ گابار هر قسم جو ماڻهو هن زمري ۾ اچي ٿو. تہ انهيءَ جي حالت ڏاڍي رحم جوڳي آهي. انهيءَ جا اسباب ڇا آهن. اچو تہ پاڪستان جي زرعي معيشت جو حقيقت جي نگاهہ سان جائزو وٺون.

باوجود انهيءَ جي جو ملڪي معيشت ۾ وڏو ڪردار زرعي جنسون ادا ڪن ٿيون ۽ ملڪي آباديءَ جو وڏو حصو هن پيشي سان وابستہ آهي تاهم پيداوار نڪتہ نگاهہ ڪان اسان اڃا باقي ملڪن ڪان گهٽ پوئتي آهيون. ڪي قدر ٦٠ واري ڏهاڪي ۾ في ايڪڙ پئداٿش سڌري. پر گهربل معيار اڃان حاصل نہ ڪري سگهيا آهيون. پاڪستان جي زرعي پيداواري صلاحيت وڌائڻ ۾ اڃان هيٺيون رڪاوٽون آهن:-

(١) جديد زرعي سائنس ڪان اڻ واقفيت
(٢) بيڪار منڊيون (Marketing) اڻپورو ناقص باربرداريءَ جو نظام
(٣) سرمايہ جي ڪمي
(٤) پاڻي
(٥) سم ڪلر
(٦) پاڻ ۽ دوائن جو اڻپورو استعمال

(٧) غير معياري ٻج
(٨) زرعي مشنري جي ڪميابي
(٩) قيمتون رعايت.

## (١) جديد زرعي سائنس کان اڻ واقف:

پاڪستان جا آبادگار اڪثر زرعي ٽيڪنالاجيءَ جي استعمال کان غير واقف آهن. جنهن ۾ وڏو دخل اسانجي ٻهراڙي ۾ ناخواندگيءَ جو آهي. جتي فقط ١٤ سيڪڙو ماڻهو ٿورو يا گهٽو پڙهيل آهن. معاشي انقلاب اڻ پڙهيلن طرفان آيو هجي انهيءَ جا مثال شايد ئي دنيا جي ڪنهن حصي ۾ ملن. زراعت مان سٺا نتيجا حاصل ڪرڻ ۾ ناخواندگي وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. اگرچه جديد فني معلومات ڏانهن لاڙو ته شروع ٿيو آهي پر ٽنهن هوندي به هن صديءَ ۾ ته گهربل نتيجا حاصل ٿيڻ مشڪل ئي نظر اچي رهيو آهي. جڏهن ته هڪ ٻار تي ابتدائي تعليم ڏيارڻ تي ساليانه ٢٠٠٠ روپيه خرچ ٿين ٿا. هي نهايت ئي مايوس ڪن پهلو آهي جو آبادگار طبقه جي اڪثريت جديد فني معلومات کان محروم آهي. ضروري آهي ته زرعي ٽيڪنالاجي وڌائڻ لاءِ زرعي تعليم تي توجه ڏنو وڃي.

(٢) **زرعي جنسن جو نيڪال** (Marketing) آبادگار ته ايئن ئي لاتعداد مشڪلاتن جو شڪار آهي پر پوک پچائي تيار ڪري منڊيءَ ۾ نيڪال ڪرڻ شايد وڏي ۾ وڏو درد سر آهي. ڪچا ۽ دور دراز رستا دلالن جا چڪر وک وک تي ڳاڙهيون جهنڊيون ڪا يونين ڪائونسل جي ڪا ضلع ڪائونسل جي- انهيءَ کان پوءِ ميونسپل جو ناڪو، روڊ ٽئڪس، غير قانوني ٽئڪس جن جي حجت قانوني ٽئڪس کان به وڌيڪ ٽنهن جو ته حساب ئي ڪونهي، آخري پل صراط دلال حضرات، جيڪي ٻهرين ته ڏيندا ڊپ لاهور ۾ برسات آهي، ڪراچي ۾ مزدورن جي هڙتال، ڏيساور بند جنس به خراب آهي. مطلب ته اهڙ و هنيون ڦاڙيندا جو آبادگار و يچارو چوندو مال تان هٿ ڪنيم ڀاڙو ڏي ته ڇٽان. وچواري جي مرضي جيڪو وٺيس چئو ناهي ڏي- وڪڻندو پنجاهه روپيه مڻ وڪڻڊڙ وٺندو ساڳيو سوا سئو روپيه مڻ.

رستن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم ته (Pakistan Economic Survey 76/77) مطابق ديهي آباديءَ جو وڏو حصو قابل استعمال رستن کان ٽي ميل يا انهيءَ کان به پري ڇڙو ڇڙ ڳوٺن ۾ رهي ٿو. اج ملڪ کي ادائي لک ميل رستن جي ضرورت آهي جنهن جي جاءِ تي صرف هڪ لک ٽيويهه هزار ميل قابل استعمال رستا آهن.

ساڳيو حال ريلوي جو آهي. ته زرعي جنس کي ترت تازو توانو ۽ باحفاظت منڊيءَ تائين پهچائڻ وڏو مسئلو آهي. ساڳئي وقت ميوا، ڀاڃيون جن جي حفاظت ضروري آهي تن لاءِ سرد خانن جو هجڻ نهايت ضروري آهي مگر اسان وٽ سرد خانن جي سهوليت فقط ڏيڍ يا ٻه لک ٽنن جي آهي جڏهن ته اسانکي ضرورت ٢٥ کان ٣٠ ٽنن جي آهي.

## (٣) قرض، سيڙپ، سرمايه

ماليات (سرمايه) ”ان آهي ته ايمان آهي“ پئسه کان سواءِ ڪجهه به ڪونهي.
”خدا جياري پيسه سان ماري ايمان سان“ سرمايه وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ آهي.
**آبادگارن جي مالي حالت هيلوڪيون وصوليون پڌائيندڻيون. ٢٠٠٠روپين تائين به مڙس جا سرگس ٿيا بازار ۾ موچڙا لڳا. گاڏيون مال ۽ همراه جهليا پوءِ به همراه ته ڇڙهي پڇي ويا جيڪي آگسٽ ۾ به اسٽي(Stayorder) کان پوءِ**

ڪوشس وچي ظاهر ٿيا. هاڻي حقيقت تي اچون ته پاڪستان سرڪار طرفان شايع ٿيل ٧٧-١٩٧٦ع معاشي جائزو رپورٽ مطابق زراعت پيشه طبقي ۾ ٩٥ سيڪڙو ننڍن آبادگارن، مقاطعہ دارن، هارين، مزورن ۽ زرعي هنرمندن تي مشتمل آهي. ١٩٧١-٧٢ جي انگن اکرن مطابق چند خاندانن جي آمدني ٥٠٠٠ روپيه ماهوار تائين آهي. باقي آباديءَ جو وڏو حصو مفلوڪ الحاليءَ جي زندگي بسر ڪري ٿو. جنهن جو ثبوت هن جا ڦاٽل ليڙا بکيا پيٽ ۽ ڏنگهرن جا اجهاڏين ٿا. ته ههڙي حال ۾ اهو هاري اهو مزدور اهو ڪاريگر ڇا محنت ڪندو. جڏهن ته ڪاتيدار تپيدار جي ڊپ کان روپوش. زراعت بہ صنعت وانگر آهي. جيڏو سرمايہ اوڏو نفع. زرعي قرض ڏيڻ لاءِ زرعي ترقياتي بينڪ ۽ امداد باهمي جون انجمنون ۽ عارضي طور (Seasonal Loan) لاءِ شيڊيول بينڪون ڪم ڪري رهيون آهن. زراعت ۾ انقلاب آڻڻ ۽ ديهي آباديءَ کي پاڻ پرو ڪرڻ لاءِ محتاط اندازي مطابق في خاندان ڪم از ڪم ڏهہ هزار روپيه قرض ڏيڻ ضروري آهي. ١٩٧٤ کان ٧٧ تائين گورنمنٽ ڪوشش ڪئي ته گهٽ ۾ گهٽ ٦٠ سيڪڙو تائين اها سهوليت آبادگارن کي ڏجي جنهن تي ٥٠ سيڪڙو تائين عمل ٿيو مگر ملڪ ۾ افراط زر بي پناهہ مهانگائي ۽ ٻين عملن سبب آبادگار ڪنيل قرض مان فقط ٣٠ کان ٤٠ سيڪڙو تائين فائدو وٺي سگهيا. ٻين لفظن ۾ رٿيل پروگرام تي فقط ٢٥ سيڪڙو عمل ٿيو. مگر هن قرض جو بہ دردناڪ پهلو اهو آهي جو قرض جي مومل ماڻڻ لاءِ ڪاڪ جا ايترا تہ ور وڪڙ هئا جو قرض خواهہ کي پلئہ وچي هزار مان ڪو سئو اڌ پيو. باقي رقم تپيدار، بئنڪ وارا ۽ وچ وارا چڱا مڙس ڳڙڪائي ويا اصل قرض ڪٽندڙ لاءِ فقط ڪاري وارا ڏک "ٻلي ڪاٽي بہ دڪا ڇپل ڪيڏي ڇهہ ڏڪا" هاڻي هزار جا ساڍا ٽي هزار روپيہ. آبادگارن جو هن لاءِ زوردار مطالبو آهي تہ وصولي انهن کان ٿئي جن رقم ڪاڏي. نہ تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ جيڪي ويچارا ڦاٿل آهن تن جي وياج مان جند ڇڏائي وڃي هي عملاً وهيو واپربو. هاڻي ماهرن جي رپورٽ مطابق زراعت پيشه في خاندان کي ڏهہ هزار روپيہ بنا وياج ۽ آسان طريقي سان قرض ڏنو وڃي تہ اسان اعتماد سان ذميواري کڻون ٿا تہ ٽن سالن جي اندر زرعي پيداوار آمريڪا ۽ ٻين ترقي يافتہ ملڪن کان گهٽ نہ ٿيندي. بشرطيڪ مطلوبہ رقم جيڪا ٨٥٠٠٠ هزار ملين ٿئي ٿي صحيح طرح صحيح هٿن ۾ اچي. حال اهو آهي جو مذڪوره رقم جي عيوض فقط ٦٠٠٠ ملين مختلف ادارن کان ملن ٿا. هي حال آهي قرض جي سهوليت جو تہ پوءِ ڪيئن ٽريڪٽر، زراعت جا نوان اوزار، ٻج، دوائون ٽيوب ويل وغيره ميسر ٿين ۽ ڪيئن زرعي آباديءَ ۾ بهار ايندي.

(٤) پاڻي:

"جا ٿي پاڻي تاتي پاڻ" هر شيءِ پاڻيءَ جي پيدائش آهي. ايمانداري جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ پاڻيءَ جو نالو ٻڌندي ئي آبادگار جي اکين مان لڙڪن جون سرون وهيو پون. اسانجي پنج ڪروڙ ايڪڙ آباد زمين مان ساڍا ٽي ڪروڙ ايڪڙ نهري پاڻيءَ ذريعي آباد ٿين ٿا جيڪو آباديءَ جو مکيہ ذريعہ آهي. جنهن لاءِ اسان وٽ زبردست براجن مين ڪئنالن شاخن واٽر ڪورسن ۽ آڏن جو نظام آهي جيڪو اٽڪل ٣٥ هزار ميلن ۾ ڦهليل آهي. ڏيڍ لک کن ٽيوب ويل آهن باقي رهيل ١٠ سيڪڙو ايراضي باراني يا اٿل وسيلي آباد ٿئي ٿي. اسان وٽ پاڻي جو زير استعمال مقدار ١٩٦٠ تائين فقط ٧٥-٥٨ ملين ايڪڙ فوٽ هو. جيڪو پوءِ ٧٧-١٩٧٦ تائين وڌي ١٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ تائين پهتو آهي جنهن ۾ زير زمين پاڻي ۽ تربيلا بند بہ اچي وڃن ٿا ليڪن اسان کي پنهنجي آباديءَ جو تناسب ١٥٠ سيڪڙو تائين پهچائڻ لاءِ ١٦٥ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جي ضرورت آهي جيڪو

وڌندڙ آبادي ۽ چوپائي مال لاءِ ضروري آهي.

ماهرن جي حتمي راءِ اها آهي ته اسان هڪدم گهربل پاڻيءَ جو پورائو زير زمين پاڻي مان ڪريون. نهري پاڻيءَ جو مستقبل مخصوص جاگرافيائي حالتن مطابق ذرعي معيشت لاءِ نهايت خطرناڪ محسوس ٿي رهيو آهي. زير زمين پاڻيءَ تي توجه ڏيڻ سم ڪلر ۽ سرحد تي ڪشيدگيءَ جي حالت ۾ نهايت ئي ضروري آهي. جيتري قدر حاضر پاڻيءَ جو تعلق آهي ته ان جي تقسيم ۾ اسانجو انجنئري ڪاتو ظالمانه حد تائين ملوث آهي. پرين جا پار کهڙا ڳائجن جو سکر بيراج تي في واٽر ڪورس ڏهه ڪان ست هزار روپيه تائين في سيزن وصول پيا ڪن جنهن جو ثبوت اهو آهي جو پڇڙيءَ ۾ تباهي ۽ مهڙ ۾ سم ٿي وئي آهي. پيو ته انهيءَ کاتي جي داروغن کان وٺي وڏن آفيسرن تائين سنڌ محل، ماڙيون، گاڏيون، ائر ڪنڊيشنر ۽ نت ڌانگر واري رهڻي ڪرڻي مان ظاهر آهي. هر حرڪت کي هڪدم بند ڪرڻ منصفانه پاڻي جي ورهاست لاءِ نهايت ضروري آهي.

## (۵) سم ۽ ڪلر:

”وڇ ڪڏي ڪليءَ سان“ هي سڄو ماندائڻ زمين سان پڌل آهي. انهيءَ کي سم ۽ ڪلر جي ڪئنسر ايڏو ته اچي وڪوڙيو آهي جو هن موضوع تي ڪتاب لکي سگهجن ٿا. هن وبا کي ترجيحي ۽ هنگامي بنياد تي ڪٽڻ کپي. مختصر هي ته اسان وٽ سردست ويهه ڪروڙ ايڪڙ زمين موجود آهي جنهن جو چوٿون حصو موجوده پاڻيءَ جي وسيلن مان سيراب ٿي رهيو آهي. وڌيڪ چار ڪروڙ ايڪڙ سنڌو ماٿريءَ جي ميداني علائقن مان آباد ڪري سگهجن ٿا، اگر گهربل سهولتون موجود هجن. آباد ٿيندڙ زمين جو وڏو حصو ننڍن ڪاتيدارن ۽ هارين تي مشتمل آهي. اقتصادي جائزو رپورٽ مطابق اهو طبقو ملڪ جو مفلس ترين طبقو آهي. تجربو ٻڌائي ٿو ته هن طبقي جي حالت سڌري سگهي ٿي بشرطيڪ سٺا ٻج، ڀاڻ، مشينري، في ايڪڙ پيداوار وڌائڻ تي جديد تحقيق، زمين جي سڌائي، اونها هر، آبادگارن جي سکيا، مناسب منڊيون (*Marketing*) معقول اگهه، دوائون، زرعي امن ۽ زمين جي تپاس (*Soiltesting*) جهڙيون سهولتون موجود هجن. وڌيڪ زمين زير ڪاشت آڻڻ وسائل جي ڪمي سبب مسئلو آهي. حاضر زمين کي سم جي ڪئنسر کان بچائي في ايڪڙ پيداوار وڌائڻ جي ڪوشش ڪجي.

ملڪ جي آبادي اڄ ساڍا ست ڪروڙ آهي مگر گذشته جم جي شرح کي مدنظر رکندي چئي سگهجي ٿو ويهين صدي ختم ٿيندي ئي آبادي وڌي پندرهن ڪروڙ ٿيندي. سم جي حالت اها آهي جو هرسال هڪ لک ايڪڙ تباهه ٿي رهيا آهن. نه صرف ايترو بلڪ هڪ ڪروڙ ستر لک ايڪڙ زمين ۾ زير زمين پاڻي جي سطح فقط ڏهن فوٽن تائين آهي جيڪو ڪل زمين جو تقريباً ۵۲ سيڪڙو آهي. اندازاً ستر لک اسي هزار ايڪڙ زمين خطرناڪ حد تائين ڪلر جو شڪار آهي جا جملي زمين جو ۳۲ سيڪڙو جي لڳ ڀڳ ٿئي ٿي.

محتاط اندازو اهو آهي ته هڪ ڪروڙ ويهه لک ايڪڙ زمين کي بچائڻ لاءِ ۱۹۷۴-۷۵ جي اگهن مطابق ۱۹۰۶ بلين روپيه سورهن سالن تائين خرچ ايندو.

مٿين انگن اکرن مان سم جي خطرناڪ صورتحال جي اهميت معلوم ڪري سگهجي ٿي. ظاهر آهي ته انهيءَ مسئلي کي حڪومت موت ۽ زندگي جو مسئلو سمجهي انهيءَ پٽاندر توجه ڏي. هيل تائين سم ۽ ڪلر کان متاثر ٿيل ٽن ڪروڙن مان گورنمنٽ

صرف ٿورڙي لک ايڪڙ زمين بچائي سگهي آهي.

فوري ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته حڪومت هنگامي بنيادن تي زمين جي سڌاري (*Reclamation*) طرف نه صرف پنهنجا وسائل بلڪ اقوام متحده، عالمي بينڪ، ايشيائي بينڪ ۽ دنيا جي ٻين ادارن کان امداد حاصل ڪري هن هولناڪ صورتحال کي منهن ڏي. اگر Reclamation جي رفتار اها رهي ته ڇٽي نٿو سگهجي صبحائي ڇا ٿيندو.

**(٦) پاڻ:**

"پاڻيون وجهي پاٿون نه وجهي" اها عام چوٽي آهي جديد زراعت ۾ في ايڪڙ پيداوار وڌائڻ ۾ ڪيميائي پاڻ جو وڏو عمل دخل آهي. اهڙي ئي اهميت فصلن ۽ ٻوٽن کي مرضن کان بچائڻ لاءِ ڪيڙا مار دوائن جي آهي.

پر اصل مسئلو هي آهي ته خوراڪ ۽ دوا جو استعمال به تڏهن ڪارآمد ثابت ٿئي ٿو. جڏهن ڊاڪٽر جي مشوري مطابق استعمال ڪجن. سنڌ ۾ ڪو به زميندار اهڙو ڪونه ٿو سجهي جنهن پنهنجي زمين جو تجزيو ڪرايو هجي. محڪمه زراعت ڪڏهن پلجي به ڪنهن آبادگار کي ائين نه چيو آهي ته تنهنجي زمين جي صلاحيت فلاڻي فصل لاءِ مناسب آهي ۽ هن ۾ نائٽروجن جو مقدار هيترو ڪيپي ۽ فاسفورس جي هيتري ڪمي آهي. نه ڪڏهن ڪنهن مخصوص بيماري لاءِ ڪنهن دوا جو نالو تجويز ڪيو ائن. هتي حال اهو آهي جو دستن واري کي ڪنستوفين ۽ نمونيا واري کي گلوڪوز جي ڊرپ. همراهه بنا پڇي عالم برزخ جو مهمان. ڪيميائي پاڻ ۽ ڪيڙا مار دوائن جي. قيمت ۾ هولناڪ حد تائين اضافي ٻنهين جي استعمال ۾ گورنمنٽ جي بقول ڪمي واقع ٿي آهي. بلاشبه پاڻ جو استعمال پيداوار ۾ هڪ ۽ ڏهه جي تناسب سان واڌ آڻي ٿو. پر ضروري آهي ته زمين جو تجزيو ڪرايو وڃي، ته جيئن مناسب فصلن لاءِ صحيح وقت تي صحيح مقدار ۾ صحيح پاڻ استعمال ڪيو وڃي، ساڳيءَ طرح دوائن جو استعمال پڻ. قيمت قوت خريد کان ٻاهر نه هجي.

**(٧) ٻج:**

سڌريل ٻج بنيادي اهميت رکن ٿا. ڪنهن به فصل لاءِ سٺو ٻج شرط اول آهي حال اهو آهي جو اسان فصلن ۾ به سٺا ٻج فقط ١ سيڪڙي کان ١٥ سيڪڙي تائين حاصل ڪري سگهيا آهيون. صحت مند ۽ سڌريل ٻج نه صرف في ايڪڙ پيداوار وڌائڻ ۾ مدد ڏين ٿا بلڪ بيمارين جو به ڪنهن حد تائين مقابلو ڪري سگهن ٿا.

سٺا ٻج حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته ملڪ ۾ هرجنس جي ٻج حاصل ڪرڻ لاءِ تحقيقاتي ادارا هجن (Seed Research Institute) نئين ٻج کي تيار ڪرڻ ۾ ستن کان ڏهه سال لڳن ٿا ۽ وڏي سرمايه ۽ ڇاڻ جي ضرورت آهي. هن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته تحقيقاتي ادارا قائم ڪيا وڃن ۽ زرعي سائنسي تعليم کي همٿائي زرعي ماهر وڌايا وڃن. اڄ اسانکي سٺ هزار سنديافته زرعي ماهرن ضرورت آهي جنهن جي جاءِ تي صرف چار هزار زرعي ماهر آهن.

**(٨) مشينري:**

اڄ جي مشيني دور ۾ به اڄان تائين پوک جا پراڻا طريقه استعمال ڪرڻ عقلمندي نه آهي. ترقي يافته دنيا جي اها حالت آهي جو زراعت سان وابسته هڪ ماڻهو کي ٩٢ ماڻهن

جو نہ فقط پيٽ پرڻو پوي ٿو بلڪ انھن لاءِ مناسب مقدار ۾ کير، مکڻ، گوشت، آن، سٽ مطلب تہ ھر قسم جي ضرورت پوري ڪرڻ ڪان پوءِ ٻاھر ٻين ملڪن کي بہ جنسون برآمد ڪري.

آمريڪ ۾ فقط ساڍا ۳ سيڪڙو ماڻھو زراعت پيشہ آھن. جڏھن تہ اسان وٽ ۷۵ سيڪڙو ماڻھو خالص کيتيءَ سان وابستہ آھن. تنھن ھوندي بہ اڄان ڪيترين شيون آھن جيڪي اسان درآمد ڪندا آھيون، اھو معجزو جديد مشينري جو آھي. عالمي بينڪ جي رپورٽ مطابق اسان ۱۹۷۴ تائين فقط ٦ سيڪڙو مشيني ڪاشت ڪري سگھيا آھيون، اھا بہ ڪيڙي ۽ ڪيڻ جي حد تائين.

ھڪ ٽريڪٽر فقط سؤ ايڪڙ زمين ڳاھي سگھي ٿو پر ھتي في ھزار ايڪڙ پليان بہ ٽريڪٽر ڪونھي. مشيني ڪاشت تي وڏي سرمائي جي ضرورت آھي. آبادگار جي مالي حالت متي عرض ڪري چڪو آھيان تنھن ڪري ضروري آھي تہ ھن ڏس ۾ حڪومت پاڻ وڏي مقدار ۾ ٽريڪٽر، ھر، بليڊ ڪٽائيءَ جون مشينون، ڳاھ جون مشينون بلڊوزر وغيرہ گھرائي آبادگارن کي مناسب ڪرائي تي ڏي تہ جيئن زراعت ۾ انقلاب اچي. ٽريڪٽر جا بہ اھي برانڊ درآمد ڪري جيڪي چٽا پيٽي ۾ جاءِ پيدا ڪن. ساڳي وقت ٽريڪٽر جي دستيابي بالڪل آسان ھجي جيئن آبادگار پنھنجي پسند جي مشين بنا ڪنھن تڪليف جي جتان وٽيس اتان وٺي سگھي. اٿين نہ جيئن ھن مشينري ۾ ھڪ ھتي ھجي خريدار آرڊر بوڪ ڪرائڻ ڪان پوءِ ڊارا ھٽائيندو وتي تہ پڪي ۾ ڪھڙو ٽريڪٽر ٿو ملي. افسوس جي ڳالھہ آھي جو ملڪي معيشت کي بنائڻ واري مشينري جي دست يابي ايڏي مشڪل بنايل آھي جو چاھڻ جي باوجود بہ آبادگار ويچارو گھربل مشينري نٿو حاصل ڪري سگھي. ڪارن ۽ جيپن ۾ تہ اٿين ڪونھي پر ٽريڪٽر لاءِ ڏنل آرڊر لاءِ گھٽ ۾ گھٽ ڇھہ مھينا انتظار ڪرڻو پوي ٿو. نہ فقط زراعت سان وابستہ ھر قسم جي جديد مشينري وافر مقدار ۾ گھرائي وڃي بلڪ انھيءَ جي سڪيا جا مرڪز بہ ھر تعلقي ليول تي ھئڻ گھرجن جيئن ھن مان صحيح ڙائدو حاصل ڪري سگھجي.

## (۹) زرعي جنسن جي قيمت ۽ حڪومت طرفان مليل رعايت:

ماضيءَ جو تجربو ٻڌائي ٿو تہ زرعي شعبہ ۾ رعايت ايڏو ڪارآمد ثابت نہ ٿي آھي. گورنمنٽ جتي رقم جي رعايت ڏني آھي تہ اتي سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح آبادگار ڪان ڇتوڻي نفعي جي ڪوشش ڪئي آھي. البت (Support Price) يا گھٽ ۾ گھٽ اگھہ مقرر ڪرڻ ڪري ڪي قدر ڪارآمد ثابت ٿي آھي.

(Subsidy) ۱۹۷۴ تائين تہ چڱي نموني ھئي پر انھيءَ سال ڪان پوءِ حڪومت ھن ۾ ڪتر آڻڻ شروع ڪئي جا اڄ نہ ھئڻ جي برابر آھي پر قيمت ۾ چاڙھہ انھيءَ نسبت سان نہ ٿيو نتيجو اھو نڪتو جو پيداواري لاڳت چوٽ چڙھي وئي. آبادگارن جي نمائندہ تنظيمن ھن ڏس ۾ گورنمنٽ کي بار بار انگن اکرن سان ثابت ڪري ڏنو تہ مکيہ چار فصل ڪڻڪ، چانور، ڪپھہ ۽ ڪمند ۾ آبادگار طبقہ خسارہ ۾ آھي اسان پنھنجي راھہ کي پس پشت رکندي حڪومت ڪان گھر ڪئي تہ پنھنجي فارمن جي انگن اکرن جي حساب سان آبادگارن کي ٦ سيڪڙو نفعو ڏياريو وڃي پر انھيءَ تي ڪوبہ خاطر خواھہ عمل نہ ٿيو. گورنمنٽ جن چئن جنسن جا اگھہ مقرر ڪري ٿي انھن مان بہ ٻن جنسن (ڦٽين ۽ ساريون) جي پاڻ سڌيءَ طرح خريدار نہ آھي پر اھي ڪارخانن ڪان وٺي ٿي.

جيتري قدر سارين جو تعلق آهي تہ حڪومت جو (Procure ment) جو عمل نومبر ۾ شروع ٿئي ٿو جڏهن تہ هي فصل سپٽمبر جي اڌ کان پوءِ لهڻ شروع ٿئي ٿو. واپارين جي مرضي درميانہ عرصي ۾ جيئن وٽين تيئن آبادگارن کي ڪهن. ساڳيو حال ڦٽين جي ڪارخانن جو آهي ڦٽيءَ جي آبادگارن کي ڪڏهن بہ حڪومت جو مقرر ڪيل اگهہ پلءِ نہ پيو آهي. باقي ڪمند ۽ ڪڻڪ پوءِ جيڪو بہ اگهہ آهي سو ملي ٿو هي حال آهي مکيہ فصلن جو. باقي جيڪي بہ فصل ميوا ۽ ڀاڄيون آهن تن ۾ آبادگار جي ڪيفيت بالڪل جواريءَ واري آهي. ڪڏهن ڇڪو ڪڏهن ٽري پر گهڻو ڪري ٽري. آزاديءَ جا ٣٥ سال گذري ويا پر زراعت جو جمود نہ ٽٽو "جيئڻ خاطر جيڏيون مون وڏا وس ڪيا" آبادگار ويچاري محدود وسائل، گهڻ چاڻ ۽ رڪاوٽن جي باوجود ملڪ جي وڏي خدمت ڪئي آهي ۽ ڪري پيو. آخر هي سلسلو ڪيترا ڏينهن هلندو سدائين تہ خوش فهميون ڪونہ هلنديون. حق جي گواهي ڏجي تہ پاڪستان فقط بڻ هنڌن ڏسڻ ۾ اچي ٿو هڪ ريڊيو تي پيو ڪامورا شاهي. **ڪ'ہ بجيٽ اهڙي ڪانهي جنهن ۾ عوام جي ڀلائيءَ خاطر ضروريات زندگي جي شين جا اگهہ نہ وڌايل هجن ۽ ڪوبہ پروجيڪٽ اهڙو ڪونهي جيڪو ڪم از ڪم ايشيا جو وڏي ۾ وڏو نہ هجي. هر بجيٽ ۾ تاثر اهو ملندو تہ وڌ ۾ وڌ توجہ زراعت تي ڏنل آهي پر آبادگار کي ڏسو تہ اڳيون سوجهرو بہ ڇٽ.**

ذڪر پئي هليو اگهن جو انهيءَ لاءِ عرض اهو آهي تہ آبادگار ويچارو ٻارهن مهينا سور ڪائي زمين ۽ آسمان جي سردين گرمين کي منهن ڏئي پنهنجو فصل پچائي تيار ڪري مارڪيٽ ۾ ڪٺي وڃي تہ هن کي اجورو ايترو تہ ملي جو ڏيتي ليتي ڪرڻ کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻي فصل جي تياري ۽ سال جو ٻچن جو گذر تہ ٿيس. پر هتي اسانجي منصوبہ بنديءَ جي ماهر وٽ نيڪي برباد گناہ لازم وارو قصو آهي.

اگهن جي معاملي ۾ آبادگار سان وڏي بي انصافي ٿيل آهي. هن طرف فوري توجہ ڏئي شهري ۽ ديهي آباديءَ کي درپيش مشڪلات ۽ مليل سهوليت پٽانڌر انصاف تي مبني اگهہ مقرر ڪيا وڃن.

مٿيون سڄو داستان فقط افسانہ نگاري ڪانهي بلڪ هي انگ اکر خود گورنمنٽ طرفان شايع ٿيل مختلف رپورٽن تان ورتا ويا آهن. مختصر هي تہ ملڪ جا تي آمدني جا وڏا ذريعا آهن.

١- زراعت Agriculture
٢- صنعت Industry
٣- افرادي قوت Manpower

انهن ٽنهين ۾ توازن برقرار رکڻ لازمي آهي. زراعت کي درپيش مشڪلاتن جو ڪافي ذڪر ٿي چڪو آهي پر انهيءَ کان علاوہ وڏو ناسور رشوت جو آهي جيڪو گهڻين خرابين جي پاڙ آهي.

جيتري قدر صنعت جو تعلق آهي تہ اها بہ ٿورائتي زراعت جي آهي. ١٩٥٠ع واري ڪوريا جي لڙائيءَ ۾ اسانکي فقط ڪجهہ مان ٥ ارب جو محفوظ سرمايہ مليو جيڪو صنعتي انقلاب جو محرڪ بڻيو. اگر صنعت جي صحيح منصوبہ بندي هجي ها تہ بلوچستان جي هڪ لک ستيهہ هزار چورس ميل وسيع ايريا ۾ فقط چوڏهن ملون ڪونہ هجن ها.

نه اسانجا بلوچ پاڙ قطر، اومان ۽ ايران ۾ نوڪريون ڪن ها. جيتري قدر افرادي قوت جو تعلق آهي ته اهي گهٽ اجرت ملڻ سبب سڄي دنيا ۾ پکڙيل ڪونه هجن ها. سدائين حالتون برابر ڪونه آهن خدانخواسته ڪٿي ڪوبه سياسي بگاڙ ٿيو ته نه فقط اسانجا ماڻهو دربدر ٿيندا بلڪه اسانجي عزت کي به ڌڪ لڳندو. هي آهن مجموعي حالتون جن جي مدنظر زراعت کي وڌڻ ويجهڻ ۽ ملڪ جي ساک ۽ وقار رکڻ لاءِ هيٺيون تجويزون ڪارآمد ثابت ٿي سگهن ٿيون.

١- زرعي معيشت کي بالڪل آزاد رکيو وڃي پوءِ جيڪي اگهه بين الاقوامي منڊيءَ ۾ هوندا سي پلئه پوندا. هن عمل سان نه فقط آبادگار جي چاڻ ۾ اضافو ٿيندو بلڪه عالمي منڊيءَ ۾ جنس جي معيار، طلب ۽ رسد مطابق پنهنجي پوک پوکيندو.

٢- اگهه انصاف سان پيداواري لاڳت کي مدنظر رکي آبادگار نمائندن جي صلاح سان مقرر ڪيا وڃن.

٣- آخري حل هي آهي ته ١٤ آگسٽ سنه ٤٧ تي سون جي اگهه کي بنياد بنائي انهيءَ مطابق جنس جو اگهه مزور جي مزوري ۽ نوڪرين وارن جي پگهار مقرر ڪيو وڃي.

بظاهر ته هي غير سائنسي معلوم ٿئي ٿو پر هن تي عمل ڪرڻ سان نه فقط هر طبقه سان انصاف ٿيندو بلڪه اسانجي فني ۽ غير فني افراد جي ٻاهر وڃڻ وارو رجحان به ختم ٿي ويندو ۽ رشوت جي لعنت به گهٽبي.

هن چٽڪي نسخه تي اگر ايمانداري ۽ اخلاص سان عمل ٿئي ته ملڪي معيشت جي وڏي خدمت ٿيندي.

مرسالي آبادگار جي لوڙهن سان





# گُلن جهڙا ٻارڙا — البم


آفتاب زرداري. لنڊن


صنم سائره رضوي- ٺٽو.


اعجاز احمد- ڄامشورو


گيانچند- ميرپور ماٿيلو


پارس ۽ مارئي- ڪراچي


صائمه سومرو - دادو


فرزانه روشن علي

# لالچي زال جي پڇاڙي

ترجمو: شمس انصاري



پارو! ڪنهن شهر ۾ هڪ محنتي ۽ ايماندار موچي نصير ڪم ڪندو هو. جيڪو پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي زال جي گذر لاءِ ڪجھ پئسا ڪمائيندو هو. پر سندس زال فرزانه هڪ اهڙي جابر ۽ لالچي عورت هئي جيڪا هميشه پنهنجي حيثيت کان وڌيڪ ڏاهر ڏوهه ۾ رهڻ پسند ڪندي هئي. هوءَ رهندي ته جهوپڙيءَ ۾ هئي پر خواب هميشه محلاتن جا ڏسندي هئي.

هڪ ڏينهن فرزانه جي ملاقات هڪ اهڙي عورت سان ٿي جيڪا قيمتي لباس سان گڏو گڏ زيورن سان به سٽيل هئي. فرزانه جڏهن ان متعلق معلومات حاصل ڪئي ته کيس خبر پئي ته اها عورت شاهي نجوميءَ جي زال هئي. فرزانه کي ان عورت تي ڏاڍو حسد ٿيو. ۽ هوءَ انوقت پنهنجي مڙس نصير جي دڪان تي پهتي ۽ مڙس کي چوڻ لڳي: ”تون هڪدم اهو ذليل پيشو ڇڏي نجومي بڻجي وڃ.“

”نجومي؟!“ نصير تعجب سان کانئس پڇيو، ”مونکي نجوم علم جو الف - بي به ڪونه ٿو اچي.“

”مان ڪجهه نٿي ڄاڻان.“ فرزانه ڪاوڙ مان چيو. ”مونکي رڳو ايتري خبر آهي ته شاهي نجوم جي زال تمام گهڻي مالدار آهي ۽ اها هڪ محل ۾ رهندي آهي. تون به انهيءَ پيشي مان خوب پئسا ڪماءِ، نه ته مان توکي ڇڏي ڏينديس.“ فرزانه مڙس کي ڌمڪي ڏني.

غريب موچيءَ پنهنجو سمورو سامان وڪڻي اهو سامان خريد ڪيو جيڪو سامان نجومي استعمال ڪندا آهن. اهو سامان کڻي هو پنهنجي دڪان ۾ آيو.

”آئون نجومي ٿي ويو آهيان. اچو پنهنجي قسمت جو حال معلوم ڪريو.“ شهر جي ماڻهن کي اهو ڏسي ڏاڍو اچرج ٿيو. انهن سمجهيو ته نصير جو دماغ خراب ٿيو آهي. شهر جا سڀئي ماڻهو دڪان آڳيان مڙي آيا. ۽ نصير موچيءَ مٿان کلندا رهيا. انوقت شاهي جوهري اتان لنگهائو ٿيو. اهو سخت پريشان هو، ڇاڪاڻ ته سندس گهران شاهي تاج جو هڪ انمول هيرو غائب ٿي ويو هو. کيس يقين هو ته اهو هيرو جيڪڏهن نه لڀندو ته سندس ڪنڌ دڙ کان ڌار ڪيو ويندي. اڪري اهو نصير وٽ آيو. ۽ کيس چيو ته، ”تون پنهنجي علم ذريعي منهنجو وڃايل هيرو ڳولي ڏي ته مان توکي پنج سئو اشرفيون انعام ڏيندس. ٻيءَ صورت ۾ تنهنجي ڪنڌ، دڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندس.“

غريب نصير اهو ٻڌي ڏاڍو ڪي ايترو ته زبردست نقصان پهچائي سگهين ٿي، جيترو جهنگ جو وڏي ۾ وڏو خطرناڪ جانور به نٿو پهچائي سگهي.“

اتفاق سان اتي جوهريءَ جي هڪ خادمه به موجود هئي. جنهن کي خبر هئي ته اهو هيرو جوهري جي زال ئي چورايو آهي. خادمه ڳالهه ٻڌي ڊڪندي وڃي پنهنجي مالڪيائيءَ وٽ پهتي. ۽ کيس چيو، سرڪار! غضب ٿي ويو. نئين نجوميءَ کي خبر پئجي وئي آهي ته هيرو توهان چوري ڪيو آهي ۽ اها ڳالهه هو ڪلاڪن ڪانپوءِ توهانجي مڙس کي ٻڌائيندو.“

اهو ٻڌي جوهريءَ جي زال نقاب اوڍي نصير وٽ پهتي. ۽ کيس پاڏائيندي چيو، ”نجومي صاحب، منهنجي عزت توهانجي هٿ ۾ آهي. خدا جي واسطي منهنجي عزت بچايو. مان توهان کي اهو به ٻڌائيندس ته مون اهو هيرو ڪٿي لڪايو آهي.“

اهو ٻڌي نصير حيرت وچان اتي ويهي رهيو. پر پوءِ پنهنجو پاڻ تي ضبط ڪري سختيءَ سان

پريشان ٿيو. سندس خيال هڪدم پنهنجي زال ڏانهن ويو. جنهن ئي کيس مصيبت ۾ ڦاسايو هو، ۽ هو ڪاوڙ ۾ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو چئي رهيو هو ”اي عورت، تون پنهنجي غريب مڙس

ڪيس چيو، ”تون چڱو ڪيو جو مون وٽ هلي آئي آهين. نه ته مان تنهنجي مڙس کي سڀ ڪجهه ٻڌائڻ وارو هوس. بهرحال هاڻ تون گهر واپس وڃ ۽ شاهي هيرو پنهنجي مڙس جي ويهاڻي هيٺيان رکي ڇڏ.“

جڏهن پن ڪلاڪن کانپوءِ جوهري واپس آيو ته نصير کيس هدايت ڪئي ته، ”هڪدم گهر وڃ. ۽ پنهنجي ويهاڻي هيٺيان هيرو ڪڍي اچ.“ جوهري سمجهيو ته نصير چريو ٿي ويو آهي. پرتنهن هوندي به هو گهر ويو. ۽ جڏهن ويهاڻو ڪڍي هيٺان ڏٺو ته هيرو اتي موجود هو. شاهي جوهري حيران ٿيڻ کانسواءِ رهي نه سگهيو.

جوهري خوشيءَ وچان نصير وٽ واپس آيو. ۽ کيس انعام طور به سئو اشرفيون ڏنيون. نصير سڪون محسوس ڪيو. ۽ خاموشي سان گهر آيو. اشرفيون پنهنجي زال جي حوالي ڪري کيس سمورو قصو ٻڌائيندي چيو، ”خوشقسمتيءَ سان رڳو ڏکي



سان ڪم نڪري ويو، نه ته تون ته جيڪر منهنجي ڪهڙي ڏر کان ڏار ڪرائي ويٺي هئينءَ! هاڻي انهيءَ مان ٿي ڪذارو ڪر. مان وڌيڪ ڏوکيبازي ڪونه ڪندس.“ پر لالچي عورت راضي نه ٿي. ۽ مڙس کي مجبور ڪيو ته هواهو ڏوکيبازي وارو ڌنڌو جاري رکي.

ڪجهه ڏينهن پڄ نصير جو ڪوڙ پڪڙجي پيو ۽ کيس گرفتار ڪري قاضيءَ جي سامهون پيش ڪيو ويو. ۽ چيو ويو ته نصير کي علم نجوم بلڪل

ڪونه ايندو آهي. ۽ اهو ماڻهن سان ٺڳي ڪندو آهي.

نصير پنهنجو ڏوهه قبوليندي قاضيءَ کي سچيءَ اصل ڳالهه ٻڌائي ته ڪيئن اهو ٺڳيءَ جو ڪم ڪيس، سندس زال زبردستي ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

قاضيءَ پنهنجي فيصلي ۾ نه صرف نصير کي سزا ٻڌائي، پر سندس زال کي به سيڻي جي آڏو ڦٽڪا هڻايا. ته جيئن اهي عورتون عبرت حاصل ڪن، جيڪي پئسن جي لالچ ۾ پنهنجي مڙن کي غلط ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪن ٿيون.

## جوش پڙهي

خيرپور ناٿن شاهه

### محنت

اڄ جا پار آٿي ڪر محنت
محنت ۾ ئي آهي عظمت
اڄ جي اسلهه مالڪ سڏجن
ڪالهه ڪئي تن هوندي محنت
خوب ادب ڪر پاڻ وڏن جو
عزت عوض آهي عزت
ديس جي دشمن جو ٿي دشمن
ديس واسين سان رک تون چاهت
تون ته وطن جي آهين رونق
تون ئي آهين قوم جي طاقت
جو تو وقت جو قدر ڪري
سيکي رکن ٿا تنهن سان الفت.



سنڌ بالڪ سنگت گرلس يونٽ خيرپور مس حسنه خلجي جنهن کي ٨٢ جي بيسٽ ايوارڊ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي

## شان راشدي

### نظم

وات آهاڻي وڻٺي آ،
ماڳ ڏانهن جا وڃڻي آ.
هجي نه ڪٿ ڪاٿي ڪڏ،
ڏسي، ڏسي، وک کڻي آ.
روشني علم جي آهي آتم،
لاٽ اُهاڻي رهڻي آهي.
رڪجن اندر پنهنجا آجرا،
ڪٿ نه ڪاٿي رڪڻي آهي.
ڪاميابي حاصل ڪرڻ خاطر،
ڪوشش پنهنجي ڪرڻي آ.
اڄ نه سڀان نيٺ ته شان،
ڪا واٽ ساٿي ورڻي آ.

# ٻه پوڙا

**نواز علي شوق**

هڪ پوڙهو ٻڪرار شهر جي ويجهو جهنگ ۾ ٻڪريون چاري رهيو هو. منجهند جو کيس ڊاڍي بک لڳي. هو ٻڪريون ڇڏي ڪٿي وڃي؟ ايتري ۾ هڪ شخص اچي اتان لانگهائو ٿيو. پوڙهي ٻڪرار کيس منٿ ڪئي ته، ”يار! مونکي بک لڳي آهي. مان ماني کائڻ لاءِ شهر وڃان ٿو. تون ٿوري دير منهنجي ٻڪرين جو خيال ڪر، بس ماني کائي آءٌ اجهو ٿو موٽي اچان.“

مڳر اهو شخص به ڪو پوڙهو هو. هن ٻڌو ته ڪجهه ڪونه ٻڌو سمجهي ويو، ته هي ٻڪرار مون کي ٻڪرين جي سنڀال ڪرڻ لاءِ هتي ترسائڻ گهري ٿو، تنهن ڪري هو سندس ٻڪرين جي سنڀال ڪرڻ لڳو.

جڏهن ٻڪرار ماني کائي موٽي آيو ته کيس خيال آيو ته هن شخص پنهنجو قيمتي وقت سيڙهائي، منهنجي ٻڪرين جي سنڀال ڪئي آهي، تنهن ڪري ان جي ڀلائيءَ جي بدلي ۾ کيس ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڏيڻ گهرجي، سو ٻڪرار ڇا ڪيو جو هڪ منڊي ٻڪري ڪاهي آڻي اچي ان شخص کي ڏني، ۽ چيائينس ته ”يار! تنهنجي مهرباني جو تون منهنجي ٻڪرين جي سنڀال ڪئي آهي، تنهن ڪري آءٌ هي ٻڪري توکي ٿو ڏيان“.

ان شخص سمجهيو ته هي ٻڪرار چئي رهيو آهي ته ”تون منهنجي ٻڪري جي ٽنگ ڇو ڀڳي آهي؟ تنهن ڪري هن کيس ڪاوڙ ۾ چيو ته، ”چريو آهين ڇا؟ مان ڇو ٿيو آهيان، جو تنهنجي ٻڪريءَ جي ٽنگ ڀڃندس. مون تنهنجي ٻڪريءَ جي ٽنگ ڪانه ڀڳي آهي، تون هروڀرو مون تي الزام هڻي رهيو آهين“.

انهن ويا هڪ ٻئي تي ڪاوڙبا. آخر ڳالهه ۾ وڌي وئي. نيٺ وڙهي وڙهي جڏهن ساڻا ٿي پيا ته پنهنجو فيصلو ڪرائڻ لاءِ شهر جي چڱي مڙس وٽ ويا. اهو به ڪو پوڙهو گهل هيو ۽ ان وقت ڪنهن ڳالهه تان گهرواري سان ڪاوڙجي آيو هو، سو هنن همراهن کي ايلاز منٿون ڪندي ۽ پاڻون ٻڌندي ڏٺائين، ته هن انهن سمجهيو ته اهي ماڻهو ٻنهي پاڪ سندس گهرواريءَ کين ميڙ منٿ ڪري پرچائڻ لاءِ موڪليا آهن.

ٻڪرار کيس چوڻ لڳو ته ”سائين: هن شخص منهنجي ٻڪرين جي سنڀال ڪئي. مان سندس ٿورو لاهڻ لاءِ کيس هڪ ٻڪري ڏني، ته هيءُ همراهه ڪاوڙجي پيو ۽ مون سان وڙهڻ لڳو“. ٻيو وري چوڻ لڳو ته ”سائين! هيءُ ڪوڙ ٿو ڳالهائي، مون هن جي ٻڪري جي ٽنگ ڪانه ڀڳي آهي. مان بي ڏوهي آهيان. هيءُ هروڀرو مون کي ڏوهي ٺهرائي رهيو آهي“.

پر هو چڱو مڙس سندس ڳالهه سمجهي ئي نه پيو. آخر بيزار ٿي کين چيائين ته ”وڃو، مان هن ڇنڊي رن سان ڏاهه نه ڪندس. هن منهنجو اندر ساڙي ڇڏيو آهي“.

ايتري ۾ هڪ ڏاهو شخص اچي اتي پهتو. هنن ٽنهي جو اهو حال ڏسي، ڪائڻ سچي حقيقت پڇيائين. ٽنهي جون ڳالهيون ٻڌي هو سمجهي ويو ته هي ٽئي پوڙا آهن. ڏوهه ڪنهنجو ڪونهي. اصل ڳالهه اها آهي ته هو هڪ ٻئي جي ڳالهه سمجهي نه ٿا سگهن، تنهن ڪري پيا پاڻ ۾ جهيڙو ڪن.

آخر ان ڏاهي شخص ٽنهي جڻن کي اشارن ذريعي اصل ڳالهه سمجهائي ۽ انهن جهيڙو ختم ٿيو.

## کيم چند شرما

## انڊونيشي ٻالڪ جي وطن پرستي

ٻين عالمگير جنگ دوران انڊونيشيا ۾ انڊونيشي ماڻهن ۽ هالينڊجي هٿياربندفوجن جي وچ ۾ وڏيون زبردست جهڙپون ٿي رهيون هيون. جاوا جي خوبصورت شهر بنڊوگ ۾ هڪ هندوستاني مسلمان ڊاڪٽر ڏٺو ته ۱۲ سالن جو هڪ انڊونيشي ٻار زخمي ٿيو ڪريو پيو آهي. جنهن جي جسم کي ٻچ سپاهين جون گوليون لڳل هيون. هندوستاني ڊاڪٽر يڪدم سندس ملم پٽي ڪئي ۽ جڏهن ننڍڙي ٻالڪ کي هوش آيو؛ تڏهن هن ٻار ڊاڪٽر کان جيڪو پهريون سوال پڇيو، اهو هيو:- ”ڊاڪٽر صاحب! منهنجي رائيفل ڪٿي آهي؟ مون کي گهٽ ۾ گهٽ هڪ اچان پيو به ٻچ مارڻو آهي.“

# خوشامدي وزير

عبدالرحمٰن جتوئي

پارڙو ! گهڻو وقت اڳ جي ڳالهه آهي ته سسلي جي شهر ۾ ڊنوسيس جي بادشاهه راڄ ڪندو هيو . هو اهڙو ته سخت بادشاهه هيو جو سندس رعيت جا ڪيترا ماڻهو هنجي برخلاف هوندا هئا، انڪري هو پنهنجي حياتي هميشه خطري ۾ سمجهندو هو، تنهن هوندي به هنجي دربار ۾ ڪيترائي چاپلوس هئا، جي پاڻ کي سرخرو ڪرڻ لاءِ هن جي ڏاڍي خوشامد ڪندا هئا . انهن خوشامدڙين مان ڊنموڪلس نالي هڪ وزير بہ هيو . هو هميشه بادشاهه کي پڌائيندو هو ۽ چوندو هوس ته "جيئندا قبلا ! بادشاهه ٿيڻ هڪ ڏاڍي سٺي ڳالهه آهي ، ۽ توهان جهڙو عادل، سيالو ۽ نيڪ بادشاهه ٿيڻ ته هڪ وڏي فخر جي ڳالهه آهي . " بادشاهه ، ڊنموڪلس جي چاپلوسي پڌي پڌي ٿڪجي پيو.هنکي سبق سيکارڻ لاءِ نيٺ هڪ تجويز ڳولي ڪڍيائين . هڪ ڏيهن بادشاهه ڊنموڪلس کي گهرائي چيو ته: "ڊنموڪلس! مان سڀالي اميرن ۽ وزيرن کي هڪ خوشيءَ جي دعوت ڏني آهي . منهنجي مرضي آهي ته تون اتي منهنجي جڳهه وٺي بادشاهي چٽ ۽ پوشاڪ وغيره پهري ڪجهه ڪلاڪ بادشاهه ٿي ڏس ! " ڊنموڪلس کي ته اها ڳالهه کپندي هئي، سو اندرئي اندر ۾ بادشاهه کي ساراهڻ لڳو.

ٻئي ڏينهن ڊنموڪلس شاهالا ڪپڙا پائي اچي بادشاهي تخت تي ويٺو . هر ڪو امير توڙي وزير اچڻ سان هن کي سلام ڪري ۽ بادشاهي آداب بجا آڻي رهيو ويٺو پيو . مجلس ٿيڻ ڪانپوءِ اوچتو ڊنموڪلس جي نظر وڃي مٿي پئي جتي هڪ تيز تلوار فقط هڪ سنهي ڌاڳي جي وسيلي سندس مٿي

جي مٿان ٽنگي پئي هئي، ۽ جا ڪنهن به وقت ڪري سگهي ٿي . هن خوفناڪ نظاري هن وزير کي، جيڪو بادشاهه بڻجي ويٺو هو، تنهن جو رت خشڪ ڪري ڇڏيو . سندس ڪاڏو پيتو سڀ زهر ٿي ويو ، ۽ پڇڻ جا سعيا ڪرڻ لڳو . ان تي

بادشاهه پڇيس ته ڪيئن ، بادشاهي سٺي آهي يا نه ؟" وزير ورائي ڏني ته " اصل نه. " تنهن تي بادشاهه کيس سمجهايو ته "بادشاهي ڪا گلن جي سيج نه آهي، مگر ڪنڊن جو بسترو آهي ، جنهن تي سمهڻ سان اهي ڪنڊا لڳن ٿا . يعني بادشاهه جي حياتي هر وقت خوف ۽ خطري ۾ گهيريل آهي . ۽ هر وقت کيس موت جو انديشو هوندو آهي. " اهو ڏينهن اهو شينهن وري ان وزير خوشامد ۽ چاپلوسي ڪرڻ ڇڏي ڏني .

## اقبال احمد گادهي
هالائي

### ڏاهپ جو ڳالهيون

* انسان جي زندگي ان شمع مثل آهي جيڪا هوا ۾ رکيل هجي.
* موت تڪليف وارو ضرور آهي، مگر ايترو نه جيتري زندگي.
* ڪاوڙ هڪ اهڙو طوفان آهي؛ جيڪو دماغ جو چراغ وسائي ڇڏي ٿو.
* جيڪو شخص انتقام جي طريقن تي عمل ڪري ٿو سندس ڦٽ هميشه تازا رهن ٿا.
* ڪامل انسان اهو آهي جنهن کان هن جا، دشمن به بي خوف هجن. اهو بـــ ڪو ماڻهو چئبو جنهن کان سندس دوست به خائف هجن.

## آصف مليائوي
### هاڳيڪا

جنهن جي گهر ۾ ننڍڙو پار
مهڻو هجي يا ڪوجهو ڪارو
سوئي گهر جو آ سينگار

هڪ به ٻي
اسڪول وڃان مان
امان آنڪ ٽري

چار پنج ڇهه
ڏوڪڙ ڏي نه ته
ڪندس گهوڙي وارو گهه

ست اٺ نو
مونکي رکو آنڪ گهرجي
ڪين گهران ٿو سو

ڏهه يارهن ٻارهن
اڄ ته روپيه ڏي
دوست به آئر يارهن

تيرهن چوڏهن پندرهن
ابا ڏوڪڙ ڏيو
کپاءِ ڪٽي سرنهن .



## ٻارن لاءِ لوڪ ڪهاڻي






هڪڙي لوڪ ڪهاڻي پيارو پڙهجو اڄ ڪن لائي – آئون اوهان کي وندرائيندس پيارو ڳالهه پڙهائي
هڪڙو ”ڪارو ديوُ“ هيو ڪنهن ڏيونگر جو واسي – پريم پريءَ کي پڪڙي ظالم ديو بڻايو داسي
”پريم پري“ هئي نازڪ ننڍڙي سندر ڏاڍي مٺي – سونن وارن واري پياري وڻندڙ ۽ من مٺي
”ڪاري ديوُ“ جي قيد پئجي پريم پري جو آئي – ويچاري مجبور ٿي ۽ غم ۾ سا گهبرائي
توهه خاني ۾ قيد ڪري راڪاس آڏامي ويندو هو – آدم ذات جا ٻچڙا زوريءَ ديو کڻي پوءِ ايندو هو
ننڍڙن ٻارن کي ماري پوءِ تن جو ماس ڀڃيندو هو – ڏائڻ، ننڍڙا ٻچڙا کائي پنهنجو پيٽ ڀريندو هو
مائن جون سؤ جهوليون خالي ”ڪاري ديوَ“ ڪيون هون – ممتائون سو سڏڪي سڏڪي ڪيئي هت ميون هون
آدم زادن ڪڏهين سوچيو ديو هئي تو ڏاڍا – ”ڪاري ديو“ ڪياهن خالي ڪيئي پنهنجا پاڙا
سوچيو سيني ”ڪاري“ کي قتلام ڪيو اڄ ڪڏهين – ”هڪ نه ٿي رهندا ڳوٺاڻن انجام ڪيو اڄ ڪڏهين“
پالا پڙهيون تيز ڪري سڀ سنهيري ويٺا سانئي – عهد ڪيائون ماريندا سين ظلم جو ”مڪنو هاٿي“
هوشياريءَ سان هيڏي هوڏي جوڏا جنگ لڪي پيا – ”ڪاري ديو“ جي راهه نهاري تن جا نيڻ ٿڪجي پيا
آڌي رات هوا ۾ هلڪو جڻ طوفان اچي ويو – سيني سوچي سنهيري ٻيٺا ”ڪارو ديو“ اچي ويو
ٿوري دير ڪان پوءِ اچي راڪاس لٿو هت جائي – سيني ڪڏهين پالا ڪوڙيس دير نه ڪيائون ڪائي
حملي تيڻ سان هوش هليا ويس زخمي ٿي پيو ظالم – پوءِ فضا ۾ راڙيون گونجيون هيٺ ڪري پيو ظالم
”ڪارو ديو“ ڀڄو پوءِ جلدي ڊوڙي پنهنجي ديري ڏي – سيني جوان ٻنيان پس ڪاهي ”ڪاري“ جي آکيري ڏي
توهه خاني جي درتي پهچي ”ڪارو ديو“ ڪري پيو – ارڏن انسانن جو تڏهن وارو جڻ ته وري پيو
پالن برڇين سنگينن سان ”ڪارو ديو“ ڪٽائون – مظلوم انسانن جو ويري ساري سات ڪيائون
ڦٿڪي ڦٿڪي نيٺ مري ويو ظلم ستم جو باني – پوءِ خوشيءَ جي جلوي سان جڻ چرڪي هر پيشاني
تهه خاني مان سڏڪن جو آواز پيڏڻ ۾ آيو – جنگ جوانن جو من ٿوري دير جي لئه گهبرايو
چند مجاهد تهه خاني هيٺ لهي پوءِ آيا – تهه خاني جي ڪوٺيءَ جا تن ڪلف ڪڙا ڪيرايا
”پريم پري“ هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل هيٺي حال ڏٺائون – قرب محبت سان پوءِ تنهن کي چوري چپ چپائون
”ڪارو ديو“ مري ويو آهي تنهن جا بند ٽٽي ويا – غم گوندر جا ڏينهن ڏهاڙا سارا هاڻ ڪٽي ويا
پريم پري احوال پڌي پوءِ گل جان جڻ ته ٽڙي پئي – مرڪ جي مکڙي تنهن جي مک تي منهن منجهه ڪڙي پئي
”پريم پري“ آزاد ڪرائي جوڌا واپس موٽيا – ڪيپ ڪٽي زنجير ڪٽائي جوڌا واپس موٽيا
ڳوٺ سڄي ۾ سهرا بنرا جيڏين ڪڏهين ڳايا – ڏالهه ڪنيءَ جا منڙا ڏاهي ٻوڙهين ٻاڻ ورهايا
ڳوٺ سڄي ۾ ميلو ٿي ويو گهر گهر ٿي وئي شادي – منڙن ٺهڪن سان گونجي ٿي ساري اڄ آبادي
هر ڪنهن دل ۾ الفت جا گل ايري آيا آهن – ڳوٺ سڄي ۾ گيت خوشي جا ماڻهن ڳايا آهن

قرب محبت الفت سان سڀ ڪڏهين گهاريو ٻارو
ايڪي منجهه سمايل آهي راز سمورو سارو
ڏاڍ ڏمر جي پاڙ پٽڻ لئه ايڪو آهه ضروري
”ڪاري ديو ۽ پريم پريءَ“ جي ڳالهه ڪيان ٿو پوري



ڪهاڻي

# ماسات - مِٽي ذات

شميم ميمڻ

اهو اسان جو گائني وارڊ (زناني وارڊ) ۾ ٻيون ڏينهن هو، جنهن جي لاءِ سنهنجي گروپ جا ڇوڪرا چوندا هئا ته "هي دنيا جو اهو حصو آهي جتي سدائين بنا ايڪشن عورتن جو راڄ رهندو آهي." ڳالهه هئي به سؤ سيڪڙو سچ. ڇو ته نه فقط مريض خواتين هيون پر اسٽاف ۾ به پروفيسر کان وٺي هيٺين تائين سڀ زالفائون — وارڊ ۾ ٻيون ڏينهن هو، سو ڪم پورو سمجهه ۾ ڪونه ٿي آيو. انهن ئي وارڊ جو چڪر ڏئي هنيوسين. پريان بيڊ نمبر ٣٦ تي ليٽيل مريضائي مون ڏي نهاري وري وري مرڪي پئي ڏنو.

"سڃاڻين ٿي ڇا مونکي؟"

"نه." وري مرڪي ڏنائين اهڙي جاندار مرڪ جڻ ته بهار جي مند ۾ گل ٽڙندي دير نه ڪن. مرڪڻ مهل سندس اکين جي جوت اڃان سوائي ٿي پئي وئي. بس اها ئي ته سندس سونهن هئي.

"پوءِ ڇو مون ڏي نهاري مرڪين ٿي!" پڇيومانس.

"انهن ئي... تون وڻين پئي مون کي."

"نالو ڇا اٿئي."

"جنت..."

"مڙس جو نالو" مون بيٺي بيٺي سندس هسٽري وٺڻ شروع ڪئي. "مڙيس. تون به ٿي ماسات جو نالو پڇين." "هوءَ شرمائجي وئي — انهن ڪاغذن ۾ لکيو پيو اٿئي." هن پنهنجو چارٽ مون ڏانهن وڌايو...جنت زال علي محمد.

"پلا هٿ لڳائڻ لاءِ به ته نالو ورتو هوندءِ نه!" مون کانئس پڇيو "نه ڙي ڀيڻ... اهو سنهنجي ماءُ لڳائي وٺي آهي. پلا جڏهن اچي سو مڙس جو نالو ٿو پڇي — ڇو ٿا پڇن پلا!" هن ورائي مون کان سوال ڪيو.

"تون ته سمجهو آهين، توکي خبر هوندي ته عورت پنهنجي مڙس جي نالي سان سڃاتي ويندي آهي. اسان لاءِ به انهن سولائي ٿئي ٿي. جڏهن به مريضائون ساڳئي نالي جون داخل ٿين ته پوءِ پلا ڪيئن سڃاڻجي؟"

"ائين برابر آهي" جنت مطمئن ٿي چيو.

چڱو آءٌ هينئر ته هلان ٿي پوءِ اچي تنهنجي هسٽري وٺنديس.

پاويهن سالن جي جنت زال علي محمد پن نينگرين جي ماءُ گذريل ٽن ڏينهن کان هت داخل هئي. بقول سندس زندگي ۾ پهريون ڀيرو بيمار ٿي هئي. هن کان اڳ ڪڏهن بخار به ڪونه ٿيو هئس. ماڻس گڏ سندس ماءُ رهيل هئي. سندس مڙس روز شام جو پاڻ سان گڏ اچي چڪر هڻي ويندو هو. بس پوءِ ته سڄي وارڊ ۾ سندس ٽهڪڙا پيا گونجندا هئا. سندس پيٽ ۾ ڳوڙهو هو، جنهن لاءِ آپريشن ٿيڻو هوس.

هڪڙي ڏينهن پنهنجو ڪم پورو ڪري وٽس ويس. ننڍڙو ريڊيو ڪن تي رکيو ليٽي پئي هئي.

"دل پاروچل پاروچل پئي ڪري"

مون کي ڏسي ريڊيو بند ڪري سڌي ٿي ويٺي. اڄ سندس چپن تان مرڪ غائب هئي ۽ اکين ۾ لڙڪ پئي چمڪيس.

"ڇو جنت اڄ ايڏي اداس آهين."

"بس ادي ائين ئي - جيئرو انسان ڪڏهن کلي ته ڪڏهن روئي".

"آپريشن کان ڊڄي آهين ڇا؟"

"نه ادي آءٌ ته پانيان اڄ آپريشن ٿئي ته سڀاڻي گهر وڃان"

"چري آپريشن ڪري ڪو پئي ڏينهن توکي ڇڏي ٿورئي ڏيندا گهٽ ۾ گهٽ پنج ڇهه ڏينهن وري به رهڻو پوندءِ."

اها ڳالهه ٻڌي هوءَ وڌيڪ اداس ٿي وئي.

"تون جي ٿئي پڌائين ته پوءِ آءٌ وڃان ٿي".

"نه ادي ويهه ته پڌاياءِ ٿي!" مون کي ٻانهه کان جهلي ويهاريائين.

"پن ڏينهن کان ماسات منهن ئي ڪونه ڏيکاريو آهي."

"بس ايتري ڳالهه" مون کي ڏاڍي حيرت ٿي.

"اها ڪا ايتري ڳالهه آهي..." اکين ۾ وري ڳوڙها تري آيس.

"پيو وري ڇا - چري! دل اهڙي ڏارجي جا ورهين جا وڇوڙا سهي وڃي... تون پن ڏينهن جي ڳالهه ٿي ڪرين..."

"توکي به ماسات...ماروٽ هوندا" مون کان پڇيائين.

"نه ماسات نه ئي ماروٽ"

”ته پوءِ ڀلا تو کي ڪهڙي ڳالهه جو ڏک آهي؟“... ”ته پوءِ ڀلا توکي ڪهڙي ڪل ته نانائن مان ڪهڙو ساڳئو اچي... اسين ته چوندا ئي آهيون: ماسات مٺي ذات...“

”ڀلا منهنجو ماسات ڏٺو اٿئي؟“

”هائو“.

”ڪيئن آهي !!“ شرق وچان پڇيائين ...

ماڻهن جهڙو ماڻهو آهي. منهنجو جواب ٻڌي ٿوري ڪاوڙ آيس.

”سچي ڳوٺ ۾ مٽ ناهي ڪو سندس ...“

”ڪهڙي ڳالهه ۾ ...!!“ مون کيس چيڙايو.

”نه سونهن ۾ ... نه ڏسي دليريءَ ۾ ... شام جو گهر موٽندو آهي ته ٻڙي ٻرندڙ وڏو سيڪو ڪڪڙ ٿي وڃي گهر ۾ لڪندو آهي. ايترو ڏهڪاءُ اٿس.“

”ڀلا ڪندو ڇا آهي؟“ مون کانئس پڇيو.

”مزوري“ فخر وچان چيائين ”سيٺيءَ سنگتين کان سوايو ڪمايو اچي.“

مان چپ چاپ سندس ڳالهه ٻڌي رهي هيس مون کي ماٺ ڏسي وري چيائين،

”اڄ ڪلهه ته گهر ۾ دل ئي ڪانه ٿي لڳيس.“

”ڇو؟“

”آءٌ جا ڪانه آهيان گهر ۾“— کلي چيائين ”مون کان سواءِ اڪ گهڙي نه ڏسي ڪنهن زالفان ڏانهن...“

”ايترو اعتبار...!“

”پيو وري... آءٌ جي مري پوان ته ٻي نه ڪري“ سندس چپن تي وري ساڳي سگهڙپڻ جهڙي مرڪ پري سرڪ پکڙجي وئي.

”چري آهين جنت...! مرد ذات تي ايترو اعتبار ڪرڻ چريائي آهي... مون سان ڪو هڪڙو اهڙو هوندو.“

”نه بس ادي سمجهه ته اهو هڪڙو منهنجو ڪانڌ اٿئي.“

”الله ڪري ائين هجي.“ مان ائين چئي هلي آيس.

... ... ...

رات جي ڊيوٽي هئي— هڪ مريضه کي گلوڪوز جي بوتل پئي لڳايم ته جنت سڏ ڪيو.

”ادي صفا بي وفا ٿي وئي آهين. ٻن ڏينهن کان ويجهو ئي ڪانه ٿي اچين“.

”اڄ ايمرجنسي آهي ڪالهه به ايمرجنسي هئي، تنهنڪري سياڻي ڪم گهٽ هوندو پوءِ ايندس.“ کيس ته چيم پر ٻڪو ٽن چئن راتين جي اوجاڳي ۽ ڏينهن رات جي مسلسل ڪم مون کي ئي بيمار ڪري ڇڏيو ۽ مون کي موڪل وٺڻي پئي.

ٽن ڏينهن بعد رات جو سندس بيڊ ڏي ويس.

”هاڻ پارهين ٻجي کان پوءِ تنهنجو کائڻ پيئڻ بند آهي“ سندس بلڊ پريشر وٺندي چيم.

”ڇو پڻ ...!“

”سڀاڻي تنهنجو آپريشن آهي.“

”شڪر آهي رب تنهنجو.“

”آپريشن جو نالو ٻڌي ماڻهون رويو ڏين ۽ تون خوش پئي ٿين!“

”گهر کي ٽي ساريان ادي ... مون بنا ماسات بي ايالڪو ٿي پيو آهي. جلدي علاج ٿئي ته جلدي گهر وڃان.“

”چڱو آئون هلان ٿي.“ مون اٿندي چيو.

”اڄ به تنهنجي ايمرجيسي (ايمرجنسي) آهي ڇا؟“

”نه!“

”ته پوءِ اڄ ويهه ته ڪچهري ڪريون. سڀاڻي خبر ڪير جيئي ڪير مري آپريشن ۾ ته ماڻهو مريو به پون.“

”پر تنهنجو آپريشن اهڙو نه آهي جو تون مري پوين... سمجهه... ۽ سڀاڻي آپريشن جو ڏينهن آهي. جن مريضن جو سڀاڻي آپريشن ٿيڻو آهي، انهن کي هينئر نرسي آپريشن لاءِ تيار ڪرڻو آهي اسان کي“. ته پوءِ آءٌ جاڳان ٿي تنهنجي لاءِ.. تون ڀلي پارهين تائين پنهنجو ڪم ڪار لاهه“

سندس ايترو قرب مون کي به مجبور ڪري وجهندو هو ۽ حيران ٿيندي هيس ته اوچتو اوچتو هوءَ مون کي پنهنجي پيرن ڪان وڏ چاهڻ لڳي آهي. پنهنجو ڪم ختم ڪري وقت ڏٺم. ڏيڍ پئي ٿيو. هاڻ ته جنت يقيناً سمهي رهي هوندي، اهو سوچي آءٌ به اوورآل لاهي ٿورو ايزي ٿي سٽر روم ۾ وڃي ويٺس.

”ادي پارهن ڏسي وڄا!!“ جنت دروازي تي بيٺي هئي.

”مون سمجهيو ته هاڻ دير ٿي وئي آهي تون ٻڪ سمهي رهي هوندينءَ.“

”الاءِ پيڻ واڄ مون وٽ ڪانهي- مون سمجهيو ته اڃا پارهن ئي ڪونه ٿيا آهن“- ائين باقي رات مون ۽ جنت ڪچهري ڪندي گذاري.

سندس پوئين زندگي ائين ئي گذري هئي جيئن اڪثر ڳوٺن ۾ ڇوڪرين جي گذرندي آهي. کوهه تان پاڻي ڀرڻ، جنڊ پيهڻ، اڳڻ اڳڻ ۽ شام جو ٻڪرين جو کير ڏهڻ ... اهي هئا جنت جا ڏهاڙي جا ڪم- باقي وقت سوٽين ماساتين سان کلندي ڪڏندي گذري ويندو هو. پندرهن سورهن نينگرين مان علي محمد چونڊي جنت جو سڱ گهريو. جنت ماءُ پيءُ کي سڱ ڏيڻ جي نه پئي ڪئي. نيٺ ماءُ کي ناڪام ٿيندو ڏسي علي محمد ماسيءَ جي اڳ ۾ اچيو ٻڪو ايستائين

وڌندو رهيو جيستائين جنت ماءُ بڻجڻ وارو ڪانه ڪئي. شادي کان پوءِ جنت کي پنج ڏينهن پنهنجي ٻارن سان گڏ رهڻ جو موقعو مليو. چئن سالن جي غربيءَ ۾، ڏک ۾ تڪليف ۾ جنت ۽ علي محمد جو ٻل ٻل جو ساٿ رهيو هو. پوءِ پلا جنت کي علي محمد جي اون ڪيئن نه ٿيندي. جنت مون کي پنهنجي ٻاري ۾ گهڻي ڪجهه ٻڌايو. اٿين ئي ڳالهين ۾ صبح ٿي ويو ۽ سان وارڊ مان سڏو ڪاليج هلي آيس.

... ... ...

آپريشن واري ڏينهن ته رات تائين ڪيس هوش ڪونه هو. رت ٻئي ڏاڙهياڻونس ٻئي ڏينهن مونکي جنت سڏ ڪيو. ڏاڍي ڪمزور ٿي لڳي.

"ادي هن ڀرچا لکيو اٿن."

هن رپورٽ بابت پڇيو.

"هن ۾ لکيو اٿن ته تنهنجو ڳوڙهو آپريشن ڪري ڪڍيو ويو آهي".

"چو ني ڪوڙ ڪرين ادي!!"

مون ٿورو سيائپ سان ڳالهه ڪئي.

"ڪيئن پلا... !!"

"هن ۾ لکيل آهي ته هاڻ مون کي ٻار ڪونه ٿيندو."

روئڻهارڪي ٿي چيائين.

"پلا جي نه ڏيندو ته به تنهنجي لاءِ ڪهڙو فرق پوندو توکي ته ٻار آهن." "نياڻيون اٿم ... پٽ نه ته ڪهي ڏيهريءَ لاءِ ... پوءِ ڪٿي هڪڙو هجي ها ـ اندي اڳيان لٺ ته هجي ها ..."

"شڪر ڪر تون ٻاڻ بچي وئي آهين. بيماري وڏي وڌي هئي ته تون به نه بچين ها." مون کيس دلاسو ڏنو.

"تنهن کان ته نه بچان ها ته سٺو" اکين ۾ لڙڪ تري آيس.

"تون نه ڏاڍي خوش هئينءَ ته جهٽ آپريشن ٿئي ته گهر وڃان... هاڻ وري روئين ٿي... خبر ڪانه هئي ڇا ته ائين ٿيندو؟"

"خبر هيم ادي ۽ پنهنجي ٻڪ جي خبر ڪانه هيم..." روئيءَ جي ٻلاند سان اکيون اکهڻ لڳي.

"پلا سنهنجو هڪڙو سوال ٻڌا!" سنهنجو هٿ جهلي چيائين.

"چئو"

"ڪنان ڪنهن يتيم خاني مان هڪو ننڍڙو ڇوڪرو آڻي ڏينم يا هتي ڪا مائي ويم ۾ مري وڃي ته ان جو ٻچڙو آڻي ڏينم، آءُ پٽ ڪري پالينديس."

"ڏکي ڳالهه آهي."

"نه ته پوءِ ڪو ڏيءُ جو سڪايل هجي ته منهنجي ڌيءُ ڪٺي مون کي پنهنجو پٽ ڏئي وڃي. پوءِ ڀلي سڄي عمر منهن نه ڏيکارين ڌيءُ جو."

"پر آخر انهيءَ جو ڪهڙو ضرور اٿئي!! تو وٽ ڪهڙي مايا ملڪيت آهي جنهن لاءِ وارث ٿو کپئي!"

"وارث کپي ٿو... گهر لاءِ... ور لاءِ ... سهاڳ لاءِ!"

"سو ڪيئن...؟" مون کي سندس ڳالهين تي حيرت ٿي ٿي.

ماسات ٿو چوي آءُ پنهنجي مائٽن جو اڪيلو پٽ آهيان، جيڪڏهن مون کي پٽ نه ڄائو ته آڪهه جو نالو نيشان مٽجي ويندو. سو آءُ ته ڪندس ٻيو نڪاح. ٻئي نڪاح جو تڏهن کان سوچيو ويٺو آهيان جڏهن تو ٻي ڌيءُ ڄاڻي... پر هاڻ ته تو ۾ آسرو ئي ڪونهي." ڳالهه ڪري وري روئي ٿي.

"توکي اهو سڀ ڪنهن ٻڌايو"

"ڪالهه آيو هو ٻاڻ. مون کي هوش ئي مس آيو هو. بس ان ئي مهل هڪ هڪائي ڪري ويو آهي ... چوي ٿو آءُ ته ڪندس ٻيو نڪاح پوءِ وڻيئي ته مائٽن وٽ ويهه ... وڻيئي ته طلاق وٺ ... وڻيئي ته ٻهاڃ جي چاڪري ڪر".

سياري جي مند هئي، ڏاڍي ٿڌ پئجي رهي هئي. هڪڙو شڪاري صبح سان پکين جي شڪار لاءِ بندوق هٿ ۾ کڻي ڍنڍ ڏانهن وڃي رهيو هو. اتر پاسي کان تيزيءَ ٿڌي هوا پئي لڳي، جنهن ڪري شڪاري جي اکين مان پاڻي وهي پيو.

پکين جو هڪ جوڙو سندس پر سان اڏامندو لنگهيو. هڪڙي پکي ٻئي کي، شڪاري ڏانهن اشارو ڪندي چيو: "هو ڏس ويچاري ماڻهوءَ جي اکين مان ڳوڙها ٿا وهن، شايد ڪنهن مصيبت ۾ آهي"

ٻئي پکي چيو: "جريو نه ٿي، اکين مان ڳوڙها ته برابر اٿس، پر ڏسينس ته هٿ ۾ ڇا اٿس؟"

# پڙهندڙن جا خط

## ام ڪلثوم ڪريم ميمڻ

حيدرآباد

انچارج سڳهڙين سٿ،

محترم فهميده حسين صاحبه -

مون پنهنجو هڪ تاثر ٣١ جولاءِ تي توهان جي صفحي ۾ موڪليو هو. رکڻ يا ردي جي ٽوڪري لاءِ نه بلڪه شايع ڪرائڻ لاءِ. ۽ اڄ تائين جيڪو ڪجهه توهان جي صفحي ۾ شايع ٿيندو آهي، انهن مان گهڻائي اسان جي نظرن مان اهڙا به گذريا آهن جيڪي ناقابل اشاعت هوندا آهن. ۽ آئون پنهنجي موڪليل تاثر جي باري ۾ اهو يقين سان ٿي چئي سگهان ته اهو قابل اشاعت آهي. ۽ مون اهو First Tme موڪليو هو. ۽ توهان کي ضرور شايع ڪرڻ کپندو هو. مهرباني ڪري منهنجي خط جو جواب پنهنجي صفحي ۾ ضرور ڏيندا.

جواب : ادي ناراض ٿيڻ جي ڳالهه ڪانهي صفحي جو معيار ۽ اخبار جي پاليسي به شرط آهن ليک شايع ڪرائڻ لاءِ سو مهرباني ڪري توهان ڏانهن پنهي ڳالهين کي سامهون رکي پنهنجو تاثر ٻيهر ٻڌ هو ۽ ۽ ضرور تبديليون ڪري ٻيهر موڪليو ته ضرور شايع ٿيندو - منهنجو ڪم ني آهي همٿائڻ

**شهناز شاهه ڪاظمي**

حيدرآباد

پياري ڀيڻ فهميده،

اسلام عليڪم.

عرض ته ڀيڻ هي هڪ افسانو پڻي موڪليان، گهڻن ڏينهن جي غير حاضريءَ کان پوءِ. انهيءَ کان اڳ هڪ افسانو ادبي صفحي لاءِ موڪليو هئم هن تاڪيد سان ته اگر ”ادب“ جي لائق نه هجي ته اهمان ڏانهن روانو ڪيو وڃي. سو خبر ناهي توهان تائين پهتو يا نه.

ساهت سال ڪانفرنس ۽ عورت ڪانفرنس ۾ ته توهان صفا وساري ڇڏيو. پوءِ به اگر حيدرآباد ۾ منعقد ٿئي ها ته اچي پهچان ها پر ڪراچيءَ ۾ وٺيل هئڻ ڪري پهچڻ ۾ ڪوتاهي ٿي. پوءِ به توهان کي ۽ انهن تمام پڙهندڙن کي شاباس هجي جو وقت ڪڍي پاڻ به شامل ٿيا، ته ڀين کي به ترغيب ڏنائو. آئنده لاءِ اسان کي به ياد ڪري ڇڏجو.

جواب: ادي مون وٽ تنهنجي ائڊريس ته آهي ڪونه سوسيار ڏيڻ ڪوشش ڪو ڪو سوسيار ڏيڻ ۾ گهرجي. ها ليڪن جي باري ۾ هڪ صلاح ڏيڻي آهي ته توهان پنهنجي ڪهاڻين جو ماحول ٿورو سنڌي بڻايو اوپرو ماحول اوپرا نالا ۽ اوپرا موضوع پڙهندڙن کي پسند نٿا اچن ۽ ناراض ٿيون ٿين.

## پيغام

**شهناز ميمڻ**

پياري ڀيڻ فهميده حسين

سدا سلامت خوش هجو

ادي مان وري به توهان کي خط پئي لکان ڇاڪاڻ جو توهان چيو هو ته ڪهاڻي درست ڪري موڪل اها موڪلي به اٿم پر انتظار تمام گهڻو آهي ته ڪهاڻي شايع ٿيندي پر اهو انتظار ڪڏهن ختم ٿيندو هاڻ پلا ڪٿي شايع به ڪريو -

جواب : ڀيڻ ڪهاڻي پاڻ درست ڪري موڪلي اٿئي ڪنهن پئي کان صلاح وٺين ها ته ڪجهه فرق ته پوي ها پهرين ڪا ڪهاڻي وغيره لکو ته ڀين کي پڙهائي صحيح ڪرائيندا ڪريو ته اصلاح ٿيندي.

## الماس مهر

سانگهڙ

ادي فهميده

سکي هجين

٥ آڪٽوبر سگهڙين سٿ نظر مان نڪتو. هن دفعي صفحي ۾ ڪا تصوير نه هئي ۽ مواد وڏيڪ ڏسي خوشي ٿي. آزاد نظم ملائڻ لاءِ مهرباني. هي ڊائري جا ورق موڪليان ٿي، اميد ته جاءِ ڏينديون. ڪا ڪهاڻي هجي ته دور ڪندا مهرباني.

جواب: ڀيڻ خط لکڻ لاءِ مهرباني ڪافي سنولکڻ لڳي آهين هاڻي ته مونکي تنهنجي مضمون ڪهاڻين جو انتظار رهڻ لڳو آهي اميد ته شاڪ قائم رکندين.



فلم :

# هارون رند سان ڳالھ ٻولھ

نصير مرزا

* ڪراچي ٽيليويزن جي سنڌي شعبي جو هڪ باصلاحيت پروڊيوسر، جنهن پنهنجي فني سفر جي شروعات، سنڌو درياءَ جي ڪپرواري جهڙي شهر ۽ پنهنجي جنم ڀومي ڪوٽڙي جي ڪنهن اسٽيج کان شروع ڪئي، ۽ فن جي راهه ۾ ايندڙ سڀ دريءُ ڀاڻهن جي وهنجڻ سان جهاڳيندو سمونڊ، روشنين ۽ آرٽ جي شهر ڪراچيءَ تائين پهچي چڪو آهي. هن سچاجهي شخصيت واري پروڊيوسر جو نالو دنيا جي لکين ڪروڙين نالن مان ڪو به هڪ ٿي سگهي ٿو پر ناٽڪ سڀا جي ٽي وي ڊرامن جي نالن واري سيريز جي آخري ٽِلپ تي لکيل نالو ٿي سچيءَ سنڌ ۾ سندس سڃاڻپ جو سبب بڻجو رهيو آهي. جي ها! اهو نالو آهي.....

ها - رون - رند! (تاڙيون)

هارون طبيعت جي لحاظ کان بيحد ملڻ سار ۽ ڀاڄهارو ماڻهو آهي. ٽي ويءَ جهڙي گليمرس دنيا ۾ رهندي به هن ۾ ڪا وڏائي يا ڪا ٻي ڦونڊ دوربيني توڙي خوردبيني سان ڳولڻ جي جي باوجود نظر نٿي اچي. هر ڪنهن سان نهايت سچاجهائي سان ڳالهائيندي هو ائين لڳندو آهي، ڄڻ مرڪي پيو. هارون جي خوبصورت ڊئريڪشن جي حوالي سان ڪيترائي سنڌي ناٽڪ اڄ يادگار بڻجي چڪا آهن. ”ناڪيلي“، ”دنگيءَ منجهه دريا“ ”ذات جي ڏيهه ۾“.

”جانچ“، ”راتيءَ جي ڪڪ ٿي“ ۽ ٻيا ڪئي ڊراما سڄڻن ۾ سندس سان سڃاڻون ڪري چڪا آهن. هدايتڪار هئڻ جي ناتي هارون وٽ فن به آهي ته اعلى درجي جو چنڊ چمڪائيندڙ ذهن به. ڪيس اها به ڄاڻ آهي، ته ڊرامي جي سلسلي ۾ ڪنهن به جي اک ڪي ڪهڙي شيءِ ڏسڻي ۽ ڪهڙي ڏيکارڻي آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو سندس ڊرامي ۾ ننڍڙيون ننڍڙيون حقيقتون به اپري پڌريون ٿي پونديون آهن. هارون پنهنجن ڪيترن ئي ڊرامن ۾ اهو به ثابت ڪيو آهي، ته ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان سواءِ به تاثر پيدا ڪري سگهجي ٿو، ڊائلاگس کان سواءِ به شيون ۽ منظر ڳالهائي سگهن ٿا. ڊرامي جي رڪارڊنگ مهل هو سدائين سڃاهين حصي جي تلاش ۾ هوندو آهي، جتان پيهي هو سموري ماحول تي چٽي نظر وجهي سگهي. هارون ڪمزور ۽ ٻل اسڪرپٽ ۾ به صلاحيتن سان روح ڦوڪي، انهن لاءِ ڄڻ، آڪسيجن سلينڊر ثابت ٿي چڪو آهي. هارون جو ڊرامون ڳالهائيندو آهي، ته مون هارون جو آهيان. هارون نون توڙي پراڻن آرٽسٽن سان چڪي ڪم وٺڻ ۽ انهن کي Hit ڪرائڻ جو گر ڄاڻي ٿو. هارون جي ڊرامي سان Subject ائين نکري نروار ٿيندو آهي جيئن ليکڪ جي ذهن ۾ هوندو آهي. ۽ اهوئي ڪارڻ



ٽي وي پروڊيوسر هارون رند

آهي جنهن جي بنياد تي هر نئون پراڻو ڊراما نگار پهرين ڪوشش اها ڪندو آهي، ته سندس ڊرامون هارون رند ڊائريڪٽ ڪري. هارون سان سندس ذات ذات ۽ فن بابت انٽرويو ڪرڻ لاءِ گاڏي ڪاتي چوڪ حيدرآباد ۾ وقت وٺرڻ ۽ ٽي- وي انٽرويو ۾ سائين ممتاز مرزا جي روم تي حاضر هيءَ ڳالهه ٻولهه رڪارڊ ڪيم. هارون سان ڪوڙ ڪچهري ٿي. انهن سان ڪجهه سوالن جا جواب اوهان کي پڙهايان ٿو.

هارون ڀاءُ ڏيم حال! ننڍپڻ کان جواني ۽ فن جي دنيا ۾ اچڻ ڪانپوءِ، ٽي ويءَ تائين ڪيئن پهتا؟

* ”مون کي جيتري قدر ياد آهي، هارون سوچيندي وراڻيو هو، ”ننڍپڻ وارا خوبصورت ڏينهن جن ۾ پار گهڻن ۾ ڊوڙندي ڊڪندي يا آس پاس جي باغن ۾ ٻوٽا ڪڙيندي گذاريندا آهن، منهنجا آهي سورا ڏينهن ٻهارين ۽ سخت اوجاڳن

۾ گذريا. منهنجي پيٽ ۾ پاڻي پرجي ويو هو ۽ مان هلي ڪونه سگهندو هئس، انهي ڪري سڀ نئين جو ڪجهه حصو ڪشتي ۾ ليٽندي يا پيٽ تي پيٽ ڀر رڙهندي گذريو. ڏس! اهڙيءَ حالت هوندي به مون همت نه هاري ۽ مسلسل جدوجهد ڪندو رهيس ۽ انٽر سائنس ڪري ڪانپور بي ايس سي تائين پڙهيس. فن جي ميدان ۾ اچڻ سياواڪ هو جو ته، مون جنهن گهر ۾ اکيون کوليون هيون ، ان ۾ اڳ ئي فن ۽ فنڪار موجود هئا. ساقي ۽ عبدالڪريم بلوچ منهنجا چاچا آهن ۽ منهنجي فني تربيت ۾ سندن ئي وڏو هٿ آهي. تن ڏينهن ۾ ساقي لاهور جي فلمن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو ۽ هر سال اسڪول جي موڪلن ۾ اڪثر مان به ساڻس گڏ لاهور هليو ويندو هئس ۽ اسٽوڊيوز ۾ گهمندو ڦرندو ڏسندو وتندو هئس. بي ايس سي ڪرڻ کان پوءِ جڏهن انجنيئرنگ ڪاليج ۾ منهنجي داخلا نه ٿي سگهي ته، پروڊڪشن سکڻ جي لاءِ مختلف فلمي هدايتڪارن سان طور چيف اسسٽنٽ ٿي ڪم ڪيم ۽ سکيم. ان وچ ۾ هدايتڪاري جي سکيا سان گڏ ايڊيٽنگ ۽ ڊبنگ ۽ ڪئميرا ٽيڪنڪ جو فن به سکندو رهيس. ٽي. وي ۽ لاءِ جڏهن ۱۹۷۳ع ۾ انٽرويو سڏايا ويا ته، مان بطور پراڊڪشن اسسٽنٽ چونڊجي ويس ۽ ان کان پوءِ ...

پهرين سڀ کان پهرين پروڊيوسر جي حيثيت ۾ اوهان ڪهڙا پروگرام ڪيا؟

* ۷۴ ۾ جڏهن باقاعده پروڊيوسر مقرر ٿيس ته، سڀ کان پهرين منهنجي قسمت جي ڪاتي ۾ جيڪو پروگرام آيو: اهو هو "روشن تارا". مزي جهڙي ڳالهه



فيض ٻگهيو، نور محمد لاشاري، هارون رند ۽ نسرين بلوچ

پڌايان ته بطور ڪمپيئر جي ٽي وي ۽ تي مهتاب چنا جو به اهو پهريون ئي پروگرام هو. مهتاب اڳتي هلي ڪيترو نالو ڪڍيو اهو اوهان سڀني جي اڳيان آهي. روشن تارا کان پوءِ مون ميوزڪ پروگرام به ڪيا ۽ اهڙي ريت هر قسم جا پروگرام ڪندو ڊرامي ڏانهن پهتو آهيان. شروعاتي دور جي ڊرامن منجهان ڊرامي "درد جا پڙلاءَ" کي پنهنجو يادگار ڊرامو سمجهندو آهيان. ان کان پوءِ ته ڊرامن جي هڪ ڊگهي فهرست آهي ...

* ڪڏهن پڻ تي هڪ هلائڻ جي شوق ۾ ته هدايتڪار نه ٿيا آهيو؟

نه لالا! اهڙي ڪا به ڳالهه ڪانهي ... هارون مرڪندي نيڙو جواب ڏئي جان ڇڏائي ويو.

توهان ڊرامي جي ذريعي سنڌ جي ماڻهن کي ڇا ڏيڻ ۽ چوڻ چاهيو؟

* ڊرامو تجريدي آرٽ وانگر ناهي هوندو، جيڪو ٻنا سوچ سمجهه جي ڪيو وڃي. ڊرامو دراصل ليکڪ جو خواب هوندو آهي ۽ اسين يعني هدايتڪار، اداڪار ۽ ٻيا ٽيڪنيشن گڏجي ان خواب کي تعبير ڏيندا آهيون ڊرامي ۾ سبجيڪٽ ميٽر اهم هوندو آهي. ۽ ڊرامو سيٽ تي آڻڻ کان اڳي هر هدايتڪار جي ذهن ۾ ڪونه ڪو ٽارگيٽ ضرور موجود هوندو آهي ۽ ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن مسئلي کي ضرور کنيو ويندو آهي.
جيتري قدر ٽي وي ڊرامي جو مسئلو آهي ته، ان ۾ مسئلي جي اپٽار سان گڏوگڏ ڏيندڙ کي تشريح به مهيا ڪري ڏيڻي پوندي آهي ۽ منهنجي سدائين اها ڪوشش رهندي آهي ته، انهن پنهي ڳالهين سان انصاف ڪريان.

* سيٽ تي ڊرامو آڻڻ کان اڳ ۽ پوءِ اوهان ڊرامي جي لاءِ پهرين ڪهڙين ڳالهين تي سوچيندا آهيو؟

* هر هدايتڪار جي ڪم ڪرڻ جي پنهنجي اسٽائيل هوندي آهي. ڪهاڻي هٿ ۾ اچڻ کان پوءِ جيڪو پهريون اهم مرحلو هر هدايتڪار جي سامهون هوندو آهي، اهو آهي ڊرامي جي ڪردارن لاءِ مناسب آرٽسٽن

جي چوڻ! جيڪڏهن ڪردارن جي چوڻ مناسب ٿيو وڃي ٿي ته، نه فقط هدايتڪار جي ڊرامي جي ڪلهن تان به گهڻو بوجهه گهٽ ٿي وڃي ٿو. مان هر ڪردار لاءِ مختلف آرٽسٽن کي سوچڻ ٿي سوچڻ ۾ فٽ ڪندو آهيان. ۽ گهري سوچ ويچار کان پوءِ ان کي ٿي چونڊيندو آهيان جيڪو پين چهڙن جي پيڙ ماڻ ابري ايندو آهي. ٽي وي اسڪرين جي ننڍڙي ۽ رنگين ڪائنات آهي. لانگ آرٽسٽن جي چهري ۽ سيٽ ڊزائن، انهن سڀني تي هڪ ئي وقت سوچڻو پوندو آهي. انهن سڀني جي ميلاپ ڪرڻ لاءِ وري ڪئميرا کي معجزو ڏيکارڻو پوندو آهي. مان ڇاڪاڻ ته ڪئميرا ٽرڪس جو فن سکيو آهي ان ڪري ڪئميرا مين مان گڏ منهنجو ذهن به هوندو آهي سو ذهني طور تي اهڙي مڪمل تياري ڪرڻ کان پوءِ ئي ڊرامي کي سيٽ تي کڻي ايندو آهيان.

* توهان کي ذاتي طور تي ڪهڙي قسم جا اسڪرپٽ متاثر ڪندا آهن؟

* شهري توڙي ڳوٺاڻي زندگي جي مختلف منجهيل مسئلن تي مون ساڳي شوق ۽ لگن سان ڊراما پيش ڪيا آهن. پر حقيقت هيءَ آهي ته، ڳوٺاڻي زندگي جي مسئلن کي اسڪرپٽ بنائي لکيل ڊراما مون کي وڌيڪ مزو ڏيندا آهن. مون تعداد جي لحاظ کان گهڻا ڊراما پهاڙي واري زندگيءَ بابت ٺاهي ڪيا آهن ۽ منهنجي ذاتي خواهش آهي ته، پهاڙي واري زندگيءَ جا جيڪي مونجهارا آهن، انهن کي با معني انداز ۾ سلجهائڻ لاءِ ڊرامي کي استعمال ڪريان. پر اهو سڀ ڪجهه اهڙي ريت جو ڊرامو، تفريح جي تفريح محسوس ٿئي ۽ ان سان گڏوگڏ ان مان ڪو مقصد به حاصل ٿئي.

* ڇا سبب آهي جو پڙهيل ڪيترن ئي سالن کان ڪي مخصوص ڏلا ٽي ويءَ لاءِ لکن ٿا! ڪي ليکڪ وري هدايتڪار جي اجائي سخائي ڪٽ وڍ جي سوران لکڻ ڇاهيندي به نٿا لکن. اوهان سڀني مسئلن لاءِ ڪهڙي راءِ رکو ٿا؟ ۽ نون ليکڪن کي ڊرامي لکڻ جي سکيا لاءِ اوهان ڇا ڪيو آهي!؟

* نه...... مان توهان سان متفق ناهيان. پڙهيل ڪجهه سالن ۾ نوان ليکڪ ته خود مون وٽان به ظاهر ٿيا آهن. طارق عالم، نورالهدى شاهه، محمود مغل، عبدالقادر جوڻيجو... ۽ هي اهي ليکڪ آهن جيڪي پنهنجي پر ۾ ادب جون معتبر شخصيتون آهن ۽ مون هلي ملي وڃي هنن کان ڊراما هي لکايا. مسئلو هي آهي ته اهي سڀ به بنيادي طور تي ناٽڪ نويس نه... افسانه نگار آهن. ڪٽ وڍ جو جيتري قدر سوال آهي ته، ٽيلي پلي جون ضرورتون بهرحال الڳ آهن. افسانه نگار وٽان جڏهن ڊرامو لکجي اچي ٿو ته، ٽيليويزن جي پاليسي ۽ هدايتڪار جي پسند کي نگاهه ۾ رکي پوءِ ئي ڊرامو قبول ڪرڻو پوندو آهي. ويزن رائٽنگ، ڏکيو ڪم ضرور آهي، پر جيڪي لکن پيا اهي ڪڏهن پاهران ڪونه سکي آيا آهن. هنن پنهنجي محنت ۽ لگن سان Pick ڪيو آهي. ۽ نون ليکڪن کي جيتري قدر ٽريننگ ڏيڻ جو مسئلو آهي ته، سيکاريندڙ ادارا پنهنجا وٽي سيکاريندا آهن ۽ هي ادارو ڇاڪاڻ ته، پنهنجا ڏئي ٿو، ان ڪري ٺهيل ٺڪيل ڪم گهري ٿو.

* ٽي ويءَ تي هر پروڊيوسر وٽ پنهنجو گروپ آهي. هڪ پروڊيوسر جا آرٽسٽ ٻئي پروڊيوسر وٽ ڪم نٿا ڪري سگهن. آرٽسٽن تي اها هڪ هٽي ڇا سنڌي ڊرامي لاءِ نقصان ڪار ثابت نه پئي ٿئي؟

ائين ناهي. هارون نهايت سنجيدگيءَ سان وراڻيو هو. ها! ادو ٺيڪ آهي ته هر پروڊيوسر وٽ ورڪس جو هڪ مخصوص گروپ هوندو آهي، پر اهو به محض آرٽسٽ جي ذهني ويجهڙائيءَ سبب ٿي سگهي هوندو آهي. ممڪن آهي ڪي پروڊيوسر ائين سوچيندا هجن ته، جن آرٽسٽن کي هو وڌيڪ سمجهي سگهن ٿا انهن کي ئي ڊرامي لاءِ بڪ ڪن. پر اسان وٽ سنڌي شعبي ۾ اهڙي ڪا به روايت موجود ڪونهي. هر پروڊيوسر پنهنجي خيال مطابق انهن آرٽسٽن کي بڪ ڪندو آهي جيڪي واقعي ڊرامي لاءِ فٽ هوندا آهن. مثال طور نور محمد لاشاري، زرينه بلوچ، سيما، محمود صديقي، اي. آر بلوچ وغيره اسان جي مڃيل آرٽسٽن مان آهن ۽ هر پروڊيوسر وٽ ساڳي طرح بنا ڪنهن امتياز ۽ گروپ بنديءَ جي ڪم ڪري رهيا آهن. ائين ته ڪردار سان انصاف به نه ٿي سگهندو، ته، هڪ ڪردار لاءِ ڪو آرٽسٽ موٽ ڪري ۾ ڇاڪاڻ ته اهو پروڊيوسر کي نٿو وڻي ان ڪري ڊرامي ۾ نٿو ڪم ڪري سگهي.. ته دلبر ائين ته خود اسان جي پراڊڪشن کي ڌڪ لڳڻ جو انديشو هوندو آهي ۽ تون پاڻ ٿي سوچ.. ڇا ڪو به پروڊيوسر ائين چاهيندو ته، سندس پراڊڪشن ڪمزور وڃي!

* اوهان جي مشهور ڊرامي "دنگيءَ منجهه درياهه" سيونخ سان ٽيون انعام کٽيو آهي. سنڌي ڊرامي جي لاءِ ظاهر آهي اهو

وڏو اعزاز آهي. هن ڊرامي جي سلسلي ۾ ڪو دلچسپ واقعو؟

* ها! هارون مرڪندي وراڻيو، هن ڊرامي جي سلسلي ۾ هڪ دلچسپ ۽ مزيدار ڳالهه ٻڌ!! علي بابا جو ڊراماٽي تشڪيل ڏنل ڊرامو ”گلن واري ڇوڪري“ پسند جي لحاظ کان ڏاڍو تڏو رهيو هو ۽ مقبوليت نه ماڻي سگهيو. علي بابا ان جي ردعمل ۾ چئلنج سمجهي هي ڊرامو لکيو، ۽ اسڪرپٽ ڏيندي چيائين... هاڻ وٺ! ”علي بابا وڏو ڊرامو به لکي سگهي ٿو...“ ڊرامي جي ڪاسٽنگ جو مرحلو آيو ته عليءَ مکيه ڪردارن لاءِ قربان جيلاني ۽ پروين اڪبر کي کڻڻ لاءِ سخت ضد ٻڌو، جڏهن ته، منهنجو موقف هو ته، اهي آرٽسٽ بيشڪ سٺا آهن ... پر صرف شهري زندگيءَ وارن ڊرامن لاءِ. موٽ ۾ علي سخت ڪاوڙيو ۽ مون کي ٿرڊ ڪلاس هدايتڪار جو لقب ڏنائين. بهرحال ڪاسٽنگ وري مون پنهنجي مرضيءَ سان ڪئي ۽ زرينه بلوچ ۽ نور محمد لاشاري هن ڊرامي ۾ ڪم ڪيو. سندن ڪم ڏسي پوءِ ساڳي علي بابا مون کي نه فقط ڪوڙ واڌايون ڏنيون، پر گهڻو خوش به ٿيو.





## ”پڇڙيءَ“

ڪنري ۾ اسٽيج ڪيل ڊرامي سوهڻ راءِ ڏياچ ۾ مشتاق چنگيزي ۽ سرور ڪماهه شرما





# اڻ وسرندڙ سفر

غلام علي شاهه — قسط - ٢

هندستان جي گاديءَ وارو شهر دهلي خوبصورتي ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي. راجڌاني کي ڏسي ائين محسوس ٿئي ٿو ته جڻ ماضيءَ ۾ هيءُ شهر گهڻو خوبصورت ۽ رونق وارو رهيو هوندو. اڄ جي دهلي ڪجهه نه مختلف آهي. هتي جون عمارتون، مسجدون، مندر خاص ڪري لعل قلعو ڏسي ماڻهو هڪ واري ته ماضيءَ ۾ گم ٿيو وڃي. ٻئي ڏينهن دوست کي چيم، ته هاڻ سفر جو ٿڪ لٿو آهي ۽ موسم به خوشگوار آهي. تنهنڪري هاڻ گهمڻ گهرجي.

اسين پهرين بادشاهي مسجد روانا ٿياسين جيڪا دريا گنج ۽ چانڊني محل جي ويجهو آهي. هي تمام وڏي ۽ خوبصورت مسجد آهي. سندس منارا ۽ اندريون حصو گهڻو وڏو ۽ وڻندڙ آهي. سندس منارا ايترا ته وڏا آهن جو مٿي چڙهي سڄي شهر جو نظارو ڪري سگهجي ٿو. مسجد ڳاڙهي رنگ جي پٿر جي ٺهيل آهي، جنهن جي چوڌاري هڪ وڏي مارڪيٽ آهي ۽ ساڄي پاسي کان هڪ بزرگ جي مزار آهي. لعل قلعو ڏٺوسين جتي اڪبري دربار ۽ راڳ رهاڻ لاءِ جدا جدا باره دريون ٺهيل آهن، وچ واري حصي ۾ هڪ هال آهي، جتي بادشاهه، سندس وزير ۽ ٻيا امير امراءَ راڳ ٻڌندا هئا. کاٻي پاسي کان راڻين جي لاءِ دريون ٺهيل آهن جتان اهي دربار جو ڏيک ڏسنديون ۽ راڳ ٻڌنديون هيون. حيرت جي اها ڳالهه آهي جو هيڏو وڏو هال هوندي به سڀني کي آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. اسان کي سڄو ڏينهن گهمندي گهمندي گذري ويو، پر تجسس وڌندو ويو. شام جو اڪثر گهمڻ لاءِ انڊيا گيٽ ۽ ڪناٽ پيلس ويندا هئاسين جيڪو تمام سهڻو ٺهيل آهي ۽ مٿس ۾ مارڪيٽ پکڙيل آهن. جتي هزارين ماڻهو ڏهاڙي گهمڻ ۽ شاپنگ ڪرڻ ايندا آهن.



اسان کي دهلي ۾ ٽي ڏينهن گهمندي گذري ويا ۽ چوٿين ڏينهن اسانجو پروگرام اتي جي تمام وڏي آڊيٽوريم ۾ هو. هي هندستان جي وڏن آڊيٽوريمن مان هڪ آهي، جنهنجو نالو "ماولنڪر هال" آهي. جيڪو وايو مارگ ۽ پارليامينٽ اسٽريٽ جي کاٻي پاسي کان آهي. هي پروگرام اتي جي مشهور ميوزڪ گروپ بوليٽ جي طرفان ٿي رهيو هو. جنهن ۾ اسان کي متعارف ڪرايو پئي ويو. اسين مقرر ٽائيم تي پهتاسين. هال تمام وڏو ۽ مڪمل ايئرڪنڊيشنڊ هو. هيٺ وڏي لائبريري هئي. ۽ ٻئي منزل تي هال هو. ڪارڊ ۾ پروگرام شروع ٿيڻ جو وقت رات جو اٺين وڳي هو. ڏسي حيراني ٿي جو ساڍي ستين وڳي کان سڀ ماڻهو اچي سيٽن تي ويهي رهيا هئا. ٺيڪ اٺين وڳي پروگرام شروع ٿيو. تاڙين جي گونج ۾



شري ڪرنيش شرما ڳاڙهي بلب جي روشني مان نمودار ٿيو. جنهن مهمانن جي آجيان ۽ اسان جو تعارف ڪرائيندي چيو ته ڏاڍي خوشي جي ڳالهه آهي، ته اڄ اسان جا مهمان جيڪي پاڪستان جا مڃيل ڪلاڪار آهن هن وقت موجود آهن. هال مان تاڙين جا آواز اچڻ لڳا. مان ۽ منهنجو ساٿي هڪ بي سرچ لائيٽ جي روشني مان ظاهر ٿياسين. هال سڄو مهمانن سان ڀريل هو ڪرنيش شرما اسان جي گهڻي تعريف ڪئي. ان کانپوءِ پروگرام جو خاص مهمان جناب امر جيت سنگهه ڪولي، اسان جي آجيان جا لفظ چيا. ۽ گهڻي محبت ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيائين ۽ اهڙي طرح پروگرام جي شروعات ٿي.

اسان کان سواءِ هن هال ۾ بوليٽ گروپ جا فنڪار به حصو وٺي رهيا هئا. جنهن ۾ شري واڪيشنات، ڳائڻي سنيل ملوترا، رينا، ريکا، مينهه ناڪي، ديپتي جي، وجي سنگهه ويد وغيره هئا. پروگرام جي شروعات مينهه ناڪي جي ڳائڻ سان ٿي. ۽ اهڙي طرح ساٿي فنڪارن کان پوءِ منهنجي لاءِ اعلان ٿيو. مان اسٽيج تي آيس ڪرنيش شرماءِ امر جيت سنگهه ڪولي منهنجي ڀرپور آجيان ڪئي. ۽ مان مائيڪ کڻي اڳتي وڌي ويس ڪجهه جديد آرڪيسٽرا هئي، جيڪا وڄائڻ ۾ پنهنجو مثال پاڻ هئي. مون هن پروگرام ۾ اردو گيت ۽ سنڌي ڪجهه گيت ڳايا. ان کان سواءِ هڪ پشتو ۽ پنجابي لوڪ گيت ڳائي سک سردارن کي مست ڪري ڇڏيم، ڇو جو اڌ کان وڌيڪ هال ۾ سک آڪهيون ويٺل هيون ۽ گهڻائي پنجابي ڳالهائڻ وارن جي هئي. ڪجهه سردارن هال ۾ وٺي هٿ لوڏي ڪنڌ ڌوڻي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو. پروگرام ۾ پرفارمنس سٺو رهيو.

پروگرام کان پوءِ جناب ڪرنيش شرماءِ طرفان دعوت هئي جنهن ڪري سڀئي فنڪار پنهنجا روپ، سندس رهائش گاهه ڏي روانا ٿياسين. جتي سندس والد ۽ والده اسان جو آدرڀاءُ ڪيو. ۽ رات دير تائين ڳالهين ٻولهين ۾ مصروف رهياسين!!

ساولنڪر هال واري پروگرام کان پوءِ ته پروگرامن جو وڪارو ٿي ويو. اهڙي طرح پروگرامن جو سلسلو وڌندو ويو. گهڻو ڪري اسين ٻوليٽ جي طرفان پروگرام ڪندا هئاسين. خانگي پروگرام به گهڻا ڪياسين جيڪي سٺا رهيا. ان کانپوءِ هڪ ٻيو سٺو ۽ يادگار فنڪشن جيڪو منسٽري آف انفارميشن گورنمينٽ آف انڊيا جي طرفان ٿيو، جتي اسين مهمان فنڪار جي حيثيت سان آيا هئاسين. هي پروگرام آتي جي وڏي هال شري رام سينٽر ۾ ٿيو. اسان لونز ڪلب جو پروگرام، شيرو هائوس ندلي هال ۾ ڪيوسين. هڪ اهڙوئي يادگار پروگرام نيشنل اسڪول آف ڊراما ۽ ميوزڪ جي طرفان شري رام سينٽر ۾ ڪيوسين. آتي جي مشهور شخصيتن جا پڻ پروگرام ڪياسين. هوٽل بنجاره، هوٽل ايمبيسڊر کان سواءِ اتي جي وڏن وڏن سرمائيدارن جا پروگرام، جهڙوڪ، موهن لعل ميڪن، شري ڪي. بي. گوئل شري سچديو، واني. بي ڏاڪر، جناب مشڪور حسين صديقي، ڊي. ڊي. شرما، خواجه صاحب، ۽ آخري ۽ يادگار پروگرام آتي جي نامور وڏي گورنمنٽ ايڪسپورٽر شمشير سنگهه جي رهائشگاهه تي ڪيوسين جيڪو به پنهنجو مثال پاڻ هو. ۽ سڄي رات هلندو رهيو.

انهيءَ کانپوءِ سنڌين جو پروگرام ٿيو. توڙي جو دهلي ۾ سنڌي ٿورا رهن ٿا. دهلي ۾ لاجپت نگر ۾ ١٠ هزارکن سنڌي رهن ٿا. انهن جو هڪ ڌار پاڙو آهي. آتي جي سنڌي ساهت طرفان دعوت ملي ته ڏاڍي خوشي ٿي. ۽ هڪ اهم شخصيت محترم سلمي دهلوي منهنجو تعارف ڪرايو. ۽ پوءِ لاجپت گهر ۾ ڪيئي سنڌي پروگرام ڪيم ۽ ڏاڍا گيت ڳايم. خاص ڪري

شاه سائين، سچل سرمست ۽ قلندر شهباز جي ڌمال، وڏڪ پسند ڪئي ويئي. هتي کان پوءِ اسان کي بمبئي وڃڻو هو. تنهنڪري پروگرامن ۾ ۽ دهلي گهمڻ ۾ مصروف رهياسين. دهلي ڇڏڻ تي دل نه پئي ڇيو ٻ بمبئي به وڃڻو هو.

بمبئي ۽ دهلي جي خاص جاين تي وياسين. جن ۾ ڪرناٽ پئلس، پاليڪا بازار، انڊيا گيٽ، حضرت نظام الدين خاص ڪري پرگستي ميدان، ڊالس ميوزم، نهرو سماڌي وغيره اهي ڏسڻ وٽان هيون. اهڙيطرح سان اسان دهلي کي رخصت ڪياسين.

ڪيئي خلوص ڀريا سالهو اسٽيشن تي ڇڏڻ آيا. ۽ آلين اکين سان سيني آيلن کي رخصت ڪيوسين. اهي اکين کان اوجهل ٿيڻ تائين هٿ هلائيندا رهيا ۽ ٽڪل قدمن سان پنهنجي سيٽ تي ويهي خيالن ۾ ڪم ٿي ويس.

(هلندڙ)



# سوال جواب

❋ روشن آرا ميمڻ - ڪوارٽر ٨ - ١٢ وحدت ڪالوني حيدرآباد

س: معاشرو انسان کي سڌاري ٿو يا انسان معاشري کي؟

ج: معاشرو ۽ انسان ٻئي هڪ ٻئي تي پنهنجا اثر ڇڏيندڙ آهن. معاشرو انسانن جو ئي جوڙيل آهي. پر جڏهن ان جي اندروني نڪرائن جي ڇڪتاڻ وڌندي آهي، تڏهن اهو بدلجندو آهي ۽ اهو عمل انسان کي پاڻ سان گڏ وٺي هلندو آهي.

❋ سڪندر علي ڪرڪيز بلوچ

ٻئي کي بي وس ڏسي خوش ڇو ٿيندا آهن؟

ج: پاڻ به بي وس هوندا آن ڪري.

❋ عبدالحميد ميمڻ ڳوٺ نودو پارڻ.

س: عورت مغرور ڇو ٿيندي آهي؟

ج: ماءُ ۽ ڀيڻ جي روپ ۾ عورت مغرور ناهي هوندي. زال هوندي ڇوڪري هوندي ڪلاڪ مرڪي هوندي اٿس. هاڻي پڙهيو غور اوهان کي ڪٿي ڏسڻ ۾ آيو!

ج: دانود ٻوڻ

❋ محمد صالح شر - نوابشاهه

س: سنڌي اديب ستو وڪاڻو مال ڇو آهي ۽ وجوديت پرستيءَ جو قائل ڇو آهي؟

ج: سنڌي اديب جي وڪاڻو مال هئڻ واري ڳالهه غلط ۽ اديبن جي سخت بي قدري آهي. سنڌي اديب هميشه سچائي، ضمير ۽ قومي خيرخواهيءَ جي واٽ ورتي آهي. اڄ جيڪا ماڻهن ۾ سجاڳي آهي ان ۾ سنڌي اديب جو بنيادي هٿ آهي. وجوديت پرستي، فلسفي جو هڪ لاڙو آهي، ان سان اختلاف ڪرڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي ... پر ڪارڳند ڪرڻ جو نه.

هن ڀيري انعامي سوال موڪليندڙن کي انعامي ڪتاب ڏيڻ جي آڇ محترم تاجل بيوس ڪئي آهي. پهرين ۽ ٻئي نمبر کي ٻه ڪتاب جن ۾ هڪ شاعريءَ جو مجموعو "جڏهن پون ٿا ٻئي" ۽ هڪ ٻيو ڪتاب ۽ مئگزين جو پرچو ۽ ٽئين نمبر کي ايندڙ مئگزين جو پرچو ڏنو ويندو. انعام کٽڻ وارن ۾ هن ڀيري پهرين نمبر روشن آرا ميمڻ، ٻئي نمبر سعيد احمد ڀٽي ۽ ٽئين نمبر ساگر ڏهراج کي قرار ڏنو ويو آهي. ايندڙ سوال لاءِ ڪوپن مئگزين سان گڏ ڪٽنگ جي صورت ۾ آهي.

ٺٽون ڪوٽ ضلعو ٿرپارڪر

س: عملي عقل ۽ خاص عقل ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ ۽ ارادي جي قوت ڪيئن پيدا ٿئي ٿي؟

ج: "خاص عقل" جنهن اصطلاح ۾ اوهان پڇيو آهي، اهو ڪنهن ٻاهي ۾ استعمال ٿيڻ وارو ۽ پڙهيل عقل آهي، جڏهن ته عملي عقل اهو آهي جيڪو عام معاملن تي لاڳو ٿئي ٿو. باقي ارادي جي قوت جو مدار مقصد جي سچائي ۾ ايمان، ۽ مقصد کي سمجهڻ جي سطح تي آهن.

❋ انجم بلوچ، ناز بلوچ سکر

س: گمنام صاحب ماڻهو

❋ محمد رحيم ميربحر - ڇتو چند

س: ماڻهو ٻئي جي خوشيءَ ڇو برداشت نه ڪري سگهندو آهي!

ج: خوشيءَ تي هڪ هئي نه هئڻ گهرجي، ان ڪري.

❋ محمد عالم سومرو ڪراچي

س: دنيا جون ٻيون قومون ترقي ڏانهن وڌن پيون پر اسان جي قوم پٺتي پيل آهي ڇا ڪارڻ آهي؟

ج: قومون سڀ اڳتي وڌڻ جي عمل ۾ آهن. ڪجهڙيون اڳيان پيون پوءِ.

❋ رجب علي گهانگهرو شڪارپور

س: شڪارپور شهر ڪنهن پڏايو هو؟

❋ ذوالفقار علي "ناصر" ماريو باڊهه

س: قوم، سنڌي ادب کي پنهنجي بقاءَ جو ڪارڻ سمجهي ٿي، پر سنڌي اديب کي ڇو نه؟

ج: عوام جو پنجاهي سيڪڙو اڻ پڙهيل آهي انڪري اديب ۽ عوام جي وچ ۾ وٿي آهي... ۽ اهڙي وٿي غلطفهمي به پيدا ڪري سگهي ٿي.

❋ محرم علي سومرو- خانپور

س: ڪهڙي محبت جي پڄاڻي نفرت سان ٿيندي آهي؟

ج: هڪبئي کي سمجهڻ کان سواءِ محبت ڪبي ته ائين ٿي ٿيندو.

❋ برج لعل جيسراڻي- قمبر
س: ٻڌو، ماڻهو جو محتاج ٿي پيو آهي ته شڪاري ٿي پوندو. ڇا اهو صحيح آهي؟
ج: محتاج نه هجي، ته شڪاري ڇو ٿئي.

❋ سيد شاهه محمد شاهه جيلاني حيدرآباد.
س: هر ڪا قوم اتحاد ڪرڻ لڳي ته ڇا ٿيندو؟
ج: ٻڇڻ نه گهرجي، شاهه صاحب.

❋ غلام رسول "قربان" مقصودو رند
سوال: ڪالونيل ڪورينسڙي جي اهڙي جبر والڪر آهي جنهن ۾ مڪ قاسي جي ۾ ڏٺو ويو، ڇا اهو سچ آهي؟
ج: قانون ڪنهن ڏاهيو آهي ۽ ڇو؟ اڳ ۾ اهو ڏسڻو هوندو.

❋ لونگ شيخ- رومڙي
س: اسر جليل جي اها ڳالهه سچ آهي ته سنڌي سست قومن جا ورلڊ چئمپئن آهن؟
ج: اسر جليل پرکي ڪيو هوندو.

❋ "پارس" پرويز احمد شر ڳوٺ رسول پور
س: مظلوم جي صبر جي ماپ ڪهڙي شيءِ کي چئجي؟
ج: ظالم جي خلاف داستان لکڻ واري قلم جي مس.

❋ وزير علي "شاد" منگسي ڳوٺ ڏاڏي
س: جڏهن گهر جو ڪتو خراب نه هجي، ته ڇا پوءِ به چور چوري ڪري ويندا؟
ج: پاڻ آزمائش ڪري ڏسو، پين کان پڇڻ جو ڇا ڪرايو.

❋ نظر علي ناز ڳوٺ واسو ڪلهوڙو.
س: قومون غلام ڪڏهن ليکبيون آهن؟
ج: جڏهن ترقي ڪري سگهڻ قومن جي پنهنجي وس ۾ نه

رهندو آهي.

❋ ارباب "عزم" قمبراڻي - سانگهڙ
س: شروعاتي زماني ۾ انسان غارن ۾ رهندو هو پراڻ ٻنگلن، جهوپڙن ۽ فوٽ پاٿن تي ڇو؟
ج: جهوپڙن ۽ فوٽ پاٿ وارن کي به دم ڀڻڻ ڏيو، اڳتي هو ٻنگلا پيڙا ڏيندا.

❋ محمد الياس ابڙو- شهدادپور
س: اقتصادي حالتون ٺيڪ هجن ته پوءِ ڇا معاشرو سڌري پوندو؟
ج: او ادا انهن، ڪالهه ئي پلو ڪريو.

❋ ممتاز علي سومرو- ڏارو شاهه
س: سنڌ جي پهرين غدار جو نالو ڇا هو؟
ج: ان جي لسٽ ڪمال ڪئي اٿئو ڇا؟

❋ چام حاجي خان چاچڙ - ڪنڌڪوٽ
س: دنيا، جهان وارن لاءِ قائم ڪئي وئي آهي يا دين وارن لاءِ؟
ج: اوهان لاءِ قائم ڪئي وئي آهي، توهان ڪهڙن مان آهيو؟

❋ نارائڻ داس سنڌاڻي- غوث پور
س: جنت ۽ جهنم ۾ ڪيترو فاصلو آهي؟
ج: ديوان صاحب اوهان جو ڇا ويو، اوهان ته نرڳ ۽ سرڳ جي ڳالهه ڪريو.

❋ امتياز عالم سمون - دڙو
س: سرمائيت جو خاتمو ڪڏهن ٿيندو؟
ج: ڪڙ ڪهڙي آهي، اها محسوس ته ٿيڻ ڏيو.

❋ عبدالرشيد- محمد سومر منگي رتوديرو
س: توهان سوال جواب جو هي سلسلو ڇو شروع ڪيو آهي؟
ج: توهان ڪيئن ٿا سمجهو، ڪٿي چڪ پاتو آ نه!

❋ ابن ايس ذيڙو ڳوٺ پاڻيو خان ذيڙو
س: انسان جو قدر ڏينهن جي دال سان ڇو ڳنڍيو ويو؟
ج: انسان کي مارڪيٽ گهٽ ريٽ آهي ان ڪري.

❋ رضوان احمد سومرو - جوهي
س: گهٽو ڪري سنڌين کي جاهل ڇو چيو ويندو آهي؟
ج: نيت ميري آهن پيو ڪجهه ناهي.

❋ عزيزالله جلباڻي- پريا شهر
س: اڄ ڪلهه نوڪري سواءِ سفارش ۽ رشوت جي ڇو نٿي ملي؟
ج: سڀني ڪم جو پيڙو پوڙڻ لاءِ رشوت ۽ سفارش مجرب نسخا آهن، ۽ انهن تي عمل ٿئي پيو. اهليت ۽ ايمانداري اهڙي ماحول ۾ اوپريون شيون آهن، پوءِ انهن نوڪري ڪٿان ملندي!

❋ عبدالحليم مهر- سکر
س: هڪ انڌي، گونگي ۽ ٻوڙي عورت کي ڪيئن پتا پئجي ته هن جو مڙس مري ويو آهي؟
ج: اهو مڙس مري ته حق تي آهي، باقي ماڻي جي ٻنڌ ۽ چوڙيون لاهي پتا پئبس. ڪرب ڪري ڳجهارتون نه پڇائيندا ڪريو.

❋ محمد اڪرم مشوري- ٽنڊو آدم
س: جيڪڏهن دل گهريو پرديس وڃي ۽ خط به نه لکي ته پوءِ ڇا ڪجي؟
ج: سنڌس رهيل ساڻس وٽ اهڙي شڪايت ڪجي، باقي بندوبست پاڻهي ٿي ويندو.

❋ سعيد احمد پٽي- ڳوٺ حمزو پٽي وايا نصيرآباد
س: مٿين طبقي وارا سنڌي ماڻهو، سنڌي تهذيب ۽ ثقافت کان پري ڇو ٿي رهيا آهن؟
ج: سنڌي ثقافت، مسڪين

مالھن جسي ثقافت آھي؟

❋ عبدالقيوم انجم- ميرپورخاص

س: دنيا ۾ جيڪو ڪجھ ٿي رھيو آھي، ڇا اھا قيامت جي نشاني آھي؟

ج: جو ٿيڻو آھي، ان کان ڊڄو ٿا ڇا؟

❋ قاضي جميل احمد جوڻيجو- ڏوڪري

س: جهاد بابت شرعي حڪم ڪھڙو آھي، ۽ فلسطيني سرعام ڪٺا ٿي رھيا آھن، ته اسرائيل خلاف جهاد ڇو نه ٿو ڪيو وڃي؟

ج: ڪئي ڪانڌ وارا مجنون مجبور آھن.

❋ ساگر ڏھراج- ٽنڊوآدم

س: شاھ، سچل ۽ سامي جھڙا بزرگ ھن دؤر ۾ ڇو نه ٿا ٿين؟

ج: سا ڳيا ھنڌ ھاڻ جا ڇھن ھا!



مجسمي جي تصوير- جيڪو رضوان ٺاھيو

جا سانڍيارِي سڀ ڪيرون لهڻن. پــي پــري ڪــجهه رايا موڪليندس.

تاجل بيوس
ڪراچي

# اوهانجا خط

✱ هلال منگزين ماه نومبر ۱۹۸۲ع وارو پرچو ڪهڻي ڀاڱي سٺورو پڙهيم. (۱) تاريــخ مان سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر (۲) ادب مان محـــمد خان سيال ۽ الطاف احمد جون لکڻيون ۽ (۳) سائنس مان مولوي نـــور محمد سنڌيءَ جون مضمون ارتقائـــي نظريو ۽ چارلس ڊارون ڏاڍو وڻيا. هن مضمون ۾ ڊارون جا هي رايا ته انسان ۽ باندر ڪنــهن هڪ ني ڏاڏي جو اولاد آهن، آڪسفورڊ جي بشپ جا ڊارون ۽ هڪسلي تي چوٽ چنبڙ چــي: ڊارون ۽ هڪسلي جي الائــي ڪهڙي ناني ڏاڏي وچيو تي لنگور مان ملي، مشهور شاعر لڪريشن جي ڪوجنا، ته سڀ ساهه وارا ڪنهن به مدد جي سهــاري کان سواءِ پيدا ٿيا آهن، خــلا ۾ بيڪٽريا [حياتيءَ جا ننڍڙا ذرڙا] جــو اڄ به موجود هئڻ وغيره ڪوڙهي مطالعي ۽ عالمي تحقيقات لائق آهن. ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته هي موضوع بلڪل پرائــو ٿي چڪو آهي پر ان هونـــدي به مون کي ضـــرورت محسوس ٿي رهـــي آهي ته نئين نسل جا سائنسدان، مفڪر، ليکڪ، محقق شاعر ۽ اديب ـ سائنس، ايجادن ۽ وقت جي تقاضائن کي سامهون رکي ڪجهه لکن.

نازش سمون جـــو مضـــمون مختصر پر جامع لڳــو. شاعر جو حساس طبيعت هئڻ، سندس معصوم ۽ خوبصورت تخليقون عورت جو هن ڌرتيءَ تي سونهن ۽ تخليق جو وڏ ۾ وڏ شهڪار هئــڻ وارا سندس رايا ۽ نظريا پڌرائــن ٿا ته ليکڪا شاهه واريءَ عورت کي ڪهڻي ڀاڱي سمجهيو ۽ ڄاتــو آهي. سنڌونشي ها جيڪڏهن ليکڪا شاهه واريءَ عورت جي ڪردار ۽ مرد جـــي ڪردار وچ ۾ ڀيٽ ڪري، پڌرائـــيءَ واري عـــورت کي دنيا جي عورتــن کان بنهه نڪيڙي الڳ ڏيکاري ها.

خوشي ٿي ٿئي جو هن ڌرتي جون ڪوڙ سنڌياڻيون روايتن جي زنجيرن کي ٽوڙي رهن ۽ فتوٰي ڦهلاءَ خلاف پيون لکن.

شاعريءَ ۾ عرفان مهـــدي، مخفي، آثم ۽ ظفر جاني سٺا هان نظر آيا. ڪيــچند شرما جي شعر ۾ "لاڪون" لفظ پڙهـــي ويوان ٿتال ٿي ويون. الطاف شيخ جي سفرنامي ۾ سندس اچـــي ٽوپيءَ واري فوٽوءَ سان گڏ به اصطلاح ـ "مردن کان پنڌ ۽ عورتــن کان جنـــب هليا وڃن" وڻيا.

مجموعي طور هلال منگزين ۾ چونڊ تخليقون ڪهڻن رسالن کان ڪوءِ کڻي ويون آهن. هلال

✱ تازو نومبر مهينـــي جو پرچو نظر مان گذريو. سرورق جي تصوير ڏاڍي سٺي رنگ ۽ ڍنگ سان ڏني وئي آهي.

"سڪندر جو ســنڌ ڏانهن سفر" سلسليوار قسط جـو ٻيون حصو پڙهيم پسند آيو.

"اڪبر جـــي درٻار ۾ ٻن سيوهاڻين جو سڪـــو" مضمون مختصر لڳو. "اڳي اڻن هيامر" ليکڪ جي سٺي ڪوشش آهي. ۽ گهڻـــو ڪجهه ويچارڻ تـــي مجبور پيو ڪري ۽ ڪلهه، اڄ، سڀاڻي جو تڪو اولڙو پيو پسائي. صفحي ۱۲ تي "انٽرويـــو" ڏاڍو پسند آيو. سٺن سوالـــن جا سٺا ۽ دلچسپ جواب ميـــڊم حميده کهڙو جا پـــسند آيا ــ هيءَ سٺي ڪوشش آهي. علـــي بابا جو سلسليوار ڪالم "هڪ ڏينهن ڏاڍو ڪلايو، ڪهاڻي (ڪيدي) عنوان جـــي لحاظ کان تمام جهوني آهي. ڪهاڻيءَ ۾ جيڪو ڪجهه لکيو ويو آهي ٺيڪ آهي ۽ تاثراتي رنگ سان ڀرپور هـــن ڪهاڻي سان گڏ "گلشن چنا" جي ڪهاڻي "ڪوريئڙي جو ڄار" به سٺي هئي.

الطاف شيخ جـو سفرنامو ۽ محمد خان جو سيال جـو سفرنامو "ڳالهيون آمريڪا جون" ڏاڍا وڻيا. "رومانيت" جو ترجـــمو ڪيل مضمون ڏاڍو وڻيو. شمس سومري جو مضمون "اخبار جي لغت" پسند آيو. ليکڪ جي سٺي ۽ ساراهڻ جوڳي ڳالهه آهي.

شيخ حفيظ تي سليم چنا جو

مضمون پسند آيو. استاد بخاريءَ جو گيت ڏي ڏاڍا ... ڪي ڏي خاڪي جوبو جي واني شاعريءَ جي حصي ۾ سونهن پريو چٽ جهلايو آهي.

گلن جهڙا پارڙا، "سگهڙين سٽ" قلم ۽ پيو گهٽو ڪجهه مئگزين ۾ پڙهيو، پسند آيو.

**وزير منگي**
**جگت آباد، دادو.**

* هلال مئگزين پڙهندو آهيان هر دفعي پڙهي بوءِ راءِ ڏيڻ چاهيندو آهيان پر "ڪٿيندو ساني جا ڪوريءَ جي من ۾" سوچي راءِ ڪونه موڪليان. پر هن دفعي نومبر وارو پرچي لاءِ همت ساري اٿم.

— اوهان ڪڏهن تاريخ جي ڪتابن جا ڪجهه چونڊ ورق جيڪي جو تيئن ڇپيو ٿيا پر تاريخ کي جديد ۽ سائنٽيفڪ ڍنگ ڇاڻ ۽ تجزئي سان ڇاپيو. نه ته جيڪو ڪجهه انهن تاريخن ۾ آهي ۽ اوهين ڇپيو پيا اها حڪمران طبقي جي تاريخ آهي عوام جي ناهي. اوهان اهو سوچي تاريخ جا صفحا ڇاپيندا آهيو ته تاريخ ساڻهو کي گهٽو ڪجهه سڪاري ٿي پر اها تاريخ ۽ ان سان ڪنيل ڏڪرا جيڪي اوهان ڇپيو ٿا انهيءَ لاءِ اوهان ٿڌي دل سان سوچيندا ته اوهان به هينري ڪوسيگر جي لفظن سان متفق ڏيندو ته "انصاف پسنديءَ جي تقاضا آهي ته اسان اعتراف ڪريون ته اها تاريخ اهو سڀ ڪجهه سيکاري ٿي جيڪو تاريخ نويس يا انهن جي پٺيان ته برسر اقتدار ساڻهو سيکارڻ چاهين ٿا."

فضل احمد ٻهڻي جو اڳي انهن هواس ۾ سٺا ڏڪرا ڏنا اٿو اسانجا ڪيترا سڌي پنهنجي ڊڪيل ويچهي ماضي جي هلڪڙي جهلڪ پسي وڃن ڏ ۽ ڪيترين ڳالهين کان واقف ٿين ٿا.

ايڪيهين صفحي تي اوهان حميده کهڙو جو ورتل انٽرويو ڇپيو آهي. ڪنهن شخصيت کي کولي پڌرو ڪري پڙهندڙ آڏو آڻڻ لاءِ انٽرويو هڪ بهترين وسيلو آهي. هن انٽرويو ۾ وزنائتا ۽ سهڻا سوال پڇيا ويا آهن.

علي بابا جو ڪالم تمام وڻندڙ آهي اهو بند نه ڪجو.

ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي "گيدي" مان ڌرتي جي خوشبو ۽ مهڪ محسوس ٿي، سچ پچ ڪهاڻي پڙهي مانءِ ڏري پيو. ابراهيم خشڪ ڏوري وقت ۾ پنهنجا تمام گهڻا پڙهندڙ پيدا ڪيا آهن سندس هي ڪهاڻي به سٺين سنڌي ڪهاڻين مان هڪ آهي.

گلشن چنا جي ڪهاڻي ڪرپنڙي بو چار ڪه ٿي بدران هڪ تاثر آهي.

محمد خان سيال جون لکيل "آسيريڪا جون ڳالهيون" هڪ ڪري چوڻ لاءِ اوهان جي مهربانيءَ سان مزو اچي ويو.

الطاف احمد، شمس سومرو، ساير چنا جون لکيون وقتائتيون وڻندڙ ۽ چاڻ ڏيندڙ لڳيون.

جيڪڏهن مولوي نور محمد سنڌي جي مضمون "ارتقائي نظريو ۽ چارلس ڊارون" جي واڪاڻ نه ڪبي ته پڙهندڙ جي حيثيت سان پاڻ کي احسان فراموش سمجهندس.

گلن جهڙا پارڙا پلي ڏنو پر ڪجهه وڌن ٿا گردن جا صفحا ڏيو جنهن ۾ يونيورسٽين ڪاليجن ۾ ادبي سرگرمين انٽرويوئن ۽ سروي وغيره جا سلسلا ڏيو ته سٺو آ. سگهڙين سٽ ۾ خديجه سوز جو شعر واهه جو آهي پر مختيار گهمرو جي واني بيواجٽ وڃائي ڇڏيا آهن. سنڌي فنڪارن جو البم به ڏيو ته مهرباني، جو ڪن لکڻ ڇڏي ڏنو آهي ته پرواه نه آهي ڪنهن وسيلي پڙهندڙ سندن سنهن ته ڏسندا رهن.

غلام علي شاد جو سفر به عام ۽ سٺي انداز ۾ لکيل آهي ان ڪري وڻي پيو.

"سوال جواب" ڏاڍي معني رکندڙ، علم ۽ چاڻ پکيڙيندڙ سلسلو شروع ڪيو اٿو جيڪو به انهن سوالن جا جواب ڏني ٿو، اهو واقعي علم ۾ استاد جي مرتبي ۽ اوتري عزت جي لائق آهي. انهيءَ سلسلي لاءِ سان فقط هڪ صلاح ڏيندس ته سٺا سوال موڪليندڙن کي انعام طور هلال مئگزين پرچي جون ڪ پيون موڪليو ته هو پلي پنهنجي دوستن کي سوکڙي طور ورهائي ڏئي ۽ اهي به پڙهن ته سندن دوست کي انعام سليو آ. ۽ ايندڙ پرچي ۾ انعام کٽندڙن جا فوٽو ۽ انهن جو ساڳيو سوال ۽ ان جو جواب فوٽي سان گڏ ڇپيو.

ڪجهه صفحا ريڊيو، فلم ۽ ٽي وي لاءِ مخصوص ڪريو. ان ۾ خاص ڪري ٽي وي جي پروگرامن تي تبصرا ۽ تنقيدون هجن ته اهي پڙهندڙن جي دلچسپي وڌائيندڙيون خاص ڪري جيڪڏهن اهي تبصرا ڪنهن سٺي تنقيد ڪندڙ کان لکرايا ويا هجن ته.

آخر ۾ هڪ راءِ اها به ڏيندس ته مئگزين جي ليکڪن جو مئگزين جي آخري صفحي تي تعارف، فوٽو، رهڻ جو هنڌ وغيره ۽ ائڊريس ڏيو ته سٺو آهي. ۽ پروف جي چڪن طرف ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. واڪا ڪرڻ سون وس پڌڻ ڪم پروچ جو.

### محسن شاهه بخاري

حيدرآباد

* "هلال ميگزين" مستقل پڙهڻ جي تہ پنهنجي فطرت ۾ شامل آهي. ۽ اهو ان ڳالهہ جو واضح ثبوت آهي تہ پنهنجي جانبداري سڳهاري ادب ڪانسواءِ ٻيو ڪنهن سان بہ ناهي. باقي هڪڙي ڳالهہ تہ هلال ميگزين جي پراڻي روپ ۽ نئين روپ ۾ تمام گهڻو فرق آهي. هفتيوار هلال ميگزين جي ڳالهہ ئي پنهنجي هئي. ۽ ٻڻ نرالي. ان هوندي بہ ماهوار هلال ميگزين جي سماجي ۽ ادبي ڪارج کي رد نٿو ڪري سگهجي. هتي هڪڙي صلاح ڏيندس تہ "انٽرنيشنل راؤنڊ اپ" وري پيهر شروع ڪيو تہ جيڪر ڏاڍو سٺو. باقي ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ وڏاءُ ڪونہ ٿيندو تہ هلال پاڪستان پنهنجي وس آهر جيڪا ادب جي واڌاري لاءِ جاکوڙ ڪري ٿي. تنهن کان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهي.

### سرمد ابڙو

شڪارپور

*"هلال مئگزين" جو شمارو پڙهڻ جو موقعو مليو. ميگزين جو معيار سٺو رکيو اٿو. منجهہ حميده کهڙو جو انٽرويو ۽ سوالن جا جواب ڪجهہ منجهيل هئا ۽ مختصر ٻڻ. انهن جوابن جي وڌيڪ وضاحت جي ضرورت هئي. ڳالهہ پولهہ جو اهو سلسلو جاري رکڻ جي ضرورت آهي جنهن ۾ سنڌ جي دانشورن ۽ اديبن جا انٽرويو ڏيندا رهندا تہ اهو سلسلو ڪارائتو ثابت ٿيندو. علي بابا جي "هڪ ڏينهن" ۾ سنڌي فنڪارن ۽ اديبن سان جنهن ناانصافي جو ذڪر آهي سا حقيقت آهي، اها اسان جي بدقسمتي آهي جو پنهنجن دانشورن، اديبن ۽ فنڪارن جو قدر نٿا ڪريون. ٻر بنيادي سبب اسان جي شعور ۽ سمجهہ جي گهٽتائي آهي. شاعري جو حصو بہ سٺو هيو. مجموعي طور تي سٺو هيو. هڪ تجويز ڏيندس تہ هر شماري ۾ بين الاقوامي حصو بہ ضرور ڏيوجنهن ۾ دنيا ۾ ايندڙ چرپر ۽ تبديلين کان واقف ڪرائيندا رهو.

### عاشق منصور سنڌي

لاڙڪاڻو

* سنڌي ادب جي خدمت ڪرڻ نہ رڳو فرض ادائي آهي پر ساڳئي وقت عبادت ۾ شامل آهي، ۽ ان ڪم ۾ ظاهر آهي تہ ٿوري گهڻي آزمائش تہ ٿئي ايندي پر پوءِ بہ حق جو پيڙو ترندو آهي. "هلال پاڪستان" ميگزين جو هر شمارو باقاعدگيءَ سان پڙهندو پيو اچان. هن مهل تائين هڪ تجزئي موجب ميگزين جيڪا ڪاميابي حاصل ڪئي آهي، انهيءَ تہ سچ پچ سرهو ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن هڪ گهر جا ٽي ڀاتي مختلف ڪمن سان ٻاهر نڪرن ٿا ۽ جڏهن واپس ورن ٿا تہ ذهني جي هٿن ۾ هلال ميگزين آهي خدا ڪري اها بہ ڪاميابي جون سيئي منزلون طئہ ڪري ۽ پنهنجو معيار برقرار رکندو اچي.

### مشتاق ميمڻ دالي

لطيف-١٩٩٥، مهراڻ يونيورسٽي، ڄامشورو.

* هلال ميگزين جو هر پرچو پڙهندڙ آهيان پهريائين سان هڪ ٻي ميگزين، پڙهندڙ هوس پر جڏهن کان توهان هلال ميگزين ڪڍيو آهي تہ هلال ميگزين پڙهان ٿو. هن ڀيري يعني نومبر جو پرچو پڙهيم. جيڪو مون کي ڏاڍو پسند آيو خاص ڪري تاريخ سان سنڌ تي سڪندر جي ڪاهہ، اڪبر جي دربار ۾ صوفين جو سڪو ۽ حميده کهڙو جو انٽرويو ڪافي پسند آيا ۽ ڪهاڻيون ڪيڏي، ڪوربنڙي جو چار، ۽ خدا ڏي خط نئين سٺيون ڪهاڻيون هيون. ۽ الطاف شيخ جو سفرنامو پڻ وڻيو. شاعري ۾ بہ سڀني ڀاڱن سلهاڻيو خاص ڪري شفيع محمد مخفي، کيمچند شرما، عبدالمبين بناني، عبدالستار سوجي ۽ خاڪي جويو- پيارن جي سلسلي ۾ دعوت الدوري آس سائنس جي دنيا، ستان ڪليا آهيو، تون ڪلندو رهہ، پيارو پاڪ، اميدن جي سهاري، لاٽ، سڪهڙين سڀ ۾ صورت شاهہ جي نظر ۾، سون ۾ آهين تون، اهما ڪوجهين جا ۽ خديجہ سوز جي شاعري ۽ تاثر آزاد قيدبالي، ۽ ماني پاڳيءَ سان ڳالهہ ٻولهہ اوهانجا خط ۽ پيا سلسلا بہ سٺا آهن. هلال ميگزين ٿوري ئي وقت اندر ڪافي ترقي ڪري چڪو آهي.

منهنجي بہ هڪ تجويز: جيئن هي رسالو سٺو ۽ معياري آهي ۽ سنڌ جي پهراڙين ۾ بہ ڪافي ڪاميابي حاصل ڪري چڪو آهي، تہ پوءِ، شاهہ عبداللطيف، کي جو نظر انداز ڪيو ويو آهي.

مهرباني ڪري شاهہ جي شاعريءَ لاءِ ڪجهہ صفحا ڏنا وڃن.

### جي. ايم. سنڌي

سکرنڊ

❁ سنڌي ڪتاب جي ماهوار خبر موجودگيءَ جي جاءِ ڪنهن حدتائين هلال پاڪستان پاران نڪرندڙ هلال مئگزين والاري ورتي آهي. ۽ اها حقيقت آهي جنهن کان ڪو ڇڙو ئي

لنوائــي سگهي ٿــو. هـلال مئگزين پنهنجو هڪ پڙهندڙن جو حلقو پيدا ڪيو آهي پر اڃا تائين ان کي لکڻ جي معاملي ۾ سرموڙ اڪندڙن جو ساٿ نظر نٿو اچي، اميد اٿم ته اهو اڳتي هلي حاصل ٿي ويندو ڇو ته هر Process ۾ اٿين ٿيو آهــي ۽ هي ڪا نئين ڳالهه ناهــي جو ان کي ڀني ۽ ساڏو اچلاني جيئن جو نئين چــڏي ڏيــون. مئگزين کي ان وقت کــان وٺي پڙهندو پيو اچان جڏهــن کان ڪان اخبار سان گڏ اُن صفحــن ۾ ايندي هئي ۽ ان وقت هڪ تجزيو ڪندي خط لکيو هيم.

هنيئر ته ڪجهه ڳالهيون مئگزين ۾ ڏٺم ته دل رهي ڪونه ٿــي، ڇو ته جيستائين اسان هن کــي پنهنجــو نــه سمجهنداسيــن تيستائين من کي رهنڊ ٿي نــه ايندي ۽ ڪجهه ڳالهيون اوهان کي عرض رکي رهيو آهيــان ۽ پڪ اٿم ته انکي هيٺيــن سان هنڊائيندؤ.

١- تازي مئگزين سون سڄي ذرو ذرو ڪري پڙهي آهي ۽ ان ۾ مڙوني مواد ساناٺو پڙهيــو اٿم ان لاءِ جس لهڻي سڄي ٽيم ڪيندڙن ۽ اڪندڙن جي. توهان هن پرچي ۾ هڪ پاهرين ڪهاڻي ڏني آهي جنهنجو سنڌيڪــار "چام وقار حسين قادري" آهي. ڪهاڻي جو سرو آهــي "خدا ڏي خــط" پهرين ڳالهه اصــل "WRITER" جــو نالو ڏنل ڪونهي. ڪــڏن ورتــي ويئي آهي اهــو به چاتايل ڪونهي. واضح ڪندو هلان ته اها ڪهاڻي ڪافي عرصو ٿيندو الطاف شيخ (سفرنامن وارو) جــي ترجمي ڪــندڙ جــي حيثيت سان "سوجهري" ۾ ڇپجي چڪي آهي ۽ ساڳي ئي ڪهاڻي الطاف شيخ پنهنجي ڪتاب "خدا ڏي خط" ۾ ڏنو آهي. توهان کــي ڪهڙ ۾ ڪهڙ ايترو ڍلو ٿيڻ نه گهرجي.

(٢) پروف جــي غلطين تــي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي.

٣- اسان وٽ هڪ لاڙو اچي ويو آهي جو پنهنجي ئي مضمون يا مقالــي ۾ پنهنجي ئي ڪتاب جو حوالــو ڏيندا آهيون ۽ اهــو هڪ مخصوص قسم جي ماڻهن ۾ گهڻو سرايت ڪيل نظر ٿو اچي. اهڙو ئــي هڪ مضمون تــاريخ واري حصي ۾ اوهان ڇپيو آهي.

اها ڳالهه سونهي نه ٿي. باقي پيا مضمون ۽ شاعري، ڪهاڻيون تصديق جوڳيون آهــن. ڪتاب جــو مهيني کان اڳ اچڻ سٺو سٺوڻ آهي. پڪ اٿــم ته هي خط ڇپيندا ته جيئن غلط فهميون ۽ ڪجهه غلطيون درست ٿي وڃن.

**منظور ظفر**

لاڙڪالو

❋ نومبر واري پرچــي لاءِ اڳ جي پيٽ ۾ گهڻ انتظار ڪرڻو پيو. هوندن به انتظار واري ڪيفيت جيترو خــراب لڳندي آهي. ان کــان وڌيڪ وڻــندڙ پڻ ! هــي پرچــو به نهــايت باقاعدگــيءَ سان پڙهــيو اٿم! اميد ته ساڳي نئين رنگ ۽ ڍنگ سان ايندو رهندو. سان ڪو اديب يا نقاد ڪونه آهيان. جو ويهي ڪنهن لکڻيءَ تــي چنڊ چاڻ ڪريان! پر ادبي عدالت ۾ اها دعوي ضرور ڪري سگهان ٿو ته سنڌي ادب سان بيحد چــاه اٿم. تاريخ واري حصي ۾ "سنڌ تي سڪــنــدر جــي ڪــاه" ۽ پروفيسر ميمڻ عبدالغفور سنڌيءَ جي مضمون سٺي معلومات ڏني. ســڀني ڪهاڻين واري حصي ۾ رسمي طــور اٿين ڪٿي ڇپجي ته چڱيون هيون!! شاعري ۾ خاڪي جوڻي جي "واني" بيحد پسند آئي ۽ عرفان مهدي جــا دوها سٺا هئا.

**ر - ش - ٿيوڻو**

لارو ماهر

* ميگزين نوري وقت ۾ چڱو بند ڪري ويو آهي اهوئي سبب آهي جو ميگزين اسٽال تي اچڻ سٽ گــم ٿيو وڃي. هــروڀــرو تنهنجي تعريــف ڪري پنهنجو خط شايع ڪرائڻ نٿو چاهيان پر جذبن جو اظهار ضرور ٿو ڪريان جن جو لاڳاپو حقيقت سان آهي. منڍ کــان پڇڙي تائين مــواد چڱڙو آهي.

پــر ڪٿي ڪٿي پسٽنگ جون غلطيون ۽ گهڻي انــداز ۾ پروف جون غلطيون نظر اچن ٿيون جن کي سڌارڻ ۾ ڌيان ضرورت آهي. ميگزين هــر قسم جي سوچ واري ماڻهو وٽ پسند ڪئي ٿي وڃي ان کي ئي اصل ڪاميابي چئبو آهــي. پڙهيل ليکڪن، محققن، تاريخدانــن جا تعارف به شامل ڪيو ته بهتر.

**نظير شهزاد**

* هلال ميگزين هڪ مڪمل ادبي ڪتاب آهــي، جنهن کي مان هڪڙونه پر هــ پڙهيل لکيل ۽ ادب دوست تسليم ڪندو، علمي بابا جو ڪالم ميگزين جي جان آهي. توهان جو ڪم محنت ڪرڻ آهي، باقي ميگزين کي ڪامياب ڪرڻ ۽ گهر گهر پهچائــڻ جي اسان ڪوشش ڪنداسين. اسان وٽ رواج ٿي ويــو آهي ته هڪ سچيءَ مخلص ماڻهو جي مخالفت ٿيندي آهي، سو هــلال ميگزين به ڪن کي منجهائي وڌو آهي، ۽ ان جــي خــلاف تبليغ ڪرڻ شروع ڪئي اٿن. اها توهان جي مخالفت نــه، هلال ميگزين جي مخالفت نه آهي بلڪ سنڌي ادب سان دشمني آهي.

**منظور جوکيو**

ڪنڊيارو

سنڌ جي جديد شاعر تاجل بيوس جي
شاعريءَ جو پهريون ڪتاب

# جَڏهن پوُنءَ ٻَٽِي

ڇپجي ويو آهي

تقسيم ڪار: سنگم پبليڪيشنس ٣٧- يوني پلازه-
آءِ- آءِ چندريگر- روڊ- ڪراچي
سول ايجنٽس: مشتاق نيوز پيپر ايجنسي. اسٽيشن روڊ حيدرآباد
ميسرز: ادبيات بوڪ سيلرز
تلڪ چاڙهي حيدرآباد




# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)